# شاهہ

# جون

# آکاڻيون

چيتمل پرسرام گلراجاڻي




سنڌ تحقيقي بورڊ حيدرآباد سنڌ

١٩٩٤

# شاهَ جون آکاڻيون

(سمجھاڻيءَ سميت)

چيتنمل پرسرام گلراجاڻي




سنڌ تحقيقي بورڊ، حيدرآباد سنڌ.

۱۹۹۴ع

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | شاهہ جون آکاڻيون |
| ليکڪ: | جيٺمل پرسرام گلراجاڻي |
| مرتب: | ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي |
| ڇاپو: | ٽيون (سنڌ ۾ پهريون) |
| ڇپجڻ جي تاريخ: | ڊسمبر ۱۹۹۴ع |
| ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: | نصير ڪاتيار ۽ علي شير قريشي |

[سنڌ تحقيقي بورڊ، ڪتاب نمبر اوڻويهہ (۱۹)]

قيمت=/150 روپيا


---

**SHAH JOON AKHANYOON**
**(Folktales in Shah Abdul Latif's (1689-1752) Poetary, re told in prose from, using shah's verses]**
**By: Jethmal Parsram Gulrajani**
**Introduction by: Dr. Murlidhar. k. Jettey.**
**Published by: Naz Sanai**
**Sindhi Sahat Ghar,**
**3- Nizm Lodge, Gari Khato,**
**Hyderabad Sindh.**

# ٻه اکر

جهيٺمل پرسرام گلراجاڻي، سنڌ، سنڌي زبان، سنڌي ماڻهن ۽ لطيف جو شيدائي هو. هو ٻين ڳالهين ۾ مهارت رکڻ سان گڏ، لطيف سائينءَ جي ڪلام تي وڏي دسترس رکندو هو ۽ هن لطيف سائينءَ تي، جنهن انداز سان ڪم ڪيو، تحقيق ۽ کوجنا ڪئي، اُن جو ڪو مٽ ڪونهي. سندس هيءُ ڪتاب، لطيف سائين جي عاشق ۽ رسالي جي پڙهندڙن لاءِ وڏو رهنما ثابت ٿيندو. جيڪو ڳوڙها ڳوڻ فلسفن کي ڇهي ٿو ۽ لطيف سائينءَ جي فڪر ۽ فلسفي کي، سندس پڙهندڙن جي ذهن جي اونهائين ۾ لاهي، وڏي چاڻ ٿو ڏئي. مونکي خاطري آهي ته لطيف سائين کي سمجهڻ لاءِ، هيءُ ڪتاب بنيادي ڪتاب آهي.

هيءُ ڪتاب سنڌ ۾ تمام گهڻو اڳ ٢٣-١٩٢٢ع ۾ جُدا جُدا حصن ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو هو. ان جا ٽي ڀاڱا آهن. پهريون ڀاڱو ١٩٢٢ع ۾ ڇپيو. ٻئي سال (١٩٢٣ع) ۾ ان جو ٻيو حصو ۽ "شاهه جي آکاڻين جي سمجهاڻي" ڇپجي پڌرا ٿيا ۽ پنهنجي دور ۾ وڏي مقبوليت حاصل ڪيائون ۽ اُها حيثيت اڄا برقرار آهي. اُن کي ستر سالن جو عرصو ٿيو آهي، اُهو ڪتاب اسان وٽ اڻلڀ آهي. جيڪو پنهنجي ڇپجڻ واري سال ۾ ئي اڻلڀ ٿي ويو هو. اڄ اسان وٽ فقط اُن ڪتاب کي ماڻهو حوالي طور تي ئي ٻڌي پيو سگهي.

١٩٩٠ع ۾، هندستان ۾، اسان جي هڪڙي ٻئي عالم، ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي، انهن ٽنهي ڪتابن کي گڏي، جهيٺمل پرسرام گلراجاڻيءَ جي مفصل احوال سان گڏ مرتب ڪيو. جنهن کي آسانت سالهت مالها طرفان ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. سنڌ ۾، اُن جي هڪڙي ڪاپي ڊاڪٽر جيٽلي صاحب، اسان جي پياري دوست هدايت پريم ڏانهن به موڪلي. مون پنهنجي اداري طرفان اهڙي اپيل ڇپائي ته اسان سنڌيءَ جي بهترين ڪتابن کي ٻيهر ڇپائڻ ٿا گهرون، جيئن اسان جا ماڻهو اُن مان لاڀ حاصل ڪري سگهن. اُن اپيل تي هدايت پريم، اُهو ڪتاب منهنجي حوالي ڪيو، جنهن جي ٿورن سان هي ڪتاب لائق پڙهندڙن تائين پهتو آهي.

ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي جو اهو سنڌي ادب تي احسان آهي، جو هُن اُن اڻلڀ ڪتاب کي سهيڙي، سموهي، مرتب ڪري، سنڌيءَ جي پڙهندڙن تي سچ ته وڏو احسان ڪيو آهي ۽ اُن ساڳي احسان جي تسلسل کي برقرار رکيو آهي، جيڪو ڪجهه عرصو اڳ، جهيٺمل پرسرام گلراجاڻي، سنڌيءَ جي پڙهندڙن، ادب ۽ ٻوليءَ تي ڪيو هو.

سنڌ تحقيقي بورڊ کي اهو سدائين فخر رهندو ته هن پاران اُهو بهترين ڪتاب ڇپجي پڌرو ٿيو. اسان کي خاطري آهي ته اسان، اهڙا ٻيا بهترين ڪتاب به لائق پڙهندڙن تائين آڻي سگهنداسين ۽ اسان جا پڙهندڙ / سڄڻ / دوست اسان جي اُن اپيل کي نظر ۾ رکندا ته هو اهڙا انمول ڪتاب اسان کي ڏيندا رهندا، جيئن اسان جا سمورا ماڻهو انهن مان مستفيض ٿيندا رهن.

20- صائما پلازا- هالا ناڪو
حيدرآباد سنڌ.

ناز سنائي

# شاهه جون آکاڻيون

سمجهاڻيءَ سميت

(ٽن ڀاڱن ۾)

# شڪرگذاري

اسين شڪرگذار آهيون جيٺمل جي سُپتر رام گلراجاڻيءَ جا، جنهن پنهنجي پتاجن جي جيون ۽ رچنائن بابت گهڻيون اهم حقيقتون ٻڌايون. مولچندرام راموائيءَ، ديارام مدنا راماڻيءَ ۽ لڌ چڪاڻيءَ به جس لهڻو، جن جيٺمل جا ڪتاب حاصل ڪرڻ ۾ مدد جو هٿ ڊگهيرايو.

اسين ٿورائتا آهيون وشن ڄڳتياڻيءَ، غلام مرتضيٰ سيد ۽ ٻين اديبن جا، جن جي لکڻين مان جيٺمل جي جيون ۽ شخصيت بابت چڱي روشني ملي.

مرليڌر جيٽلي

# پيش آکر

جيٺمل پرسرام گلراجاڻي (1885-1948) موجوده صديءَ جي اُنهن اعليٰ درجي جي ليکڪن مان هڪ آهي، جن سنڌي ٻوليءَ ۽ ساهت جي واڌاري لاءِ پنهنجي سموري جيون ارپڻ ڪري ڇڏي. سنڌ جي صوفين ۽ سنتن جي ڪلام جو هن گهڻو اڀياس ڪيو. خاص طور شاهه لطيف جي ڪلام تي ته هو جهڙو عاشق هو. وري جو مٿس اُپنشدن جي ويچارن جو اثر پيو، انهن جيٺمل کي علم توڙي عمل جي لحاظ کان سچو ٿياسافسٽ بڻائي ڇڏيو. بس، پوءِ ته جدا جدا ڌرمن جي متن ۽ سنتن جي واڻيءَ جو اڀياس ڪرڻ، جيٺمل جي زندگيءَ جو مول مقصد بڻجي پيو. هن انهن وشين تي خوب لکيو ۽ تقرير توڙي تحرير ذريعي انهن ويچارن جو ڦهلاءُ پڻ ڪيو.

جيٺمل سن 1932ع ۾ نئين سنڌي لئبريري برپا ڪئي. ان طرفان هن ڪيترائي عمدا ڪتاب ڇپائي، سنڌي ساهت جا ڀنڊار ڀريا. انهيءَ لئبريريءَ طرفان ڪتابي سلسلي ۾ پهريون ڪتاب آهي، شاهه جون آکاڻيون (ڀاڱو پهريون). اهو ڪتاب هن سن 1932ع ۾ ڇپائي ظاهر ڪيو. ان بعد ٻئي سال، انهن آکاڻين جو ٻيو ڀاڱو ۽ "شاهه جي آکاڻين جي سمجهاڻي" ڇپايائين. انهن ڪتابن مان جيٺمل جي

علم ۽ ادبي اُپاءَ جي پرک پوي ٿي. شاهه لطيف، سچل ۽ سامي سنڌي ادب جا ٽي امام رهيا آهن. انهن جي واڻي اسان لاءِ بي بها ورثو آهي. اسان کي گهرجي ته انهيءَ کي سنڀالي رکون ۽ ان جو چوڌس ڦهلاءُ ڪريون.

شاهه لطيف جي ڪلام جو ڀرپور اڀياس ڪرڻ لاءِ جيٺمل جا لکيل اهي ٽيئي ڪتاب گهڻي مدد ڪن ٿا. ڪجهه عرصي کان اهي درلڀ هئا. انهيءَ ڪري اهي ٻيهر ڇپائي، شاهه لطيف جو مطالعو ڪندڙن لاءِ ميسر ڪيا ويا آهن. هن ڪتاب ۾ شاهه جون آکاڻيون ڀاڱو پهريون ۽ ٻيون ۽ انهن جي سمجهاڻي، ٽيئي گڏ ڏنا ويا آهن. انهيءَ کان سواءِ جيٺمل جي جيون ۽ رچنائن جي مختصر واقفيت ۽ سنڌي ساهت ۾ سندس يوڳدان جي به ٿوري ۾ معلومات ڪتاب جي شروع ۾ ڏنل آهي.

”اسانت ساهت مالا“ جو هيءُ پهريون ڪتاب آهي. انهيءَ سلسلي ۾ سنڌي ساهت جا اهي ٻه ناياب رتن شايع ڪري، جڳياسن ۾ اڃان به وڌيڪ پڙهڻ جي اُساهت اڀارڻ ئي اسان جو مقصد آهي.

اسانت ساهت مالا

# فهرست

## چيتومل پرسرام گلراجاڻي

(مختصر واقفيت)

ليکڪ:- مرليڌر جيتلي

صفحو


۱- چيتومل پرسرام گلراجاڻي (جيوني ۽ ڇنڊڇاڻ) ۱

۲- چيتومل جو سنڌي ساهت ۾ يوگدان ۴۹

۳- چيتومل جي جيون جا آخر سال ۶۳


## شاهه جون آکاڻيون

( ڀاڱو پهريون )


مهاڳ

۱- سهڻي ميهار

۲- حسن حسن ۲۵

۳- مومل راڻو ۳۸

۴- راءِ ڏياچ ۵۵

۵- ليلان چنيسر ۶۷

۶- جام تماچي ۽ نوري مهاڻي ۷۵


## شاهه جون آکاڻيون

( ڀاڱو ٻيو )


مهاڳ ۹۱

۱- عمر مارئي ۹۳

۲- سسئي پنهون ۱۳۸

۳- عمر راٺوڙ ۱۸۱

# شاهه جي آکاڻين جي سمجهاڻي

(ڀاڱو ٻيو)


| | صفحو |
|---|---|
| مهاڳ | ١٩٧ |
| ١- سهڻي ميهار | ١٩٩ |
| ٢- مومل راڻو | ٢٢٥ |
| ٣- راءِ ڏياچ | ٢٤١ |
| ٤- ليلان چنيسر | ٢٥٢ |
| ٥- هنج ۽ بگهه | ٢٦١ |
| ٦- عمر مارئي | ٢٧٥ |
| ٧- سسئي پنهون | ٢٨٥ |
| **چيلهل جون چونڊ رچنائون** | ٢٩٩ |

# مهاڳ

هي ننڍو ڪتاب ”نئين سنڌي لئبرريءَ“ جو
ٻهراڙون ڪتاب آهي، ۽ لطيفي مالا جو به ٻهراڙون ڪتاب
آهي. شاهه لطيف سنڌڙيءَ جي آسمان ۾ چمڪندڙ ستارو
آهي، ۽ سنڌي ٻوليءَ جو چت آهي. اهڙي ستاري جي
جوت، اهڙي تاج جو جلوو نه رڳو سنڌ کي روشن ڪرڻ
وارا آهن، پر انهيءَ روشنيءَ جي سنڌ کان ٻاهر هند کي ۽
ٻاڪ دنيا کي گهرج آهي. ضروري آهي ته سنڌ جا جوان،
شاهه، سچل، روحل، دلپت، سامي ۽ ٻين جي درياهن
۾ ٻهراڙن لڙڻ، ٻوڙ ٽٻيون هڻي سگهن، آخر انهن مهراڻن
مان موتي حاصل ڪري، موتين جي حسن ۽ خوبيءَ کان
جڳ کي واقف ڪن. شايد ڪن کي شڪ هجي ته ڪا
اهڙي حسن ۽ خوبيءَ جي ڪماليت ٻاڄ وقت موجود آهي!
پر جن مغرب ۽ مشرق جي شاعرن ۽ عارفن جي ڀيٽ ڪري
جاچ ڪئي آهي، تن کي پڪ آهي ته ائين آهي. سارو
مغرب، مشرق جي ٻنهي لاءِ آسو آهي: ڪيٽن رويندر
ٻارت جي مها ڪويءَ جي ڪرتا مغرب کي موهي ڇڏيو
آهي! اڄ هيءَ اڪٽئي ڪرڻ کان ڪڙ اڻو ڪريان، ته
اهو زمانو ويجهو آهي، جڏهن سنڌ جي صوفين جي دل
اُٺاريندڙ ۽ اسراري شعر جو به آواز هندستان ۽ دنيا جي
ڪن تي پوندو. هندستان ۾ ته اهڙا اهي خزانا آهن،

آهي، ڪري هن ڀيري ڪتاب ۾ ٻيون آکاڻيون، نثر
منظوم، شاهه جي ٻوليءَ سان ڀرپور وارتون آهن. سڀ
آکاڻيون هيءَ ڪمن ڏسڻي سکيون آهيان. عمر مارئيءَ ۽
سسئي پنهونءَ جا نه جدا ڪتاب لکندا، پر ٻيون گهڻو
ڪري هن ڪتاب ۾ اچي ويون آهن. اميد نه هيءَ خدمت
قبول پوندي، ۽ آءٌ لطيفي مالا جا ٻيا ڪتاب، نه ٻيو
شاهه، پر سهل، رحل، وغيره جا پڻ ظاهر ڪري سگهندس.
مراد اها آهي، ته انهن جي پڙهڻ بعد اسڪولن رسالن ۾
پڙهندڙ تيون هئن. آءٌ شڪرگذار ٿيندس جي سکوبو
صاحب پنل چوڪ جي درسني موٽڪي موڪليندو. آءٌ
نورالعمر آهيان، مسٽر مولچند منگهومل واسواڻي، اڪيڊميءَ
جي ابتدائي سڪولن جي سپروائيزر جو، جنهن هن ڪتاب
جا پروف وغيره ڏنا ۽ ڪيترين هنداين صلاحون ڏنيون.

جيٺمل پرسرام گلراجاڻي

# جيٺمل پرسرام گلراجاڻي

## ( جيون ۽ رچنائون )

ويهين صديءَ جي نامڪين سنڌي اديبن ۾ جيٺمل پرسرام گلراجاڻي هڪ اعزي انوکي شخصيت هئو، جنهن پنهنجيءَ زندگيءَ ۾ علم سان گڏوگڏ عمل کي به اهميت ڏني. هو قلم جو ڌڻي به هئو ته، پر ديش ۽ سماج جي ڀلائيءَ لاءِ الڳ الڳ ڪيترن ۾ ڪرم ڪندڙن جي صف ۾ به اڳرو رهيو. سنڌس گهري دوست ۽ سوڀ لالچند امر ڏنو مل جڳتياڻيءَ، جيٺمل جي ورسيءَ لئي ڪيس شرڌانجلي ڏيندي لکيو آهي، ”جيٺمل پرسرام انوکي شخصيت وارو ماڻهو هو. اهين چئجي ته هو پاڻ پاڻ جي ويڪتين جو ٺهيل هو، ته به وڏائي ڪري ڪانه لهندو. سنڌ ۾ لوڪ سيوا جي ميدان ۾، ڪابه هلچل نه هئي، جنهن ۾ هن اساڻي سنڌواسيءَ چڱو چوکو پارٽ نه ورتو هجي.“ (1)

سنڌيءَ جي هڪ ٻئي ليکڪ وشنو جڳتياڻيءَ، جيٺمل جي زندگيءَ جي جهلڪ پيش ڪندي لکيو آهي، ”هي صاحب اعليٰ انسان، انوکي شخصيت، سچو سنياسي، پڪو صوفي، نج ليڪاسانسٽ، سرڪ اديب، فصاحت جو صاحب، قوميت جو باني، ساميواد جو حامي، هندو مسلم ايڪتا جو رهبر، وشو-ڀائپيءَ جو ڪانڌي، ڀڳتي، سيوا ۽ قربانيءَ جو مجسم روپ ۽ سڀ کان رواداري، سنڌيت جو اوائلي امر هيٺڌڙ هو.“ (2)

لاشڪ، اهڙي هئي جيٺمل جي ڀرپور شخصيت. هو
ڍٺ ڪنڌ- پاسورو ايڪالمي ۾ وڏي قلم هلائيندڙن
ساهتڪارن مان نه هئو، پر سياسي ۽ سماجي، ادبي ۽
اخبار نويسيءَ جي ڏس ۾ جيون ڀر چستيءَ سان اهم رول
ادا ڪندو رهيو.

## ٻالپڻ ۽ اوائلي جيون

جيٺمل جو جنم آڪٽوبر ١٨٨٥ع ۾ ٿيو. انهيءَ سال
انڊين نيشنل ڪانگريس جو بنياد وڌو ويو، جنهن اڳتي
هلي ملڪ جي آزاديءَ حاصل ڪرڻ لاءِ اهم پارٽ ادا
ڪيو. گذريل صديءَ جي پوئين اڌ ۾ سنڌ ۾ سياسي ۽
سماجي سڄاڻيءَ جي جهلڪ نظر شروع ٿي، انهيءَ جو اثر
سنڌ جي جنتا ۽ ساهت، تي پڻ گهرو ٿيو. انهيءَ
ڪالهوڙا ڌرمي متن جو ڦهلاءُ، ان دور ۾ سنڌ ۾ شروع
ٿي چڪو هئو. سناتن هندو ويدڪ ڌرم سان گڏوگڏ،
اسلام جو پرچار نه سنڌ ۾ صدين کان وٺي هلندڙ هئو.
سنتن ۽ ڀڳتن، صوفي درويشن ۽ پيرن ٻهڪيءَ امرتمه.
سڀني پاليءَ ذريعي عوام کي مذهبي ڪٽرپڻي کان ڪنارو
ڪرڻ ۽ عالمي ڀائپي-چاري جو سنديش سڻايو، جنهن
ڪري سنڌي ماڻهن ۾ سهن شيلتا ۽ وشال نظريي جا پاڙ
ٻين علائقن جي جنتا جي ڀيٽ ۾ جهان تان وڌيڪ مان ٿا،
منجهن ذات پات جو ڀيد-ڀاءُ ۽ اوچ-نيچ جو فرق رڳو
جو مرض ڀڻ گهٽ ڪري نه موجود آهي. اهڙين حالتن
۾، گذريل صديءَ ۾، گرو نانڪ جي سک پنٿ ۽ برهمو
سماج جي متن جو به سنڌ ۾ پرچار شروع ٿي ويو. ساڌو
نولراءِ ۽ ساڌو هيرانند، ڪوڙيمل چندنمل کلناڻيءَ ۽

راڄرشي ڏيارام گدومل شهاڻيءَ جهڙن تعليمدانن ۽ سماج-
سڌارڪن هڪ طرف سنڌ ۾ آدرشي ۽ اخلاقي تعليم جي
پرچار لئي زور ڏنو ته ٻئي طرف هندو سماج مان ڪرسمن
۽ برائين کي پاڙئون پٽڻ جو ڪم به هٿ ۾ ڪيو. اهڙي
ماحول جو جيٺمل تي اثر پوڻ سڀاويڪ هو.

جيٺمل حيدرآباد سنڌ جي عامل ڪٽنب ۾ جنم ورتو.
سندس پيءُ جي مالي حالت اهڙي هئي، جو آڏي ليکي
ٿي گذر ڪندو هو. انهيءَ جو اثر جيٺمل جي پڙهائي
تي به ٿيو، جو هو ڪاليجي تعليم پرائي نه سگهيو. هن
ابتدائي تعليم حيدرآباد ۾ ئي ورتي. ان بعد ثانوي
تعليم ساڌو نولراءِ ۽ ساڌو هيرانند جي برپا ڪيل "يونين
اڪادميءَ" ۾ پرايائين. ان اسڪول مان ئي هن، سنه ۱۹۰۲
۾ بمبئي يونيورسٽيءَ جو مئٽرڪيوليشن امتحان پاس ڪيو.
اسڪولي جيون ۾ ئي جيٺمل کي خوشقسمتيءَ سان سٺي
سنگت حاصل ٿي، جنهن سندس زندگيءَ کي صحيح
موڙ ڏنو.

جيٺمل ٻارهن کن سالن جو هو ته سندس دوستي
واڌومل گيانچند چنداڻيءَ سان ٿي. هو سنت سڀاءَ جو
نينگر هو ۽ حيدرآباد ۾ "هوپفل سوسائٽي" نالي
سان هڪ هم عمر سالن جي ٽولي برپا ڪئي هئائين، ان
جو مقصد هو نوجوانن ۾ سٺا سنسڪار رچائڻ ۽ پروپڪار
جا ڪم ڪرڻ. هو ڀائي ڪلاچند (۱۸۶۷-۱۹۱۱) نالي
سنت جو شش هو ۽ انهيءَ نيم سان سندس ٽڪاڻي ۾
سٽسنگ ۾ شريڪ ٿيندو هو، ڀڄن ڪيرتن ڪندو هو.
افسوس جو واڌومل ويهن سالن جي ڦوهه جوانيءَ ۾ ئي
سنه ۱۹۰۵ع ۾ پرماتما کي پيارو ٿي ويو، پر هن سٽسنگ

جو جيڪو اڄ ٻن سالن ۾ پورو ٿيو، اهو سمي گذرندي
وڏي وڻ ٿيو.

ٿيوسافيڪل سوسائٽيءَ جو ڀاتو، ڪجهه عرصي بعد بدلائي
"هندو ڪمار منڊلي" رکيو ويو. ان جا ميمبر ٻار ڪي
"هندو ڪمار" سڏائيندا هئا. اهي سماجي ڀلائيءَ جي
ڪمن سان گڏ، ٻالڪ ڪلاچند جي نگراني ۾، ٿياسافيڪل
سوسائٽيءَ جي ميڙن ۾ ۽ ٻين ستسنگن ۾ ڀڄن - ڪيرتن ۾
ڪندا هئا. جيٺمل پڻ انهيءَ ڪمار منڊليءَ جو ميمبر ٿيو.
سندس ٻيو هڪ دوست هئو منگهارام، جيڪو ان ڪمار
منڊليءَ ۾ ڀڄن ۽ صوفي ڪلام مٺي سر سان ڳائڻ ۾ ڀڙ
هئو. هن جي دل جيٺمل سان اهڙي هوندي ڪان ٿي
اچي ملي، ۽ سندن پريت عمر ڀر قائم رهي. وڏا ٿيا
ته مٿن ٿياسافيءَ جي ويچارن جو گهڻو اثر ٿيو. پوءِ ته
نت نيم سان انهيءَ سوسائٽيءَ جي ميڙن ۾ ويندا هئا.
اتي جيٺمل گيان، ڀڳتيءَ ۽ ڪرم جي سڌانتن جي، صوفي
اصولن جي ۽ ٿياسافيءَ جي اوچن ويچارن جي ڇنڊ ڇاڻ
ڪندو هئو ته منگهارام وري ٻڌندي مٺي سر سان ڀڳتيءَ
ڀاو سان ڀريل ڀڄن ۽ صوفي ڪلام ڳائي، محفل ۾ موج
مچائيندو هئو. جيٺمل جو اسڪولي جيون اهڙو ان طرح
گذريو. ٻالپڻ ۾ سندس ڪومل من تي جيڪي اثر پيا،
اهي زندگيءَ ڀر قائم رهيا.

جيٺمل اسڪولي تعليم پوري ڪرڻ بعد، روزگار جي
لحاظ کان ڪجهه وقت حيدرآباد ۾ ڪتابن جو دوڪان
کوليو. ان بعد هو انهيءَ اڪيڊمي اسڪول ۾ سنه ١٩٠٢ع
ڏاري ماستر ٿيو، جتان ميٽرڪيوليشن امتحان پاس ڪيو
[illegible]. ڪجهه عرصي بعد، هو ڪراچيءَ هليو ويو، جتي

پڻ ماستري ڪندو رهيو. سنه ١٩١٠ع ڌاري جيٺمل
ڪراچيءَ جي مشهور اسڪول "مدرسة الاسلام" ۾ پڙهندو
هو. اُن سال لالچند امرڏنومل جڳتياڻي به اُنهيءَ اسڪول
۾ ماستر هو. جيٺمل ۽ لالچند ٻئي اڪيڊمي اسڪول
جا شاگرد هئا ۽ ساڳين ڌرمي ۽ اخلاقي اثرن هيٺ پليا
هئا. مدرسه اسڪول ۾ به ٻئي ساڳئي سال ماستر بڻيا.
هم-خيال هئڻ ڪري منجهن جيڪو ٻڌڻ جو پيچ
اسڪولي زندگيءَ ۾ پيو، اهو ڏينهون ڏينهن پڪو
ٿيندو ويو.

"مدرسة الاسلام" ۾ جيٺمل گهڻو وقت ٽڪاءُ نه ڪري
سگهيو. اُن بعد هو ڪراچيءَ جي نيو هاءِ اسڪول ۾ هيڊ
ماستر ٿيو. جيڪي جيٺمل وٽ پڙهيا آهن، تن جي ساک
آهي ته سندن اُستاد جي شخصيت نهايت پُر اثر هئي.
هن پنهنجي شاگردن کي مذهبي ڪٽرپڻو تياڳي، سڀني
ڌرمن کي سمان پيار سان ڏسڻ، سچ جي واٽ وٺڻ ۽
عالمي ڀائيچاري جو سنديش ڏنو. جيٺمل پاڻ به خوددار
۽ آزاد ويچارن وارو انسان هو. هو جنهن ڳالهه کي سچو
۽ صحيح سمجهندو هو، اُنهيءَ تان رتيءَ ڀر به پٺتي نه
هٽندو هو، پوءِ ڀلي اُن لاءِ کيس ڪهڙي به قرباني
ڇو نه ڏيڻي پوي. نيو هاءِ اسڪول ۾ هيڊ ماستر هئڻ
دوران سندس سامهون هڪ اهڙو مسئلو آيو، جنهن جي
ڪري کيس پنهنجي عهدي تان هٿ کڻڻو پيو. "لالچند
اُنهيءَ جو ذڪر ڪندي لکيو آهي:-

"١٩١١ ۾ روس جهڙي هيڊ ماستري ڇڏي ڏنائين،
جو ٽڪن جي سوال تان سرڪار کيس پاڻي ڏنو. هيءَ
پنهنجيءَ ليءِ نه، پر پنهنجن کي مان مالا جا ٽڪا:

ڏياريندس، ۽ سرڪار جي پاران ميونسپالٽيءَ جي هن
جي مڪان گهر لاءِ پارٽ کي نڪا ڏيار، نه نه خطا
ڪاليندين. هن صفا جواب ڏنو ته اوهان کي جيڪا ڪاهڙي
هجي سا ڪاهيو، مان پنهنجي ڳالهه تان نه مڙندس. هن
جو دليل هيءُ هئو ته پارٽ جي پڊن ۾ ماتا جي مرض جو
پڄ وڃي، ماتا کان هنن کي جو ڇٽڪي لڳو ته ٻچاءُ ملندو،
سو سراسر وڪيان جي ورڌ آهي. اهيءَ ڏاڍا پاڻ جو ڪٽر
وشندو هئو، سو ڪانءَ جي پڄ جا نڪا پارٽ کي ڪيئن
ڏياري؟ اهو سوال ٻرٽش پارليامينٽ تائين ويو. ليڪ
سرڪار هن جي اڳيان لي جهڪي ڏني! (3)

جيٺمل جڏهن حيدرآباد ۾ ماستري ڪندو هئو، تڏهن
پنهنجي گروءَ سنت ڪلاچند جي زور ڀار سميان گرهست
آشرم ۾ پير رکڻ قبول ڪيائين. ايڪوهن ڪن سالن جي
ڄمار ۾ هن جي شادي حيدرآباد جي ڊاڪٽر ڪرپالاڻيءَ
جي ڌيءَ سان ٿي، جيڪو مکي ٻکومل جي آڪهه مان
هئو. جيٺمل جي پٽ رام پنهنجي پتا جون يادگيريون
لکندي ڄاڻايو آهي، ”(منهنجو پيءُ) غريب گهر مان
هئو. شاديءَ جو خيال نه هوس، پر ماڻٽن پالي ڪلاچند
صاحب لي زور آڻي شادي ڪرائيس. ڏسجي ٿو ته شاديءَ
کان پوءِ ڪڏهن ڳالهه تان ماءُ سان رشتو سٺو نه رهيو ۽ ماءُ
کان الڳ گهر ڪري ويٺو. موڪلي جيڪا پنهنجي ساٿي
آهي نه آسان جنهن گهر پنهنجي نانائي گهر سان لڳ
لڳولڳ هو ۽ وچان دروازو هوندو هو، جو بند نه رهندو
هو. پوءِ هو ڪياٽي پاڙا لڳ ۾ ڪهي ۾ رهندا هئاسين. ڪڏهن
رنسي پر اس نه اهيءَ پوءِ هو ڪياٽي پاڙا لڳ ۾ هئي. شروع
۾ هڪ ڪتابن جو دڪان شايد کوليو هئائين، پر پوءِ بند

ڪمائين. ڪتاب شايد ٻاڻ ني ٻڙهندو هو." (4)

جيتومل کي ٽي پٽ ۽ ٻه ڌيئرون هيون. ڀاڙيون ٻار راڌي هئي، جنهن جو جنم سنه ١٩٠٨ع ۾ ٿيو. جيتومل جي ٽن پٽن جا نالا آهن: موهن (جنم ١٩١٠)، رام (جنم ١٩١٥) ۽ ڪشن (جنم ١٩١٩). رام جي شادي سنه ١٩٣٦ع ۾ لالچند جڳتياڻيءَ جي ڌيءَ درويءَ سان ٿي. جيتومل جي ٻي ڌيءَ هري سنه ١٩١٣ع ۾ ڄائي هئي. ڪٽنب وڏو ۽ ڪمائي ٿوري ساري. ان ڪري جيتومل جي سڄي عمر پئسي جي خيال کان تنگيءَ ۾ گذري. جيتومل کي فقط هڪ ٻاءِ آوراءِ هئي، جيڪو ڪتابن ڇپائڻ ۽ پريس سنڀالڻ ۾ گهڻو وقت سندس ٻانهن ٻيلي هئو. جيتومل جي سنتان مان هن وقت رام حيات آهي، جيڪو امريڪا ۾ رهي ٿو. سندس پٽن جا ڌنڌا جبرالٽر ۾ آهن ۽ هو ڪروڙن جا مالڪ آهن. عجب آهي ته لڇميءَ جي هستري مهر هرندي ٻڌڻ، ٻهڻجي ڏاڏي جيتومل ۽ نانو لالچند جي اڻ چوٽل آدرشي رچنائن کي ڇپائي ظاهر ڪرڻ لاءِ هڪ پئسو به سنڌين هڙان نٿو اڪري!

## سياسي ۽ سماجي ڪيتر ۾

سنه ١٩١١ع ۾ جيتومل هيڊ ماستريءَ تان استعفا ڏني ته پوءِ ٻاونهه ڪن سال وري ان لائين ۾ نه ڪوڙيو. پس پوءِ ته سياست ۽ صحافت، سنڌي ساهت ۽ ٻولي، قومي هلچل ۽ سنڌ سڌار سندس جيوت جا مکيه مرڪز بڻجي ويا. سنه ١٩٣٣ع ڌاري وري سنڌ نئشنل ڪاليج حيدرآباد ۾ سنڌيءَ جو پروفيسر مقرر ٿيو ۽ ست سال ڪن ان عهدي تي رهيو. ان هوندي ٻڻ هڪ ڏهاڙ جيڪا سنڌ ۽ سنڌين جي سيوا ڪرڻ جي لڳن شروعاتي جهار ۾ لڳيس، سا

ان عرصي ۾ به قائم رهي.

نئو هاءِ اسڪول، ڪراچيءَ مان سرڪار سان تڪن جي ڳالهه تي اختلاف پيدا ٿيڻ سبب هو اڪثر ته سماج ۽ ساهتيه جي وڪاس جا ڪم هٿ ۾ ڪيائين. پنهنجي اڻڌڙي هوندي جي سگهتيءَ ۽ گهري دوستي لالچند جڳتياڻيءَ ۽ ٻين ڪن هم خيال سائين کي ساڻ ڪري، سنه ١٩١٤ع ۾، حيدرآباد سنڌ ۾ **"سنڌي ساهت سوسائٽي"** برپا ڪيائين. اها سوسائٽي سهڪاري متيءَ تي هئي، جنهن جي ڊائريڪٽرن جو هڪ بورڊ به ٺاهيو ويو. اول انهيءَ جو نالو "سنڌي ساهت پرچارڪ سوسائٽي" رکيو ويو، پر سال کن بعد اُن نالي کي ننڍو ڪري، فقط "سنڌي ساهت سوسائٽي" سڏيو ويو. جنوري ١٩١٦ع کان وٺي سوسائٽيءَ طرفان هڪ ماهوار ادبي رسالي جي شروعات ڪئي ويئي. هر مهني هڪ ننڍڙو ڪتاب، ٽيهن - چاليهن صفحن جو شايع ڪيو ويندو هئو. ان رسالي جو پهريون ڪتاب هئو، "حر مڪيءَ جا"، جنهن جو ليکڪ لالچند جڳتياڻي هئو. لالچند انهيءَ سوسائٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري به هئو ۽ جيٺمل پرسرام رسالي جو ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو. سال ڏيڍ بعد جيٺمل ان عهدي تان استعفا ڏني ته پوءِ رسالي جي مهتمم جو بار لالچند جي ئي ڪلهن تي رکيو ويو. سال ١٩١٦ کان وٺي، سوسائٽيءَ جي آفيس حيدرآباد مان بدلائي ڪراچيءَ ۾ ڪئي ويئي ۽ رسالي جي ڇپائيءَ جو ڪم به ڪراچيءَ مان ٿيڻ لڳو. ان طرح سال ١٩١٦ کان وٺي، رسالي جو پرڪاشڪ ۽ ايڊيٽر لالچند بڻيو.

انهيءَ رسالي جي ماهوار پرچن سان گڏ، سوسائٽي هر

سال ڪجهه وڏا ادبي ڪتاب به شايع ڪندي هئي.
اهڙن ڪتابن جي سلسلي ۾ پهريون ظاهر ٿيل ڪتاب
”شاهاڻو شاهه“ آهي، جيڪو لالچند جو لکيل ۽ شاهه
لطيف جي ڪلام جو تنقيدي جائزو پيش ڪندڙ، هڪ
عمدو تنقيدي ڪتاب آهي. سال ١٩١٤ع ۾، ماهوار پرچن
جي سلسلي ۾ جيٺمل جا ٻه ڪتاب شايع ٿيا، جيڪي آهن:
(١) هير رانجهو ۽ سمون گندري، (٢) مهاڀاري
لڙائي. انهيءَ ساڳئي سال ۾ وڏن ڪتابن جي سلسلي ۾،
آڪٽوبر ١٩١٤ ۾، ٻيون نمبر ڪتاب جيٺمل جو لکيل
”ڀاڳي ڪلاچند“، سوسائٽيءَ ڇپائي ظاهر ڪيو. ان
ڪتاب ۾ جيٺمل ڀاڳي گروهه جي جيوني ۽ ڪلام
ڏنل آهي.

سال ١٩١٤ع ۾ هڪ طرف مهاڀاري لڙائي شروع ٿي
ويئي ته ٻئي طرف وري ڀارت ۾، ديش کي ڌارين جي
غلاميءَ کان آجو ڪرائڻ جي جدوجهد ڏينهن سر زور ورتو.
سورهين جون ١٩١٤ع تي لوڪمانيه تلڪ ڇهن سالن جي
ڪاري پاڻيءَ ۽ جلاوطنيءَ جي سزا پوري ڪري، برما جي
منڊلي جيل مان آزاد ٿيو هو. هن ٻمبئي شهر ۾ واپس
پهچندي ئي ٻيهر ”سوراج“ هلچل ۾ نئون روح ڦوڪيو.
تلڪ ٢٨ اپريل ١٩١٤ع تي، ”انڊين هوم رول ليگ“
نالي سان هڪ سنستا برپا ڪئي. ان جو مقصد هو ته
قانوني طريقن سان، ڀارت لاءِ خود حڪومت ۽ سوراج
جو حق حاصل ڪجي. ان ساڳئي لڙائي تي ڪٽي، ڊاڪٽر
مسز اينيءَ بيسنٽ پڻ سيپٽمبر ١٩١٦ع ۾ ”آل انڊيا هوم
رول ليگ“ برپا ڪئي. انهيءَ هلچل کي گهڻو ٻل مليو
ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي ذريعي، جنهن جون برانچون

پارسن جي مکيه مکيه شهرن ۾ هوءَ اڳ ئي شروع ڪري
چڪي هئي. اهڙين حالتن هوندي، جمشيد جهڙو جوشيلو
جوان فقط ساهت جي محدود دائري ۾ پاڻ کي پابند ڪيئن
ٿي رکي سگهيو؟ هن سنڌي ساهت سوسائٽيءَ جي
جوابدارن کان پاڻ کي آجو ڪري، قومي هلچل کي پنهنجي
جيون جو مکيه مقصد بڻايو.

جمشيد، اسڪولي جيون ۾ ئي، اينِي بيسنٽ جي
ٿياسافيڪل اصولن کان متاثر ٿي چڪو هو؛ مسز اينِي
بيسنٽ جو پڪو پوئلڳ بڻيو هو. ان ڪري هو هڪدم
پنهنجيءَ گروهه جي شروع ڪيل هلچل ۾ ٿي پيو. ڊاڪٽر
بيسنٽ ٿياسافي مت جي پرچار لاءِ "ڪامن ويل" نالي
انگريزي هفتيوار اخبار ۽ "نيو انڊيا" نالي روزاني
انگريزي اخبار شروع ڪئي هئي. اهي پوءِ "هوم رول"
هلچل جو پڻ ڦهلاءُ ڪرڻ لڳيون. جهڙيءَ طرح بيسنٽ
بنارس ۾ "سينٽرل هندو ڪاليج" بُرپا ڪرڻ ۾ مکيه
رول ادا ڪيو، تهڙيءَ طرح، سنه ١٩١٧ع ۾ حيدرآباد ۾
"سنڌ نئشنل ڪاليج" جو بنياد وڌائين. ان ڪارج
۾ جمشيد سندس ٻانهن ٻيلين ۾ مکيه هو.

ڪراچيءَ ۾ "آل انڊيا هوم رول ليگ" جي برانچ
شروع ڪئي ويئي. ان جا عهديدار هئا:- (١) جمشيد
نسروانجي مهتا (پريزيڊنٽ)؛ (٢) درگاداس بي.
آڏواڻي (وائيس پريزيڊنٽ) ۽ هرسرام ڏيارام ماڙيوالا
(سيڪريٽري). حيدرآباد ۾ ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۽
آل انڊيا هوم رول ليگ جي پرچارڪن ۾ مکيه هئا-
جيٺمل پرسرام، سنتداس منگهارام، هيرانند سنتوڪرام ۽
رئيس غلام محمد ڀرڳڙي. جيٺمل سنه ١٩١٧ع ۾ حيدرآباد

مان "هندواسي" نالي سان روزاني سنڌي اخبار جي
شروعات ڪئي، جنهن لاءِ مالي مدد ڪمس رئيس پرڙي
۽ ٻيا ڏاتار ڪرڻ لڳا. ان اخبار جو مکيه مقصد هئو
سنڌي عوام ۾ قومي سجاڳي پيدا ڪرڻ ۽ "هوم رول"
جي آواز کي ڦهلائڻ. اها اخبار شروع ۾ لوڪرام ڏيدارام
شرما ۽ وشنو لڇمارام شرما جي برپا ڪيل "سنڌ ڀاسڪر
پريس" مان ڇپجي هئي. لوڪرام شرما ان پريس مان
"سنڌ ڀاسڪر" نالي سان سن ١٩١١ع کان وٺي ديوناگري
سنڌي اکرن ۾ هڪ ماهوار رسالو شايع ڪندو هئو. ان
جو مکيه مقصد هئو قومي ڀاوَنا ۽ خاص طور لوڪمانيه تلڪ
جي سياسي ۽ ڌرمي ويچارن جو ڦهلاءُ ڪرڻ. "هندواسي"
اخبار جي هلائڻ ۾ ڪجهه مهينا لوڪرام شرما سڻ ڄيٺمل
جو ساٿ ڏنو. پر پوءِ ڪن قومي سوالن تي ڄيٺمل سان
اختلاف ٿيڻ سبب، هو انهيءَ اخبار کان ڪنارو
ڪري ويو. ان بعد، لوڪرام سمورو ڌيان پنهنجيءَ شروع
ڪيل ٻي اخبار "هندو" تي ڏيڻ لڳو. سن ١٩١٦ع ۾ هن
ديوناگري - سنڌيءَ ۾ هفتيوار "هندو" اخبار شروع ڪئي
هئي. ان کي پوءِ هن "هندواسي" جي مقابلي ۾ آڻڻ لاءِ
روزاني اخبار بڻايو ۽ لپي به بدلائي عربي - سنڌي ڪيائين.

ڄيٺمل جي "هندواسي" مکيه طرح اينيبيسنٽ جي
ٿياسافي ويچارن ۽ سندس سياسي ليکيءَ "هوم رول"
جي اصولن جو ڦهلاءُ ڪندڙ هئي. ٻئي طرف "هندو"
اخبار گهڻي قدر مهاتما گانڌيءَ ۽ لوڪمانيه تلڪ جي
ويچارن جي پيرويءَ ڪرڻ جو واهڪ هئي.

مهاڀاري جنگ نومبر ١٩١٨ ۾ ختم ٿي، جنهن ۾ برطانيه
سلطنت ۽ سندس ساٿين جي سوڀ ٿي ۽ جرمنيءَ جي هار.

جنگ دوران انگريز سرڪار هندستان جي اڳواڻن سان
جيڪي واعدا ڪيا هئا، اُهي ڪي پاڙي نه ڏنا. اُلٽو هن
ڏاڍائيءَ ۽ زور زبردستيءَ کان ڪم وٺڻ شروع ڪيو.
١٥ مارچ ١٩١٩ع تي برطانيه سرڪار رولٽ ائڪٽ پاس
ڪيو، جنهن مطابق، سرڪاري عملدارن کي اختياري
ڏني ويئي ته ڪنهن به ماڻهوءَ کي شڪ پوڻ جي حالت
۾ گرفتار ڪري، بنان ڪنهن مقدمي هلائڻ جي، ڪيس
نظربند رکي سگهن ٿا. انهيءَ ڪالسواهه بولس تي به پابنديون
وڌايون ويون. مهاتما گانڌي، ٽيهين مارچ تي ساري
ديش ۾ عام هڙتال ڪرڻ جو اعلان ڪيو، بعد ۾ اهو
ڏينهن بدلائي ڇهين اپريل تي مقرر ڪيو ويو. ٽيهين مارچ
١٩١٩ع تي دهليءَ ۾ آريه سماجي اڳواڻ سوامي شردانند
جي اڳواڻيءَ هيٺ نڪتل جلوس تي گولي بازي ٿي ۽
تيرهين اپريل تي، ويساکيءَ جي شب ڏينهن تي امرتسر
۾ جاليان والا باغ ۾ سوين بيگناهه ڀارت واسين جو قتل عام
ڪيو ويو. انهيءَ ڪري سڄي ديش ۾ جوش جي لهر
ڦهلجي ويئي.

## ڇيلمل گرفتار:

انهن ڏکدائڪ واقعن جو ذڪر ڪندي، ڇيلمل
هندواسيءَ ۾ برطانيه سرڪار جي ظلمن ۽ اُن زوراوريءَ
تي زوردار لفظن ۾ چوٽ ڇنڊيا. شاهه لطيف جي ڪلام
مان هڪ بيت جي ٽڪ کي پنهنجي سمپادڪي وچارن
جو سر بڻايائين. اِها هيٺ ڏنل بيت جي آخري سٽ هئي.

اڳيان آڏن وقت، پرولين سر سنڀاهيا،
ڪانڌ نه پوئين قبول ۾، ڇڏ پاڻان گهٽ،

مٺا مهانگا چانور، پيا ان ڏسڻ پٽ؟
ڪلاڪي هٽ، ڪسٻ جو ڪرٻ وڃي.

بس اهو ليک پڙهندي ئي ممڻ مچي ويو. ١٦ مئي، ١٩١٩ع تي، جيٺمل کي، انهيءَ سمپادڪي ليک لکڻ ڪري گرفتار ڪيو ويو.

## جيٺمل ۽ سورلي

جيٺمل تي سورلي نالي هڪ انگريز جج جي ڪورٽ ۾ ڪيس هليو. پوليس جيڪي گواهه پيش ڪيا، تن انهيءَ ليک جي معنيٰ سمجهائيندي چيو ته انهيءَ ذريعي عوام کي بغاوت ڪرڻ ۽ قتل-عام ڪرڻ لاءِ سڏ ڏنو ويو آهي. سورلي ويچارو، اُن زماني ۾ سنڌي ٻولي ايتري نه ڄاڻندو هئو، جو انهيءَ ليک جي صحيح مفهوم کي سمجهي سگهي. گواهن جي غلط سمجهاڻين تي ويساهه ڪري، هن جيٺمل کي ڇهن سالن لاءِ قيد جي سزا ڏني. جيٺمل جي اپيل لاءِ ٻمبئيءَ مان بئرسٽر بپٽسٽا کي گهرايو ويو، جيڪو لوڪمانيه تلڪ جو گهرو سنگتي هئو. هن جي ڪوششن ۽ دليلن جي باوجود، جيٺمل کي ڏوهي مڃيو ويو، جيتوڻيڪ سندس قيد جي سزا گهٽائي ٻه سال ڪئي ويئي، ۽ هڪ هزار روپيا ڏنڊ وڌو ويو. جيٺمل پوني جي يرودا جيل ۾ قيد جي سزا جو سال کن پورو ڪري چڪو هئو ته برطانيه سرڪار، مهاتما گانڌيءَ ۽ ٻين سياسي اڳواڻن سان ناهه ڪيو ۽ قانون ۾ ضروري سڌارا ڪرڻ جو اعلان ڪيو. اُن مطابق سنه ١٩٢٠ع ۾ ڊسمبر مهيني ۾ امرتسر ۾ سڏايل انڊين نئشنل ڪانگريس جي سيشن کان اڳ، سڀني سياسي قيدين کي آزاد ڪيو ويو.

جيٺمل نه قيد جي سزا کان آجو ٿيو، پر اُٽي طرف سورلي صاحب کي شاهه لطيف اهڙو ته قيد ۾ آندو، جو

هو يا عمر اُن مان آجو ٿي نه سگهيو. ڪيس هلائيندي هن شاهه لطيف ۽ سندس ڪلام بابت گهڻو ڪجهه ٻڌو هئو. انهيءَ ڪري سندس جگياسو من ۾ سچاريڪ اڻ تڻ پيدا ٿي ته اهڙي اعليٰ شاعر جي ڪلام جو اڀياس ڪري ڏسان، جنهن جي فقط هڪ بيت جي جدا جدا ماڻهو الڳ الڳ معنيٰ ٿا ڪن. بس، پوءِ ته سنڌ ۾ رهندي، سرڪاري جوابدارين ڪئي مڙهين ڏيندي، هو سنڌي ٻوليءَ ۽ شاهه لطيف جي ڪلام جو اڀياس ڪندو رهيو. آخر سنڌ جي هن عظيم شاعر تي انگريزيءَ ۾ هڪ ڪتاب لکيائين، جنهن جو نالو آهي -

" Shah Abdul Latif of Bhit
His Poetry, Life and Times. "

اهو ڪتاب پهريون دفعو سن ١٩٤٠ع ۾ آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس، لنڊن طرفان ڇپجي ظاهر ٿيو ۽ شاهه لطيف بابت هڪ بنيادي تحقيقي مقالو آهي.

جيٺمل قيد جي سزا ڀوڳيندي جيڪي ڪٿا مٺا آزمودا حاصل ڪيا، ان جو دلچسپ ورڻن "ٽرنگ جو تيرٿ" نالي ڪتاب ۾ ڪيو اٿس. اهي آزمودا هن پنهنجيءَ اخبار ۾ قسطن ۾ ڏيڻ شروع ڪيا هئا، جيڪي پوءِ گڏ ڪري ڪتابي روپ ۾ ڇپايائين.

## جيٺمل جي آجيان:

جيٺمل جا ساٿي ڳالهه ٿا ڪن ته قيد مان آزاد ٿيڻ بعد، جڏهن جيٺمل حيدرآباد سنڌ پهتو، تڏهن ڪيس جيڪا شاندار آجيان ملي، اها سنڌ ۾ ٻئي ڪنهن به سياسي اڳوان کي اُن زماني ۾ نه ملي هئي. وشن جڳتياڻيءَ اُن جو ذڪر چڱي وستار سان ڪندي لکيو آهي -

"پروفيسر چيتومل جي جيل مان آزاد ٿيڻ جي خبر
حيدرآباد شهر ۾ وڄ وانگر پکڙجي ويئي ۽ سندس آجيان
لاءِ هر طرح جون تياريون ٿيڻ لڳيون. ڇا ننڍا ڇا وڏا،
ڇا زالون ڇا مرد، انسان وڃي ڪيس آجيان ڏيڻ لاءِ منتظر
ٿيڻ لڳا. جنهن ڏينهن پروفيسر چيتومل آزاد ٿي، حيدرآباد
پهتو هو، تنهن کان هڪ رات اڳ ڪنٽرالي دوڪاندار
سڄي رات جاڳي، قلعي کان وٺي سري گهاٽ تائين،
بازار سينگارڻ کي جنبي ويا. گهٽين گهٽين جي منهن تي
انيڪ پرڪارن جا دلسي دروازا ٺهڪيا ويا. ساري بازار
کي ڪپڙن سان ڍڪيو ويو، جنهن ڪري اس جو ڪو
به اندر نٿي آيو. مٺائيءَ وارن حلوي ۽ ميوي جي ڇڪڻ
جون لڙيون لوڙهن ۾ ٽنگيون، ڪٿي هڪ چيز کان ٻي چيز
تائين ٽنگيون هيون ۽ ٽڪرن ٽڪرن جا ڦانوس، پياليون
پتل ۽ ٽامي جا ديڳڙا ۽ ٿالهيون، ٽين وارن ٽين جو سامان،
ميوي وارن انب، ڪيلا، صوف، ناسپاتيون ڪٿي بازار ۾
قطارون ڪري سينگاريون هيون. وڏي عمر وارن ته
انهن ٻڌي چيو ته اسان جو شهر اندرپوري ٿي پيو آهي.
سڄي عمر ۾ اهڙو اتساهه ۽ جهجهٽو ڪونه ڏٺوسين. اهو
سارو ڪم ڪنهن خاص ڪاميٽيءَ ڪونه ڪيو ۽ نه وري
ڪو چندو ڇڙو ڪيو ويو، سڀني شهر واسين پنهنجي امنگ
۽ جذبي وچان ڪيو. اسٽيشن تي پهچڻ شرط، پروفيسر
چيتومل کي هارن سان جهنجهي ڇڏيو ويو. ڪيس وڪٽوريا
۾ وهاري، بادشاهن وانگر سواري ڪڍي ميلاڻ جهلي،
جوان امنگ وچان گاڏيءَ جا گهوڙا ڇوڙي، وڪٽوريا
پاڻ ڪاهڻ لڳا. سرڪس سان بئنڊن، دهلاري، شرنائي
وڄائڻ وارا ۽ پچمڪ ٽوليون موج مچائينديون پئي هلن.

رستي تي ڪيترن هنڌ مٿس سڳنڌي پاڻيءَ جي ورکا
ڪئي ويئي، پتاشا ۽ پٽسا گهوري مٿانئس اڇلائيندا پئي
ويا ۽ گهڻن گهڻن وٽ گاڏيءَ کي ٻهاري، پنهنجا مالها،
ڦل ڦول پيتا ڪري پئي ڏنا ويا. سرڪس کي اسٽيشن کان
سري گهاٽ تائين پهچڻ ۾ ڇهه ڪلاڪ لڳي ويا. شام جو
هومسٽيڊ هال ۾ عام ميڙ ۾ انگروايسن پاران مالپتر ڏنو
ويو ۽ شري فتحچند ٻاسنگ سندس آجيان ۾ جهڪو راڳ،
”جيٺمل لعلجي سر تان صدقي سوين هزارين“ ڳايو، سو
اڄ به اسان جي ڪنن ۾ گونججي رهيو آهي.“ (5)

## ”هند واسي ۽ ڀارت واسي“

”هندواسي“ اخبار جو ذڪر ڪندي، لالچند جڳتياڻيءَ
لکيو آهي- ”راڄڌاني، جا سنڌ جا ملڪ ساري هند ۾،
صرف ٻارهين ٻارهين مهني، ناتال ڊائري، ڪانگريس جو
ميڙ لڳي، لڏهن ڪچهه چرندي پرندي هئي، انهن کي
مالي پيسمنعجي اثر هيٺ اچي، هن روزمره جو ڪرائو
ڇپايو. اهيءَ اثر هيٺ هن (جيٺمل) ١٩١٧ ڌاري، سنڌ ۾
هوم رول ليگ جي شاخ کولي. اهيءَ سلسلي ۾ اخبار
لويسيءَ کي لڳون ڦر ڏيارائين. هن جي ”هندواسي“
اخبار لکي نه هٿون هٿ کپي وئي. لوڪ ڏکو اهيءَ
کي چاهه سان پڙهن! هو ايتري، هو مٽ پڪ. ڏهاڙي ٢٠
۽ ڏ وڏيري جي لاڪ لاهيندي هي سالڪو نه ڪري. هن جا
سوالجي وارا چٽڪا ۽ چهڙا پوش جون آکاڻيون اڄ به
پڙهن، نه هيلاءِ ۾ گهڙي ويچن.

سامهون وارن جي چرچا سندن ۾ ٻهراڻن اڌي جيٺمل
هئي ڏني پرشارت سان ڏني. هاري عقدار جو ... ڪو ...

اول اول هن ئي ڏنو. پر هن جي پيڙهه جڙواد اسي ته،
ستيه واد تي ٻڌل هئي." (6)

جيٺمل جي گرفتاري جي وچ بعد، "هندواسي" اخبار
هلائڻ جون واڳون، سنڌ جي سياسي نمورليءَ ورتيون.
اهي هئا- جيرامداس، پروفيسر گهنشيام شوداساڻي ۽ ڊاڪٽر
چوئٿرام گدواڻي. سنه ۱۹۲۰ع ۾ جڏهن مهاتما گانڌيءَ
اسهڪار آندولن شروع ڪيو، انهن هنن نمورليءَ ته ان
۾ ڀرو ورتو. کين ڊپ هئو ته متان سرڪار اها اخبار
ضبط ڪري. انهيءَ ڪري هنن اخبار جو نالو بدلائي
"ڀارت واسي" رکيو، ۽ ڪجهه عرصي بعد انهيءَ کي روزاني
اخبار مان بدلائي هفتيوار ڪيائون. سنه ۱۹۲۰ع ۾ ڀارت
واسي روزاني اخبار جو ايڊيٽر جيرامداس دولترام هئو.
سال ۱۹۲۱ع ۾ جيٺمل پرسرام وري ان اخبار جون واڳون
سنڀاليون ۽ ۱۹۲۳ تائين ان کي روزاني اخبار جي روپ
۾ هلائيندو رهيو. هن ۱۹۲۴ع ۾ ڀارت واسيءَ کي هفتيوار
اخبار بڻايو ۽ سنه ۱۹۲۵ع تائين ان کي باقاعدي هلائيندو
رهيو. ان بعد اها اخبار بند ٿي ويئي. انهن چئن ڪن
سالن واري دور ۾ جيٺمل ڀارت واسيءَ ۾ سنڌي ادب
جي جدا جدا وشين تي تنقيدي مضمون لکندو رهيو.
ترنگ جو ليرڪ شاعر جون آکاڻيون، چوڙا پوش جون
آکاڻيون، سنڌيءَ ۾ ڇپجي ۽ اعراب جا مسئلا، جدا جدا
سنڌي ڪتابن ۽ ناٽڪن تي آلوچنا، وغيره وشين تي
انهيءَ عرصي ۾ هن گهڻو ئي لکيو. ان مان گهڻو سرمايو پوءِ
وري ڪتابن جي صورت ۾ ڇپائي ظاهر ڪيائين. انهن
سالن ۾ "ڀارت واسي" ادبي موضوعن تي بحث مباحثي
جو هڪ سٺو واهڻ ثابت ٿي.

جون ١٩٢٠ع جي پهرئين هفتي ۾ الهٰ آباد ۾ ”آل انڊيا خلافت ڪانفرنس“ ۾ اسهڪار آندولن يا خلافت هلچل جو مهاتما گانڌيءَ اعلان ڪيو. انهيءَ جو اثر سنڌ جي ڪانگريسين تي پڻ گهڻو ٿيو. مسز اينيءَ بيسنٽ مهاتما گانڌيءَ جي انهيءَ خلافت هلچل جي پٺڀرائي نه ڪئي. ڄيٺمل پرسرام ۽ سندس ڪجهه ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جا ساٿي به ان ڪري مهاتما گانڌيءَ جي ان هلچل جي مخالفت ڪرڻ لڳا. سنه ١٩٢١ ۾، ٢٤ کان ٣٠ اپريل تائين مهاتما گانڌي جڏهن سنڌ جي دوري تي آيو، تڏهن ڄيٺمل ۽ سندس ساٿي وڪيل سنتداس منگهارام حيدرآباد ۾ گانڌي جيءَ سان روبرو مليا ۽ سندس اهڙيءَ ڪسي غلط ڄاڻايائون. انهيءَ قدم ڪري ڄيٺمل ڪانگريس کان بلڪل ڪٽجي ويو.

## سنڌي ساهتيہ جا گهڙا پرڻ

ڄيل مان نڪرڻ کانپوءِ ڄيٺمل جو مکيه شغل اخبار نويسي ۽ سنڌيءَ ۾ شاهڪار عمدي معيار وارا ڪتاب ڇپائي ظاهر ڪرڻ بڻيو. سنه ١٩٢١ع ۾ هن ”روح رهاڻ“ نالي سان ماهوار مخزن شروع ڪئي. انهيءَ ۾ گهڻو ڪري صوفي مت، ٿياسافي، سنات هندو ڌرم جي فلاسافي ۽ انهيءَ جي ٻين ڌرمن جي اصولن سان ڀيٽ، وغيره وشين تي ڳوڙها مضمون شايع ٿيندا هئا. اهي ڄيٺمل پاڻ اوڙي ٻيا ليکڪ لکندا هئا. مرزا قليچ بيگ جو فرزند، مرزا نادر بيگ. پڻ ان مخزن ۾ چڱو عرصو ڄيٺمل جو ٻانهن ٻيلي هئو. ”روح رهاڻ“ سنه ١٩٤٣ تائين باقاعدي جاري هئي. ان بعد، انهيءَ جو سلسلو ٽٽي پيو.

سنه ١٩٢٢ع ۾ ڄيٺمل ”نئين سنڌي لئبرري“ نالي سان هڪ ڪتابي سلسلو شايع ڪرڻ شروع ڪيو،

جنهن جو سالياني چندو فقط ڏهه رپيا رکيو ويو ۽ سال ۾
ڏهن رپين جا عمدا سنڌي ڪتاب ميمبرن کي ڏيڻ
جو اعلان ڪيو ويو. انهيءَ سلسلي ۾ جملي ڪُل ٻارهن
ڪتاب ڇپائي ظاهر ڪيو، اهو آهي "شاهه جون
آکاڻيون" ڀاڱو ٻارهون. ڪتاب جو ليکڪ خود جيٺمل
هو. هن شاهه جي ٻوليءَ ۾ ٿي شاهه جي رسالي ۾ آيل
ڇهه آکاڻيون ان ڪتاب ۾ ڏنيون. اهي آهن - سهڻي - ميهار،
حسن حسين، مومل - راڻو، راءِ ڏياچ، ليلا چنيسر، ڄام
تماچي ۽ نوري. اهو ڪتاب "پارس واسي پريس"
حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيو ۽ پريس جو مالڪ هئو جيٺمل جو
ڀاءُ آتورام. ڪتاب "سنڌي ساهت پبلشنگ ڪمپني"
والي سان ڇپائي ظاهر ڪيو ويو. ٻارهن سال ۾ گراهڪن
کي جملي سنڌي ڪتاب ڏنا ويا، انهن مان ڪجهه آهن-
**هئمليٽ، دکي انسان ۽ سچل سرمست.**

انهيءَ ساڳئي سال جيٺمل ٻيا ٻه ڪتابي سلسلا جاري
ڪيا. جن جا نالا آهن- "سستو عمدو ساهت مالا" ۽
"برهم وديا مالا" ٻنهي ڪتابي سلسلي هيٺ اصولڪن
لکيل ڪتابن سان گڏ، جدا جدا ٻولين جي ساهتڪ مان
چونڊ شاهڪار ترجمائون الڳ ڪري گراهڪن کي ڏنيون
وينديون هيون. "برهم وديا مالا" هيٺ وري گهڻو
ڪري الڳ الڳ ڌرمن جي ڄاڻ ڏيندڙ ڪتاب، آتم درشن،
فلاسافي، فلاسافيءَ جي عام پڙهندڙن کي سمجهه ۾ سولي
معلومات مهيا ڪندڙ اهڙا ڪتاب شايع ڪيا ويندا هئا.
انهن ڪتابي سلسلن هيٺ جيٺمل سنڌيءَ ۾ هڪ سؤ کان
به مٿي سنڌي ڪتاب ڇپائي ظاهر ڪيا. ان زماني ۾
سنڌي ساهت جي اها هڪ لاثاني خدمت هئي. سنڌي

ساهتيه جا گهڻا ٻرڪ لاءِ، راجرشي ڏيارام گدومل شهاڻيءَ
جو پٽ شري کيولرام، جيٺمل کي باقاعدي مالي مدد
ڪندو رهيو. انهيءَ ڪانسواءِ ٻيا سنڌي دانوير پڻ هن
ساهتيڪار کي سهائتا ڪندا رهندا هئا. انهن سالن جا
گهڻا ڪتاب بلٽونسڪي پريس، هندو آشرم، حيدرآباد سنڌ
۽ ڀارت واسي پريس ۾ ڇپيل آهن.

## "سنڌ هيرلڊ" ۽ "پرڪاش"

جيٺمل کي اخبار نويسيءَ جو جيڪو چسڪو هڪ ڏينهن
لڳي چڪو هئو، تنهن کيس آرام سان ويهڻ نه ڏنو.
سنه ١٩٢٨ع ڌاري جيٺمل ڪراچيءَ ۾ وڃي پريس کولڻ
جو فيصلو ڪيو. سندس گهرواريءَ ڌيئرن جي شاديءَ
لاءِ ٿورا ٿورا پئسا حيدرآباد جي ڪکر ڪمپنيءَ ۾ ڀرائڻ
شروع ڪيا هئا. بس، جيٺمل جي اک انهيءَ بچت واريءَ
رقم تي پيئي. زال کي جيئن تيئن ڪري مڃايائين. اتان
ٽيهن کن هزار مليس. حيدرآباد مان لڏي پڏي وڃي
ڪراچيءَ پهتو. ڪئمپ لاءِ رتن تلاءَ تي سمر هائوس
مسواڙ تي ورتائين ۽ امپيريل بئنڪ منٽگمري روڊ، ميري
ويدر ٽاور جي ڀر ۾، "راجا پرنٽنگ پريس" نالي سان
ڇاپخانو برپا ڪيائين. اڪيلي سر روزاني اخبار کي منهن
ڏيڻ مشڪل سمجهي، جيٺمل پنهنجي گهاٽي دوست
لالچند جڳتياڻيءَ کي به ڪراچيءَ گهرائي ورتو. ٻنهي
سوارهن هزار ۾ بندر روڊ تي هڪ بنگلو اسي روپيا ماهوار
مسواڙ تي ورتائين. پاڻ ڪٽنب سوڌو مٿي پهرئين ماڙيءَ
تي رهڻ لڳو ۽ لالچند پنهنجيءَ اڪيلي سنتان ديويءَ
سان گڏ، ان بنگلي ۾ هيٺين طبقي ۾ رهڻ لڳو.

سنه ۱۹۲۹ع ۾ ڄيٺمل ڪراچيءَ مان "سنڌ هيرلڊ" نالي سان انگريزيءَ ۾ هفتيوار اخبار جاري ڪئي. ان جي هلائڻ ۾ پوءِ گردبال ملڪ ۽ "هندستان" سنڌي اخبار ۾ ڪم ڪندڙ شانتي شهاڻي به اچي سندس ڀاڱين ڀائي ٿيا. "سنڌ هيرلڊ" جو ٻاهريون پرچو سهڻو ۽ آرٽ پيپر تي ڇپبو هو ۽ سنڌ ۾ ان جي تمام گهڻي آجيان ٿي. ڄيٺمل جي اخلاق جي اهميءَ مان پايءَ پائس ساک ٿي ملي ته هو پنهنجيءَ اخبار ۾ ڪڏهن به شراب جي وڪري جا اشتهار نه ڇاپيندو هو.

ڪراچيءَ مان ڪجهه عرصو اڳ ۾، گوپالداس ليکراج "پرڪاش" نالي سان سنڌي اخبار شروع ڪئي هئي. سال ۱۹۲۹ ۾ انهيءَ اخبار جو مهتمم به ڄيٺمل ٿيو ۽ لالچند کي ڀاڱين ڀائي بڻايائين. پر اها اخبار ٿي ڪن سال مس هلي سگهي.

سال ۱۹۳۱ع ۾ "سنڌ هيرلڊ" جو سنڌي ايڊيشن روزاني اخبار جي صورت ۾ به نڪرڻ لڳو، جنهن جو سمپادڪ پڻ ڄيٺمل هو.

ڄيٺمل جي پٽ رام، ان زماني جون يادگيريون قلمبند ڪندي لکيو آهي ته انهيءَ دور ۾ سندس پتا کي چڱو ئي نقصان پيو. هو قرض کڻي پيو خرچ کي منهن ڏيندو هو. پوءِ ڪجهه عرصو منگهارام مهتانيءَ سنڌ هيرلڊ جي خرچ پکي ۽ وڪري جون واڳون سنڀاليون ته هر مهيني ٽي هزار کن روپيا فائدو ٿيڻ لڳو. ڄيٺمل کي انهيءَ اخبار جي دوران گهڻائي لڪ لڳهٽا پيا. سنه ۱۹۳۲ع جي ڳالهه آهي ته هڪ انگريز پادريءَ، فرٽهمر براولس ۾ انگريزن جي ڪي ظلم ڪيا هئا، ان تي هڪ رپورٽ لکي. ڄيٺمل

پنهنجيءَ اخبار ۾ لکندا رهيا، جنهن تي سرڪار هڪدم سندس پريس ضبط ڪري ڇڏي. پوءِ بابو ڪيمچند عام نيلام ۾ اها پريس خريد ڪئي ۽ حيدرآباد کڻائي ويو. اِن طرح ”سنڌ هيرالڊ“ گهڻو عرصو بند رهي.

## سنڌ نيشنل ڪاليج ۾:

سال ۱۹۳۳ع ۾ جيٺمل سنڌ نيشنل ڪاليج، حيدرآباد ۾ سنڌيءَ جو پروفيسر مقرر ٿيو. جيتوڻيڪ هو فقط مئٽرڪ پاس هئو، ليڪن هوندي به، پنهنجيءَ سرڪار جيٺمل جي علم ۽ ادبي شعورن کي ڏسي، ڪيس اِن عهدي لاءِ تسليم ڪيو. جيڪي هن وقت پڙهيا آهن، اهي ڳالهه ڪن ٿا ته جيٺمل کي مقرر ڪيل ڪورس پورو ڪرائڻ جي ڪابه چنتا ڪانه هوندي هئي. بس، جڏهن صوفي ڪلام سمجهائڻ شروع ڪندو هئو ته پنهنجي وسيع علم ۽ آلم گيان جي پلٽ پلٽان ڪري ڇڏيندو هئو. ڪلاس ۾ وينل شاگرد به هڪ نئين گيان جي اٿاهه ساگر ۾ پيا ٽٻيون ڏيندا هئا.

## قومي ۽ سماجي ڪيتر ۾:

جيٺمل ست اٺ سال انهيءَ ڪاليج ۾ پاڙهيو. انهيءَ دوران به هن جو قلم ڪو بند ڪونه ٿيو. بمبئي پريزيڊنسيءَ کان سنڌ کي الڳ ڪرڻ جي سوال تي لڳاتار پنهنجيءَ ليکڻيءَ ۽ تقريرن رستي پرچار ڪندو رهيو. موزي جي ڳالهه اِها ته پيا گهڻا هندو اڳواڻ انهيءَ جي خلاف هئا. پر جيٺمل پنهنجيءَ راءِ تي اڏول بيٺو رهيو ۽ سنڌي مسلمانن جو ساٿ ڏنائين، جيڪي سنڌ جي علحدگيءَ لاءِ سالن کان جدوجهد ڪري رهيا هئا. نيٺ اپريل ۱۹۳۶ع ۾ سنڌ جدا پرڳڻو ٿيو.

ان عرصي ۾ چيتمل زميندارن جي ظلمن جي اوگھڙ
ڪندي، "هاري حقدار" جو نالو بلند ڪيو ۽ غريب
ڪڙمين، پورهيتن جي ترقيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو.
ٻئي طرف، سنڌ ۾ "سوديشي هلچل" (Buy Indian)
جي پرچار لاءِ به ڏينهن رات جدوجهد ڪندو رهيو.
چيتمل جي پٽ رام لکيو آهي ته ١٩٣٥ ۾ "باءِ انڊين"
هلچل شروع ڪيائين. ڏسجي ٿو ته جيڪا به ڳالهه شروع
ڪندو هو، تنهن کي پنهنجي اصليت ڏيندي هئي.
لامبرٽ مارڪيٽ، شرڪتيءَ جي ويجهو "باءِ انڊين"
دوڪان کليا ۽ اڳيان به انهيءَ کي لوڪ پريهه ٻڌائڻ لاءِ شام
جو مسافرخاني جي پرسان "باءِ انڊين" ميلو به شروع
ڪيائين ۽ ڪٿان ڪٿان جا صوفي فقير ڳائيندڙ ۽ ٻيا ڪٺا
ڪيائين. ڪافيون ۽ ٻيتون اهڙيون ته لکيون جو ماڻهن
جا هشام اچي لڳا. "باءِ انڊين" ٽيڪ جو شولق هڪ
پاسي، ٻيتي ۽ ڪافين جو سر ٻئي پاسي.

چيتمل سنڌ ۾ ٿياسافيءَ جي پرچار ۽ ڦهلاءَ ڪرڻ ۾ به
وسان نه گھٽايو. ان سوسائٽيءَ جون شاخائون ڪراچيءَ ۽
حيدرآباد شهرن ۾ گھڻو اڳ ٻريا ٿي چڪيون هيون.
چيتمل انهن جي ڪاروبارن ۾ مکيه هئو. پروفيسر هريرام
ٻتاڻي، جيڪو حيدرآباد سنڌ ۾ ٿياسافيڪل لاج جو
سيڪريٽري هئو، تنهن لـ آهي "آءِ ٿياسافيڪل لاج
جو سيڪريٽري هوس ۽ لئبرريءَ جو انچارج. ڏسندو
هوس ته هرڪو ون ڪتاب اڌو چيتمل پڙهندو هئو،
سومر صبوح جو ڪراچيءَ مان ايندو ۽ شڪروار جو ليڪچر
ڏيئي، ڪراچيءَ واپس ويندو هو. ڇنڇر، آرتوار تي
نئي ڪتاب جي آڌار تي ڪراچيءَ ۾ ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ

جي ميمبرن اڳيان پاٺ ڪندو هو، ۽ باقي ٻنهي مان
هڪڙي ۾ ٻه دفعا حيدرآباد لاج ۾ پنهنجا ويچار ميمبرن
اڳيان پيش ڪندو هئو. هن جي پاٺ وقت حيدرآباد
جو ٿيسافيڪل لاج پورو ڀرجي ويندو هئو. جهڙو هوس سنڌي
ٻوليءَ تي قبضو، تهڙو هوس انگريزيءَ تي. پاٺ به
ڪندو هئو، جنهن مک مان لفظ ۽ معنيٰ جا هيرا موتي پيا جهرندا
هئا. هن جا گوناگون خيال ۽ ويچار من جون ڪڙڪيون
کوليندڙ هئا. هر هڪ ليڪچر جي آخر ۾ سوالن جوابن جو
سلسلو رهندو هئو. سندس جواب ٻڌي ۽ تسلي بخش،
اندر کي جهنجهوڙيندڙ ۽ من ۾ پهچي ويندڙ هوندا هئا." (7)

جيٺمل جي ڪارن ۽ مشغولين جي ڪهاڻي اها آهي
ته چاهي هو ڪاليج ۾ پروفيسريءَ جي عهدي تي هئو،
چاهي انهيءَ کان فارغ ٿيڻ بعد وري سماجي ڪارن ڪيتر
۾ گهڙيو، هن لاءِ ٻئي حالتون سمان هيون. هر وقت هو
جدا جدا مسئلن ۽ جهيڙن سان مقابلو ڪرڻ لاءِ تيار رهندو
هئو. سنڌ نئشنل ڪاليج حيدرآباد ۾ پاڙهڻ دوران پڻ
هو "سنڌڙي" هفتيوار اخبار جو آنريري مهتمم ٿي،
۱۹۳۳-۳۴ ڌاري ان مخزن کي هلائيندو رهيو. وشن جيڪتياڻيءَ
لکيو آهي، "جيتوڻيڪ پروفيسر جيٺمل راجپتيءَ ۾
مهاتما گانڌيءَ جي خلافت ۽ قطع تعلقات وارن هلچلن جو
سخت وروڌ ڪيو ۽ انهيءَ ڪري سندس ڪيترن سنڌ
جي اڳڪ قومي اڳواڻن سان اختلاف هئا، انهن ته جيڪي
ته وقت به وقت سنڌ اندر قومي ٻيهوديءَ جون هلچلون
هليون، ان ۾ هو زوردست ڀاڱو وٺندو هو. جڏهن ته هلچل
۾ ڀاڱو وٺندو هو، سو نه ڪڏهن رواجي انداز ۾، پر جٽڪ
ان ۾ ٽڪي پوندو هو. هن جي اندر ۾ جذبات ڀڙڪو

ڪانه آندي هئي. سڄي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ رُلڻ
ڪري، پنهنجي تقريرن دوران ڇڪ ولوڙ وجهي ڇڏيندو
هو. عام خلق توڙي خاص اڳوان ڏانهس ڇڪجي ايندا
هئا ۽ سندس ويچار ڏاڍي اُمنگ ۽ اُتساهه سان ٻڌندا هئا
۽ چوگرد ڪانفرنسون لڳي وينديون هيون. ظلم جي
ڪهاڻي ٻڌندو هو ته، هن جي خون ۾ لرزش پيدا ٿي
ويندي هئي ۽ هن جي مٿي جا وار ڪڙا ٿي پوندا هئا.
ٻڪتي ڪيتر ۾ ٻچڙن ۽ وڏڙن سان جيڪي قهر ٿيندا هئا،
ان جي هو ڀرپور مخالفت ڪندو هو. ڇوڪرين جي اوچ
تعليم جي ڀاري ۾ هن خوب ڀاڱو ورتو هو. سماجڪ اوڻاين
کي ڪيئن روڪجي، ان لاءِ جيڪي اُپاءَ هليا، ان ۾
هن مکيه ڀاڱو ورتو. اوم منڊلي ۽ واري هلچل ۾ چڱي
سرگرمي ڪيائين. سامي واد جو پرچار سنڌ ۾ پهريائين پهريائين
پروفيسر چيتمل ڪيو.

...."هاري حقدار" جو نعرو سنڌ اندر اول اول پروفيسر
چيتمل هنيو ۽ هارين کي حق ڏيارڻ واري هلچل ۾،
سنڌ اندر اوائلي رهنمائي پروفيسر چيتمل ڪئي. هندو
مسلم ايڪتا جو پروفيسر چيتمل حامي هو ۽ ڪيترن نازڪ
موقعن تي، جڏهن نفاق جي باهه ڀڙڪو کائي اُٿندي هئي،
تڏهن پير غلام محمد، شري سنتداس منگهارام ۽ ڊاڪٽر
چيمنداس سان گڏجي وچ ٿابر آڻيندو هو. زبان زبان
واري مسئلي تي خوب هن ڊاڪٽر دائود پوٽي ۽ سندس
حمايتين سان ٽڪري کاڌي، جنهن ۾ پروفيسر ناگراڻي ۽
ٻين سندس همراهي ڪئي." (8)

چيتمل جي جدا جدا ڪمن جي جهلڪ اسان چوڏهن خطن
مان به ملي ٿي، جيڪي هن غلام مرتضيٰ شاهه "سيد" کي

لکيا آهن. سال ۱۹۳۲ع ۾ هن حيدرآباد مان هڪ خط ۾ سيد صاحب کي لکيو آهي. "آءٌ هتي حيدرآباد گذريل جمعي کان وٺي ڪم ڪري لکي پيو آهيان، جو ۲۴ آگسٽ جنم اشٽميءَ تي هت "سوديشي" ميلو آهي، جنهن لاءِ اوهان کي لکڻ ڏجي ٿي، جا ضرور موڪليندا .... آءٌ شهرن جو حال ڏسي، منجهائجي ڪک ٿيو آهيان. سيدن خود مطلب موڙيءَ ۽ بيوفائيءَ کان منهنجي دل بيزار ٿيل آهي. پر ته اسين شهرن وارا ديوان ۽ سيٺيون ۽ اوهين ڳوٺن وارا ميان صاحب، زماني جا ڪاٺو پاٽ آهيون. اسين مڙئي عام جو راڄ پنهنجي پيرن هيٺ رکي رهيا آهيون .... جيئن آءٌ چٽل هوس، ليڪن توهين جي ساڳيو من رکندڙ هجو ها، ته ڪو ڳوٺاڻي خدمت پسپمت ڪجهه، ته ڪجهه ڪريو ها. منهنجو سمورو من هن وقت هاريءَ جي دکي حالت منجهه گرفتار آهي. هاري معلق غريب عام. هاڻ اهو به خيال آيو آهي ته شايد حيدرآباد جو شهر، جو به ڳوٺن جو وڏو مرڪز آهي، تنهن کي جو ته اُلهيءَ ڪم جو هيڊ ڪوارٽر ڪجي. پيو سنگتين سان پهان، چوان پيو ته "ٻاهر الدڀان" جي ڪم کي به الهن پهار جي، جو ڳوٺن ۾ لهرائڪ ڪسي ڪٽي وڃي سگهجي." (9)

ڪراچيءَ مان ڏهين آڪٽوبر، ۱۹۴۲ع تي هن سيد کي لکيو آهي، "پيارا دوست، توهان ڏسي ورتو آهي ته سنڌ جي سياست ۾ ڪهڙي خرابي داخل ٿي چڪي آهي، جا ڏينهون ڏينهن ابتر ٿيندي وڃي ٿي. آءٌ سنڌ جني گهمڻ ڪرڻ بعد، ان جي اُلهيءَ ۽ نازڪ حالت جو تجزيو ڪندي، هن راءِ جو ٿيو آهيان ته هن حالت جي ڪري، معاملا وڌيڪ نازڪ ٿيندا ويندا. تنهن ڪري توهان کي

عرض ٿو ڪجي ته اهو ڪم طريقي ٿي ڪرڻهي، سواءِ هن
جي ته "سنڌ پيپلز پارٽيءَ" کي سياسي ميدان ۾ وري
نئين سر زنده ڪجي. اسان جي دوستن جو گروهه اهڙيءَ
مسئلي تي چند سالن کان غور ڪندو رهيو آهي ته "سنڌ
پيپلس ائسوسيئيشن" ٺاهي وڃي، جنهن جو اهو نالو "راڄ
مهاڄ ڪانفرنس" هوندو. جنهن جا مقصد: سنڌ جي
خوشحالي، امن ۽ اتحاد هوندا.

پر سنڌ جي موجوده حالتن مطابق اهو ڪافي نه ٿيندو.
وقت جي تقاضا آهي ته ملڪ ۾ نازڪ حالتون، جي هڪ
ٻئي کان پوءِ نمودار ٿينديون رهيون آهن، يا ٿيڻ واريون
آهن، انهن کي پوريءَ نندهيءَ، فڪر ۽ جرئت سان منهن
ڏنو وڃي - جهڙوڪ، مارشل لا، ايڊون، ڏڪر جو ڊپ.
ان کان سواءِ جنگ جا ڪارا ڪڪر اهڙا تيار بيٺا آهن،
جي ڪنهن به وقت وسي سگهن ٿا. ان لاءِ سمورين حالتن
جي تقاضا اها آهي ته اسان کي گڏجي ڪو قدم کڻڻ
گهرجي .... آءٌ هيٺيون تجويزون اوهان جي آڏو عرض
رکان ٿو.

(١) سنڌ پيپلز پارٽي آئيني ميدان ۾ ڪم ڪندي.
ان جو پروگرام سوشلسٽ هوندو، يعني سماج ۾ سڀڪو
پنهنجي وسعت آهر، ٻين کي ضرورت موجب مدد ڪري.

(٢) سنڌ پيپلز پارٽي، هندستان جي آزاديءَ لاءِ ڪم
ڪندي، جو ڪم انسان ذات جي عام آزاديءَ جي مطابق
هوندو.

(٣) سنڌ پيپلز پارٽي، سنڌ جي تعمير ۽ عام ماڻهن جي
فائدي لاءِ پروگرام ٺاهي، ان مطابق ڪم ڪندي.

(٤) هاري، مزدور (پورهيا اهي ئي مزوريءَ وارا هجن

۽ تعليم يافته)، زميندارن ۽ ڪارخانن کي عوام جي فائدن لاءِ ڪتب آڻڻو پوندو." (10)

انهن مثالن مان ظاهر آهي ته جيٺمل کي سنڌ جي بهتريءَ لاءِ ڪيتري نه گهڻي لگن لڳل هئي. هو هر دم، هر ڪنهن پل ۾ سنڌ جي ڀلائيءَ لاءِ نه فقط سوچيندو رهيو، پر ان لاءِ ڏينهن رات پاڻ پتوڙيندو رهيو. هن سنڌي ٻوليءَ ۽ ساهت جي واڌاري لاءِ سن ١٩٣١ ۽ ١٩٤١ ۾ ڪانفرنسون ڪرايون ته سن ١٩٤٣ع ۾ جڏهن وڪرم سمبت جا ٻه هزار سال پورا ٿيا، تڏهن **"وڪرم سميلن"** ۾ به مکيه ڪردار ورتو. ان سميلن جي هڪ ٺهراءَ موجب سنڌ ۾ **"وڪرم يونيورسٽي"** برپا ڪرڻ جو به فيصلو ڪيو ويو. انهيءَ جو مکيه مقصد هو سنڌ ۾ سنسڪرت ڀاشا ۽ ڀارت جي شاندار سڀيتا ۽ سنسڪرتيءَ جي سنڌ وارن کي شناس ڪرائڻ. ملڪ جي ورهاڱي سبب اها رٿ عمل ۾ اچي نه سگهي. وڪرم سميلن ۽ وڪرم يونيورسٽيءَ برپا ڪرڻ وارن ڪمن ۾ مهندار ڀاڱو وٺندڙ ڪارڪنن جيٺملي ۽ جيٺمل سان گڏ مکيه ڪم ڪندڙن ۾ شامل هئا.

غلام مرتضيٰ شاهه سيد سن ١٩٤٠ع ۾ تعليم جي وزارت دوران **"سنڌ يونيورسٽي"** برپا ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ان لاءِ هن جيڪا ڪاميٽي مقرر ڪئي، تنهن ۾ جيٺمل پرسرام کي به ميمبر طور کنيو هئائين. ١٩٤١ع ۾ سرڪار طرفان سنڌي ادب (ساهت) لاءِ مرڪزي صلاحڪار ڪاميٽي ٺاهي وئي، ان ۾ به جيٺمل کي ميمبر طور مقرر ڪيو ويو.

غلام مرتضيٰ سيد، جيٺمل بابت لکيو آهي ته "هو (جيٺمل) مهذب سياسي مددگار ۽ صلاحڪار، تصوف ۾

اُستاد، دوست ۽ پاڻ ئي پٽي رهيو. جيڪڏهن ڪنهن ٻه
هڪ انسان منهنجي زندگيءَ تي گهڻي ۾ گهڻو اثر ڪيو،
ته اهو پاڻ جيٺمل هو. ڪراچي لوڪل بورڊ جي ڪشمڪش ۾
مون سان ساڻ هو. سنڌ ۾ ڪوآپريٽو تحريڪ جي زور
وٺڻ ۾ سندس هٿ هو. هوم سڌار هلچل سندس صلاح
۽ مشوري سان هلندي هئي. صوفي سماگم، صوفي راڳ،
جون مجلسون سندس موجودگيءَ سان ٻهڪنديون رهنديون
هيون. ڪانگريس سان اختلاف ٿيڻ وقت هن منهنجي
مدد ڪئي. (10-A)

## ملڪ جو ورهاڱو ۽ لڏ پلاڻ

سن ١٩٤٧ ۾، ١٥ آگسٽ تي هندستان کي آزادي
حاصل ٿي. پر انهيءَ لاءِ برطانيه سرڪار ملڪ کي ٻه ٽڪرا
ڪري ڇڏيو ۽ هڪ نئون ملڪ "پاڪستان" هستيءَ ۾
آيو. انهيءَ کان سال ڏيڍ اڳ ۾ ئي ساري هندستان ۾
هندن ۽ مسلمانن وچ ۾ رنجش ۽ نفاق جي باهه ڀڙڪي
چڪي هئي. ان ڏانهن اشارو ڪندي، جيٺمل ٢ آگسٽ،
١٩٤٦ع واري خط ۾ سيد کي لکيو آهي ته "وري نئين
مشڪلات پيدا ٿي آهي، جنهن ۾ اسان سڀني کي وري
نئين سر آزمايو ويندو. ان جو علاج صرف اهو آهي ته سنڌ
مان انساني تحريڪ هلائي وڃي. گهڻو وقت اڳ، ڪرشنا
مورتيءَ فرمايو هو ۽ اڄ به چوي ٿو ته انسان جا ٻه دشمن
آهن: ڪٽر قوم پرستي ۽ دقيانوسي مذهب." (11)

سال ١٩٤٧ ۾ ٻهڻين جون ڌاري، ملڪ جي ورهاڱي جو
اعلان ٿيو هو. ان ڏانهن اشارو ڪندي، جيٺمل، غلام
مرتضيٰ سيد کي لکيو آهي ته:

" سنڌڙي :

اڙي، ڀورين ۾ لڙهندو وڃان ٿي،

مٽيءَ جي مدارمع، ڪيڏ ڪا مهار!

مهار :

مٺان ٿئين ملور، آءٌ اوڏو ٿي آهيان،

ڏسڻ ۾ ڪرڏو، پر حد ڀلهي جي هيڪڙي!

پيارا، ويئا واڻون نهاريون .... اچو ڪيون خبرون پڙيون
هولڊو، پر مهمڇپي دل ڪان ٿي لڏي.

اس چشم موري لي عجب اسرار ديکا ٿا،

ڪ بيچ أبر دي آفتاب ڪا أنوار ديکا ٿا!

(سچل)

مُن جي سُن مدجهاڻ، پڙون ٿا ته سنڌ جو ڏهن سالن
وارو آواز قلمبند ٿي چڪو آهي.

اسان جي "روح رهاڻ" وري ڇپجي چڪي آهي.
موڪلجي. (12)

(هن خط مان ظاهر آهي ته سن ١٩٤٧ ۾ جيئمل وري
مئي - جون ڌاري "روح رهاڻ" ماهوار مخزن شروع ڪئي
هئي، جيڪا وچ ۾ ڪجهه سال بند ٿي وئي هئي).

پاڪستان ٺهڻ وقت جيئمل جي ڪهڙي حالت ٿي
هئي، اِلهيءَ جو ورڻن ڪندي سيد لکيو آهي، " اسان
جي ڪرمن جي ڦل جڏهن هندستان کان هي ٽڪرو ملڪ
جو جدا ڪري پاڪستان قائم ڪيو، ته هر طرف هندو-
مسلم فساد ٿيڻ لڳا ۽ رت جا ريلا وهڻ لڳا. هن صوفي
مرد لاءِ اها درد ناڪ حالت سهڻ ڪيان مٺي هئي. هندو
لڏڻ لڳا، پر هي اٽل ٿي هتي ويهي رهيو. جي، وطن
کي ڪيئن ڇڏيو. هڪدم پاهران آيل مهاجرن جي مدد ۽

هتي جي هندن لاءِ، اقليتن جي جماعت ٺهرايائون. منهنجي
جاءِ تي ميٽنگون ٿيڻ لڳيون. آخر مون سان شيخ
عبدالمجيد سنڌي صاحب ۽ صاحبزادي ستارجان ۽ ٻين
سان گڏجي، هر سنڌ جي شهر تي لڪري، هندن کي
سمجهائڻ هليو ته وطن ڇڏي ٻاهر نه وڃو. پر هنن جي
ڪنهن به نه ٻڌي، الٽي ڳالهه، هٿي هن کي بيمار ڪري
وڌو. سندس ڪٽنب اڳ ۾ ئي بمبئيءَ وڃي چڪو هو.
لاچار، جڏهن علاج جو اپاءُ ڏٺائين، ڪيس بمبئيءَ ڪٺائي
ويا، تڏهن آءٌ ڪيس جهاز تي ملڻ ويس. چيومانس ته
"دادا اوهان پڻ چيو هو ته سنڌ ڪين ڇڏيندس، هاڻي
چو ٿا وڃو؟" چيائين ته "بيماريءَ ڪري ڪٽي وڃڻ ٿا،
سگهو ٺيڪ ٿي موٽي ايندس." پر موٽي ڪين آيو."

جيٺمل جي پٽ رام پنهنجي يادگيرين ۾ لکيو آهي ته
سندس پتا جو پڪو وشواس هو ته سنڌ ۾ جتي گهڻا صوفي
درويش ٿي چڪا آهن، ۽ درگاهن تي هر سال هندن ۽
مسلمانن جا ميلا لڳن ٿا، اتي مسلمان ڪڏهن هندن جو ساٿ
ڪين ڇڏيندا. ان ڪري هندن لاءِ سنڌ ڇڏڻ جو سوال ئي پيدا
ڪونه ٿيندو. ان لحاظ کان پڻ هن پاڪستان جي جشن ۾
شرڪت ڪئي. تاريخ ١٤ آگسٽ ١٩٤٧ تي، ڪراچيءَ ۾
جناح کي شاندار آجيان ڏيڻ جو پروگرام رٿيو ويو. ان
ڏينهن اِن شهر ۾ ڌام ڌوم سان جلوس ۾ جناح کي گهمايو
ويو. جيٺمل انهيءَ موقعي تي پاڪستان جي هن اڳوان
جي آجيان ۾ "سنڌ هيرالڊ" جو شاندار نمبر شايع ڪيو.
ان جي ڇپائي جي جوابداري سموري هن رام تي رکي.
اخبار جو اهو نمبر پندرهن روپيه تي "قرباني" اخبار جي
پريس ۾ ڇپيو. رام، شام جو جيئن پريس مان ڪم

ڪري ٻاهر نڪتو ۽ بندر روڊ تي شاهي سرگس ڏٺائين.
اٺن، گهوڙن، گاڏين ۽ موٽر ڪارن جي وچ ۾، وڏي
سينگاريل گاڏيءَ ۾ جناح صاحب ويٺو هو. جلوس ۾
هلندڙن مسلمانن وڏي واڪي سان اهو نعرو بار بار پئي
دهرايو -

”هنس هنس ڪي ليا پاڪستان،
مر مر ڪي لينگي هندستان.“

رام جون واڇون ئي ولڙيون ئي ويون. سندس اوسان
خطا ٿي ويا. ڀڄندو گهر آيو ۽ اکين ڏٺي سموري روداد
پتا کي ورنن ڪري ٻڌايائين. ڪنهن عرض ڪيائين ته اهڙيءَ
حالت ۾ هندن کي سنڌ ڇڏڻ کان روڪڻ ته گهرجي. پئي
ڏينهن ٿي آچاريه ڪرپالاڻيءَ ۽ ميٺارام هاسٽل ۾ صبوح
جو گڏ ٿيل هندن جي ميڙ ۾ ان ڳالهه تي زور ڏنو ته هندو
سنڌ مان لڏين بلڪل نه. ڪانگريس سرڪار سنڌين هرڪا
مدد ڪندي. چنتا جي ڪا ضرورت نه آهي. ان حالتن
سنڌ ۾ ٻڌ ڏينهون ڏينهن ويون بگڙنديون. مجبور ٿي
لکن جي تعداد ۾ سنڌ مان هندو نڪرڻ لڳا.

چيتومل جي پٽ رام، سن ١٩٣٦ع ۾ لالچند جي سڪيلڌي
ڌيءَ ديويءَ سان لانئون لڌيون هيون. پئي ڪاليج ۾ به
گڏ پڙهيا هئا. جيئن ته لالچند اڪيلو هئو ۽ ڌيءَ ۾ گهڻو
موهه هوس، انهيءَ ڪري رام شاديءَ بعد به گهڻو عرصو
لالچند وٽ رهيو. چيتومل ۽ لالچند پئي صوفي طبيعت جا
هئا ۽ هندو-مسلم ايڪتا جا پڪا پرچارڪ هئا. ان ڪري
ٻنهي جو اهو ئي ارادو هو ته پاڪستان ٺهڻ بعد به سنڌ
۾ ئي رهبو، اباڻو چنو ڪين ڇڏبو. پر رام انهيءَ تيل لڳڻ
ئي نه ڏني. سندس وري اهو پڪو اعتقاد ٿي ويو ته

هوڙين حالتن ۾ هندو سنڌ ۾ سک جو ساهه کڻي ڪين سگهندا. بس، پوءِ ته پنهنجي ابيءَ ۽ ڏاڏي جي روڪڻ جي باوجود، هو سيپٽمبر ۱۹۴۷ ۾، ڀيڻ ۽ ڀيڻوئي نانڪ سان گڏ، پاڻيءَ جي جهاز رستي، ڪراچيءَ کان اوکا بندر تي پهتو. اتان ٽرين رستي هو اندور ويا. پر رام کي اتي چين نه آيو. ايندڙ ڊسمبر، هو اچي بمبئيءَ پهتو، جتي سندس ٻيا ڪجهه مائٽ اڳ ۾ پهچي ويا هئا.

جنوريءَ ۱۹۴۸ع ۾ ڪراچيءَ، حيدرآباد ۽ سنڌ جي ٻين ڪن شهرن ۾ فرقيوار فساد ٿيا. ان کان پوءِ ته سنڌي هندن کي خاطري ٿي وئي ته هو ملڪ ۾ جان ۽ مال جي سلامتي ڪين حاصل ڪري سگهندا. لڏپلاڻ ڏينهون ڏينهون زور وٺندي وئي. رام اڃا بمبئيءَ ۾ ئي هئو ته ديوي پنهنجن پيارن ۽ ٻين مٽن مائٽن سان اچي بمبئيءَ پهتي. لالچند ۽ جيٺمل ٻئي سيٺ سنڌ مان اکڙڻ کان اڳو اکڙ واري ويٺا هئا. پر پارن جي وڇوڙي ۾ هو گهڻو وقت سنڌ ۾ رهي نه سگهيا. جيٺمل ڪراچيءَ ۾ بيمار ٿي پيو. ان تي ڊاڪٽر ڀڳوانداس گرشاڻي، ڊاڪٽر چندداس چگتياڻي ۽ ٻيا سندس ساٿي، مارچ ۱۹۴۸ ۾ جيٺمل کي رهائي، ساڻ وٺي اچي بمبئيءَ پهتا. ڪيس دلاسو ڏنائون ته طبيعت سڌري ته پوءِ هلي واپس پنهنجيءَ جنم ڀومءِ تي وڃجانءِ. هوڏانهن لالچند جو به موهه ڌيءَ ۽ ٻارن ۾ گهڻو هئو. سو سندن وڇوڙي جي سٽ هن جو هنياءُ سهي نه سگهيو. جنهن ڪري اڃا ٽي مهينا ڪراچيءَ ۾ گذر ڪيائين. هو "مهراڻ" رسالي جو ايڊيٽر هئو. آخر جنوريءَ کان جون تائين ڇهن مهينن جو مهراڻ هڪو پرچو شايع ڪري، جولاءِ ۱۹۴۸ع ڌاري هو به

سنڌيءَ کي الوداع ڪري اچي ٻمبئيءَ پهتو هو. ان
ڏڌان هو ٻڍو ٿين اوڙي مون سان گهڻو نٿي ٿڪو هئو.
اهڙيءَ طرح، سياست ۽ قومپرستيءَ جو هن ملڪ ۾ اڻڙ و
۽ اڻٿڪ چڪر هلندڙ، جنهن هندو - مسلم ايڪتا جي خاطر
حمايتين ۽ صوفي درويشن جي دلين ۾ هڪ گهرا زخم ڪري
ڇڏيا. سالن کان سچائي عالمي ڀائيچاري جا سهڻا سپنا،
هڪ ڪن پل ۾ چور چور ٿي ويا.

## آخري سفر

جيٺمل جو تن ته اڳيئي ڪمزور ٿي چڪو هئو. ان ۾
مٿان وري سندس دل ۽ دماغ کي سنڌ ڇڏڻ جو ڪاپاري
ڌڪ لڳو. بس، هيءُ مڙس هڪ دفعو ڪريو ته وري گهڻو
عرصو جالي نه سگهيو. سنڌ مان جيٺمل پنهنجي سالن
سان گڏ پاڪيءَ جي جهاز رستي اڪري، جڏهن بمبئيءَ
بندرگاهه تي پهتو، تڏهن سندس پار مسجد روڊ وٽ
هڪ ڌرمشالا ۾ رهيل هئا. جيٺمل پاڻ به ان ڌرمشالا ۾
رهڻ جو فيصلو ڪيو. پارن دوستن گهڻائي ڪوشش ڪئي
ڪئي ۽ چيو ته اسان وٽ هلي رهو. پر هن ڳالهه نه مڃي.
اٽڪل ڪجهه ڏينهن رهڻ بعد سندس حالت وڌيڪ بگڙي
ويئي. ڪيس بمبئيءَ جي سينٽ جارج هاسپيٽل ۾ علاج
لاءِ داخل ڪيائون. پر بستري داخل هوندي به سندس
من کي چين ڪٿي؟ هڪ ڏينهن ٻڌائون ته بمبئيءَ ۾ سنڌين
جي وري وسائڻ واري مسئلي تي ويچار ڪرڻ لاءِ، سنڌي
سماجڪ ڪارڪنن جو ميڙ ڪاوسجي هال ۾ ملڻو
آهي. سندس لاءِ اها ئي ڳالهه بس هئي. پوءِ جنهن سڄي ڄمار
سماج - سيوا ۾ گذاري، سو ڪيئن ان ميڙ ۾ وڃڻ کان رهجي
سگهي؟ ڊاڪٽرن جي منع ڪندي به هو وڃي ميڙ ۾ پهتو.

آئي نرجس اسان جي نظر ڪندي، پنهنجون رٿون پيش
ڪيائين. سندس صحت وڌيڪ خراب ٿيڻ لڳي. سندس ڏينهون
لڳاتار علاج ٿيندو رهيو، پر ڪو به فرق نه پيو. آخر
١٩٥٨ع ۾ ڇهين جولاءِ تي اڌ رات جو انڪل ڏيڍ - ٻين
ٻجي چنچل سائين سڪالو ٿيو. لالچند جڳتياڻيءَ، ڄاڻ ڏيندڙ
پري سڏ، هڪ ڪارڊ ۾ اهڙيءَ ڏينهن تي غلام محمد شاهه
سيد کي هيٺ رپٽ لکي موڪلي -

لاڙ ٻهڻي گيراج، ٺٽي
٦ جولاءِ، ١٩٥٨ع
ادا سائين!

اسان جو پيارو چنچل پرسرام، اڄ صبح جو ٢ بجي،
راهه رباني وٺي رمندو رهيو.

ٻچاڙيءَ وارا سندس ڏينهن هتي جي سيمنٽ جارج
هاسپيٽل ۾ رهيل هو. علاج گهڻئي ڪيا ويا، پر ڪنهن ڪيءَ
فرق ڪو نه پيو.

## لالچند امر ڏنومل (14)

ملڪ جي ورهاڱي سبب نه فقط سنڌين - سائين ۽ سنڌي
ساهتڪار هڪ ٻئي کان وڇڙي ويا، پر سنڌي ساهتيه جا
مهان اڏيندڙ به ١٩٤٧ع ۾ ۽ ان جي آس پاس راهه رباني
تي رمندا رهيا. سن ١٩٤٦ع ۾ ڪراچي ۾ مداس ميرچندانيءَ
هن دنيا مان موڪلايو، ته ١١ فيبروري ١٩٥٧ تي هوتچند
مولچند گربخشاڻي پرلوڪ پڌاريو. ڪاڪس ڪجهه مهينا پوءِ
ان سال ۾ ئي ٢٣ سيپٽمبر تي سنڌيءَ جو لاڏلو شاعر
ڪشنچند "بيوس" به جدائيءَ جو داغ ڏئي رمندو رهيو.
لڏ پلاڻ بعد پارس ۾ سڀني کان اڳ ۾ چنچل موڪلايو، ته

1950ع ۾ وري پرسو مل مهرچند ساڻن سڪالو ٿيو. ڪانئس
چار کن سال پوءِ 18 اپريل 1954 تي سنڌيءَ جو مشهور
نثر نويس لالچند جڳتياڻي به پرلوڪ ۾ وڃي، ساڻن پورو
ٿيو. اڃا ڪجهه ئي سال ٿي مس ليا هئا، ته 1956 ۾ سوڀراج
نرملداس سڄان "فاني" به، وڃي سرڳ لوڪ وسايو.
هوڏانهن سنڌ ۾ پڻ ڇهه ست بزرگ سنڌي مسلمان اديب
هڪ ٻئي پٺيان هيءُ فاني جهان ڇڏي هليا ويا. اِن طرح
آزاديءَ جي آس پاس واري دؤر ۾ سنڌي ساهتيه کي
جڳ ڏهاڪي جو ڏک سهڻو پيو.

## شخصيت

منهنجي پتا پنڊت کشنچند جيتلي جن جي جيٺمل سان گهاٽي دوستي هئي. اُنهن سان گڏ مان پڻ ٻه ٽي دفعا پرسمس لاج، حيدرآباد ۾ جيٺمل جن وٽ ويو هوس. اُن وقت منهنجي عمر پندرهن کن سال هئي. اُنهيءَ کانسواءِ هوم-سٽيڊ هال جي باغ ۾ پڻ ٻه ٽي دفعا جيٺمل جون تقريرون ٻڌيون هئم، جن جي جهٽي يادگيري اٿم. اُنهيءَ سان سندس شخصيت جو چٽ منهنجي دل ۽ دماغ ۾ ڪي قدر اُڪريل آهي. هتي مان جيٺمل جي اُنهن سنگتين ساٿين جا ڪجهه رايا پيش ڪريان ٿو، جيڪي ساڻس ڪيترا سال گڏ ڪم ڪندا رهيا ۽ سندس بلڪل ويجها هئا. اُنهن جي آڌار تي جيٺمل جي ٻهُمکي شخصيت جي ڪاٿا آسانيءَ سان ڪري سگهجي ٿي.

### رهڻي ڪهڻي ۽ پهريون ويس:-

پروفيسر هري رام ٻتاڻي حيدرآباد ۾ ٿياسافيڪل لاج جو سيڪريٽري ۽ لئبرريءَ جو انچارج هئو. تنهن جو جيٺمل

سان گهرو ناتو هئو. هن لکيو آهي، ”چيتمل ماڻهن ۾ سڀڪنهن
کي ”انسان“ ڪري ڪوٺيندو هو، جنهن ته سڏس پٽ ڪش
هو. جڏهن ماڻهن ۾ سڀڪنهن پاڻکي مهاتما گانڌيءَ کان پري
رکيو ته اهو چيتمل ئي هو جنهن ٺهراءُ کان الڳ رهيو. ماڻهن
۾ ان ڪري هن لاءِ ڪا غلط فهمي ويٺي، پر حقيقت ۾
اها هئي ته هو درويش طبيعت هو. ڏسڻ ۾ ڏٻرو، حشمت
وارو، ٺهيو ۾ گرجڻ وارو. اهائي سنڌي سٽ ڪاڏيءَ
جي، چولو، صدري، مٿان شال (سياري ۾)، مٿو اگهاڙو
۽ پيرن ۾ سليپر. سادو کاڌو، سادو هندائڻ ۽ اوچ خيال
رکڻ وارو هيءُ اعليٰ انسان درويش دل هو. پاڻ زندگيءَ
۾ ڪڏهن به درميءَ ان سون روپين کان ونڌيڪ ڪري
ڪمايائين. جيتوڻيڪ خداباديءَ عامل هو، پر مذهب عاملن
يا پانڊيتن جي وچ ۾ ڪو واسطو ڪونه هو. ڪاڻي چوندو
هو ته هڪ خدابادي ته ٻيو شيطان آبادي آهي جا؟“(15)

ليکڪ سمبت ته چيتمل جي روپ ۾ مشهور فيلاسافر
سقراط جو روپ ڏٺو آهي. هو لکي ٿو، ”سڏس پهڪ
قديم زماني جي فيلسوفن جهڙي هئي. جڏهن جواهري
جاڪيٽ مٿان پوچڻ وجهي، پاجامو، چپل پائي، اچ سوارپل
فرينچ ڪٽ ڏاڙهي ۽ وڪرٽل اگهاڙي مٿي سان پلٽ فارم
تي ايندي، ”مان ڪير آهيان، مان ڪٿان آيو آهيان...؟“
جا سوال پڇي، ويداتي ورڪا ڪندو هو ته سڀاويڪ اکين
اڳيان سقراط اچي ايندو هو. وچولو قد، ڪڻڪ رنگو،
مڪولي روش، سگهارو پير، ڪا لاتي پنارت ااهي. سڏس
ڀنشالي مشهور هئي، سقراط - مائي ڪاڻ هئس. جيتوڻيڪ
ناسون ذرا سوڙهيون هئس. جئن سقراط جو انتڪال
دکدائڪ ٿيو، تئن چيتمل به وطن کان وڇڙي، جلاوطنيءَ

جي پريشانيءَ تي ٻروڙها ڳاڙي، لال ڪا چال جهڙي وتان ۽ پراڻ ڏنا. ڪهڙي نه دک ڀري ڪهاڻي ۽ پڄاڻي. (16)

سيد حسام الدين راشدي، جيٺمل کي ياد ڪندي لکي ٿو، "هاءِ! هاءِ! مرحوم ڪاڪي جيٺمل پرسرام جو نالو ڇڏي ڪٿي بس ڪر. سڌي سادي سفيد سوٽهاري، هميشه پيو کلندو. ڏسندو، ته ڏڪي اچي ڀاڪر پائيندو! ويهندو، ته پيو بهار بهار لائيندو. شاهه جا ڏوهيڙا ٻه ٻيا ڏيندو ۽ انهن جا راز ۽ رمزون به پيو سمجهائيندو. (17)

## سچو ٿياسافسٽ

جيٺمل صحيح معنيٰ ۾ عالم ۽ سچو ٿياسافسٽ هيو. هن نه فقط صوفي ڪلام، الڪه الڳ ڌرمن جي اصولن ۽ سڌانتن، ڀڳتن جي باڻيءَ جو ٻروڙهو مطالعو ڪيو، پر ان موجب روزاني زندگيءَ ۾ رهڻ ۽ عمل به ڪيائين. هو پرام ٻتاڻيءَ لکيو آهي، "ٿياسافسٽس جي ڪانفرنس ڪڏهن بنارس ۾ ٿيئي ته ڪڏهن اڊيار (ڏکڻ هندستان) ۾، ۽ انيڪ بار سالنس انهن ۾ شريڪ ٿيو هوس. مائي اينيءَ بيسنٽ سان سڪ ڀريو سنبنڌ هوس. مئڊم بلاوٽسڪي جا لکيل پورا ڪتاب پڙهي پورا ڪيا هئائين، پر ٿياسافيءَ تي ڪهڙو وڏو ڪتاب هوندو، جو نظر مان نه ڪڍيو هوندائين. مطلب ته هو هڪ سچو ٿياسافسٽ هو ۽ ٿياسافيءَ جو اصول ته "ستيه کان مٿي ڪو ڌرم ڪونهي" اپنايو هئائين ۽ هندن سان هندبايو هئائين. رهڻي ڪهڻيءَ ۾ سچو ۽ سادو هو.... هو ڪڏهن هندو، ڪڏهن صوفي، ڪڏهن ٿياسافسٽ، يا ٿي سگهي ٿو ته هڪ ئي وقت سڀ ڪجهه ۽ ڪجهه به نه .... حقيقت ته اها آهي ته هو هڪ سنڌي هو، اتم ساهتيڪار. سنڌيءَ جو مطلب اهو ڪونهي ته هو ڪو ٻين

ڪي گهٽ سمجهندو هو. هرگز نه. هو انسان دوست هو، غريبن، هارين ٻارن آواز اٿاريندڙ، اتياچار خلاف بغاوت ڪندڙ، انسانيت جي اصول ٻڌائيندڙ هو. اول ۽ آخر حق جو آواز ڪڍندڙ هو، يعني نه هن جي نظر ۾ "ستيه کان مٿي ڪو ڌرم ڪونهي." (18)

وشنو جگتياڻي، جنهن گهڻو وقت چيتمل سان گڏ سنڌ ۾ ڪم ڪيو هو، ان لکيو آهي، "(چيتمل) هڪ اعليٰ رهت وارو انسان هو. پروفيسر چيتمل صوفي هو، ودوان هو، اخبار نويس هو، ڪرتيڪار هو، ساهتيڪار هو، پروفيسر هو، پرچارڪ هو، اڳوان هو، خوش اسيا اهي سڀئي وصفون منجهس هيون، جنهن ڪري هو هڪ انوکي ۽ وچتر شخصيت بڻجي پيو هو. پر هو انهن مڙني کان مٿي انسان هو. سچائي ۽ صداقت سندس اعمال منجهان ٽپ ٽپ ٿي ڇڻي پيئي ٽپڪندي هئي .... جهڙو ئي وعظ ڪيائين، تهڙو ئي سندس عمل هو. جهڙو ئي هو سچار، تهڙو ئي هو نيڀاڳو، ۽ پنهنجي اصول لاءِ ڪابه قرباني ڪندي دير ڪين ڪندو هو." (19)

غلام مرتضيٰ سيد، جنهن ويهارو کن سال چيتمل جي سنگت ۾ گذاريا، تنهن لکيو آهي، "هو (چيتمل) منهنجو سياسي مددگار ۽ صلاحڪار، تصوف ۾ استاد، دوست ۽ ڀاءُ ٿي پئي رهيو. جيڪڏهن ڪنهن به هڪ انسان منهنجي زندگيءَ تي گهڻي ۾ گهڻو اثر ڪيو، ته اهو ڀاءُ چيتمل هو. هو پڪو سنڌي هو ۽ جديد فلسفه - قوميت جي اصول مطابق، هر ڳالهه کي سنڌي ويس پهرائڻ جو قائل هو..

هو الهيءَ راز کي پروڙي ويو هو ته جملي مذهبن جي ظاهري ڪثرت پٺيان بنيادي وحدت سمايل هئي. سنڌي شاعرن ۽ درويشن جي ڪلام ۾ به اهڙي تعليم جو جوهر سمايل ڏسو ٿائين. چوندو هو ته سنڌ ديش کي اهيءَ ڏس ۾ دنيا لاءِ خاص پيغام ڏيڻو آهي، جو سندس درويش ڀيٽجي ڪلام ۾ پيش ڪيو هو. پاڻ سڄي ڄمار الهيءَ پيغام جو مشعري ٿي گذاريائين. سندس زبان مان روحل فقير جو هيءُ بيت هميشه چوندي ٻڌو هو ته -

"هڪ هندو ٻيا مسلمان، ٽيون وچ وڏائون وير،
آڏن اوندهه نه لهي، ان کي سڄ چوندو ڪير!
روحل راهه ٻرهان جي، جڏهن ڪهي ڏٺو سون کهڙ،
ته رب مڙني ۾ هيڪڙو، ٻئون ۾ ڦند نه ڦير."

شاهه لطيف ۽ سچل کي سمجهڻ لاءِ هن منهنجي ڏي رهبري ڪئي. مون کي ياد آهي ته سن واري ڀڳائي ۾ هڪ ڏينهن صبح جو ڏسان ته هي موج ۾ ويٺو آهي. پڇيو ماس ته "دادا ڇا ڏٺو اٿو؟" چيائين ته "صبح جو دريا ۽ پيلي منجهان ابرندي سج اها حالت آندي اٿم. ان وقت هي بيت اچاري رهيو هو ته -

نيراڻائي اڀڻ، ايئي آءٌ پيرين سڀ ڏي،
ان سڄر کاڏا کيڻ، جن ڏار منهن محبوب جو." (20)

پيرعلي محمد راشدي پڻ چيتمل جي اهڙن خاصيتن اي مفتون هو. هن لکيو آهي - "چيتمل جهڙن ڪهڙين ڪهاڻيون ڪجن؟ زبان داليءَ سان گڏ بي انتها محبتي انسان هو، سنڌ جي صوفياڻه ڪلچر جو چوندو پرندو نمونو هو، انسان - دوست، پيد پاڙ کان نڪل هو اندر هو. سنڌ ڏل، نه هي ٻوڙ اس، سنڌ ڀاڳ نه هي ڀاڄل .... هڪ ڏينهن

اکين ۾ سرمو پائي آيو. مون ٽوڪيس: ”ڪاڪا، اڄ عشق کي عملي جامو پهرائڻ لڳا آهيو.“ چيائين: ”بابل، سنڌڙيءَ جي مٽي اکين ۾ وڌي اٿمي. روهڙيءَ مان ڪنهن سوکڙي موڪلي آهي، جا اٿاهون جي ٽڪرن مان ڪڍيل آهي.“ (21)

پروفيسر جمال جي تقرير جي خاصيتن جي ياد ڪندي، وشن ڇڪتياڻيءَ لکيو آهي، ”پروفيسر جمال، جو هونئن ئي فصاحت جو صاحب هو، سو مڙني ڌرمن ۽ ساهتن جي چاڪ ڏاريندي، جڏهن اسيمبلي هال يا اهڙي ڪنهن پليٽفارم تي اچي وعظ ڪندو هو، ته حاضرين مخلوق حيرت ۾ حيران ٿيندي هئي، ته هيءُ واعظ ڪهڙي بابل جي آواز ۾ بلند پائتان ڪري آيو آهي. سندس هڪ هڪ گفتي ۾ عجائب راز سمايل هوندو هو. تقرير ڪندو هو ته جڻڪ علميت جو ساگر اٿلي پوندو هو. گيتا ۽ گرنٿ، قرآن ۽ انجيل، سچل ۽ شيليءَ مان ويندو هو حوالا ڏيندو. هڪ شاهه جي ڪچهري ڪٿي پوري ڪري ته ٻي شيڪسپيئر جي ٻوليءَ ۾ آڻي، دلپسنديءَ جي درياهه ۾ گهلي ويندو هو. پوءِ ته هنجون سندس زبان جون ٻوليون ۽ دل جون ٻوليون، جو ٻڌندڙ ٿي وسميءَ ۾.“ (22)

جمال جي مکيه خوبي اها هئي جو جڏهن ڳالهه کي هو سچ ۽ صحيح سمجهندو هو، ته ان تي اٽل ٿي بيهندو هو، پوءِ چاهي کيس ڪيترو به نقصان سهڻو ڇو نه پوي. ان جي ساک پليءَ پالس ان مان ملي ٿي ته هن وڏي واڪي مهاتما گانڌيءَ جي خلافت هلچل کي آڏي ڪري سڏيو ۽ ان جي سخت مخالفت ڪئي. انهيءَ ڪري هن کي جيل جي سزا ڀوڳي سنڌ ۾ موٽڻ تي جڏهن مان مرليو

مليو، اهو ٻچڙ ناري جهان شرارت ڪري وڃي ڀڄي پيو.
ڪمئونلي ڪانگريسي دوست مٿس ناراض ٿي پيا، ڪن
مسلمان ڪيس ڪُون جون ڏنگون ٻڌ ڏنيون، پر جئرامل
ٻنهي راهه تان رنڊڪ پر نه هٽيو. هو سچل جي ان
قول تي عمل ڪندي چوندو هو.

"سچ مرد ٿيا جون، ڪنهن کي وٽي نه وٽي،
ڪوڙي دوستيءَ جو دم ڀٽي نه ڀٽي."

سماجڪ جيون ۾ پڻ هو هميشه ايماندار ۽ اڻ ڊڄ هو.
سندس پٽ رام کي جڏهن اُن ڪاليءَ ۾ نوڪري ٿي ملي،
جڏهن ۾ ٻاهر سرڪار طرفان مقرر ٿيل هئو، ته هن رام کي
منع ڪئي ته ان ڪاليءَ ۾ نوڪري نه ڪجانءِ، مٿان ماڻهو
اهو گمان ڪن ته پيءُ جي اثر ۽ زوربار ڪري نوڪري اهو
ڪم مليو آهي. جئرامل، ڪاليج ۾ ٻاڙهڻ ڏوران امتحاني
يونيورسٽيءَ جي مئٽرڪيوليشن امتحان ۾ سنڌيءَ جو
ممتحن هئو. هڪ ڀيري سندس عزيز پنهنجي ٻار جي
مارڪن وڌائڻ لاءِ وٽس آس رکي آيو. جئرامل کيس رکو
جواب ڏيئي ڪڍي ڇڏيو. اُن بعد هن پنهنجي يونيورسٽي
امتحان ۾ ممتحن ٿيڻ کان تي انڪار ڪري ڇڏي. اها
هئي سندس چال جي خوبي.

ساهت جي کيتر ۾ پڻ جئرامل هميشه سچو ۽ اڻ ڊڄ
آلوچڪ ٿي رهيو. اهيءَ جا سهڻا مثال آهن ڊاڪٽر هوتچند
گربخشاڻيءَ جي شاهه جي رسالي جي تنقيد ۽ زاون-زاون
جي سوال تي ڊاڪٽر دائود پوٽي سان سخن جاهه. انهي
طرف هو نوجوان ۽ اسرندڙ ليکڪن کي ڀانءِ دل کولي
همٿائيندو هئو. ان جي ساک، ميگهارام ملڪاڻيءَ ڏيندي
لکيو آهي ته سندس پهرين نئين ڪهل ناول "ڪر ٿيل

"صندوقڙيءَ" جي جيٺمل سنه ١٩٢٣ ۾ "هندواسي" ۾
سمالوچنا ڪري، ڪيس گهڻو همٿايو هئو. ان بعد ته جيٺمل
سندس اهڙيون رچنائون ٻڻ ٻهڪجيءَ هفتيوار اخبار ۾ شايع
ٿيون ٿيون. جيٺمل سنڌي ناٽڪن جي وڪاس لاءِ ٻڻ
گهڻي ڪوشش ورتي. حيدرآباد ۾ سنه ١٩٢٣ع ۾
"رائيڊر ناٽ ڊرامٽڪ ڪلب" ٻڌا ڪندڙن ۾ جيٺمل
ٻڻ هڪ هو. هن ڪن سنڌي ناٽڪن ۾ لالچند ۽ چوئٿرام
وانگر خود پارٽ به ادا ڪيا هئا.

## ٻولي ۽ عبارت

جيٺمل گهڻي زندگي اخبار نويسيءَ ۾ گذاري. ان ڪري
هو لالچند جڳتياڻيءَ وانگر سهڻن ۽ چيدن لفظن ۽ محاورن
جي چونڊ ڪرڻ ۽ عبارت جي گهڙت ڪرڻ لاءِ ڌيان
ڏيئي نه سگهندو هئو. ان هوندي به سندس ٻولي ۽
لکڻي جاندار ۽ پر اثر آهي. اها سڌي سادي آهي، جوڪا
هڪدم گهربل مطلب جو اظهار ڪرڻ جي توت رکي ٿي.
ان باري ۾ منگهارام ملڪاڻيءَ لکيو آهي- "سنڌي لهرن
۾ آدو جيٺمل جيڪڏهن لشڪر جهڙي تيز قلم جو مالڪ هو،
ته سنڌي لهرن ۾ ان زبردست زبان جو صاحب هو. سندس
ٻهراڙن لهرن مون کي تعجب ۾ وجهي ڇڏيو ته سنڌي ٻولي
به اهڙي فصاحت سان ڳالهائي سگهجي ٿي، ڄڻ ته لفظن جو
جهرڻو وات مان ٻرندو رڪ ٽوڪ وهندو وڃي! اهو موقعو
هو، جڏهن ١٩١٤ ۾، مان ڪاليجي شاگرد هوندي،
هو مستند عان ۾ "سنڌي ساهت سوسائٽيءَ" جي ميڙن لي
جلسي لي ويو هوس، جتي جو پانڪار لالچند امر ڏنومل
هو ۽ جيٺمل پاڻ – ايلچي هوس. لالچند صاحب لکڻ ۾

جيٺمل صاحب کان وڌيڪ قابل هو، پر ڳالهائڻ ۾ اهڙو فصيح زبان نه هو، جهڙو جيٺمل. (23)

لمرڪ پرسرام، جنهن لالچند سان چڱو وقت گڏ گذاريو ۽ سندس لکڻين جو مطالعو به ڪيو آهي، تنهن جي ڪتاب لالچند جي عبارت بابت نرالي آهي. جيڪڏهن ٻار ڪيءَ سان ڀيٽ ڪجي، ته لمرڪ پرسرام جي راءِ ۾ چڱي قدر سچائي نظر ايندي. هو لکي ٿو، "جيٺمل جي لکڻي عين سندس طبيعت جو اظهار هئي. سندس اسلوب جو پڻ سندس ٻول مان پيو لڳندو هو. سندس فڪري مونجهارا، مشڪلاتون به انهن مان عيان هئا. سندس اکر ايتري تي نظر ڪرڻ سان ڏسڻ ۾ ايندو ته ڪو جاندار روح ڦاٽ ٿو پئي ڌڪ ڌڪ ٿو ڪري. زمين تي جهڙين، جهوڪن سبب سڌو سنئون هلي نٿو سگهي. ڪٿي ڪي ڪمزوريون، ڏنگا ڦڏا، گهاٽا ٿيا ٿو، ته ڪٿي ٿس ڏئي ڪري پاسو ولي هلي ٿو. سندس واٽ اٽانگي آهي، پر ذاتي حوصلو ۽ سگهه اهڙي اٿس، جو قدم تي قابو رهي، پهچڻ سان ڪسو ئي ڪري. البت انهيءَ ڪري لفظن وڪون ڪٽيندي، اٽڪي اٽڪي هلندي، ٽپ ڏئي سرڪهل لتاڙيندي، سڌو سنئون هلڻ جي ڪلا کي نٿي وڻي اٿس، سندس لکڻي پرپل آهي ۽ لفظن جي ڪثرت ڪرڻ تي انڪار ٿي ڪري. ڪي اکر لال بتيءَ وانگر ٿا ٻرن. ڪنهن مهل دعوت ٿو ڪري. اها هوندي به سندس عبارت ادبي آهي، جو ان مان خيال جي جهلڪ، عملي چاڙهه، قلبي صداقت، ادبي ذوق ۽ سڀ کان وڌيڪ قيمتي سندس شخصيت نمايان آهي." (24)

سيد حسام الدين راشدي، جيٺمل جي لکيل ڪتاب

"شاهه جون آکاڻيون" ان ايترو ته موهيو هئو، جو هن
لکيو آهي، "جڏهن "شاهه جون آکاڻيون" سنڌي نثر
۾ لکي پيش ڪيائين، تڏهن اسان جي ادب ۾ جهڙي
انقلاب اچي ويو. ساڳي اها شاهه واري زبان - مصريءَ ۽
ماکيءَ جهڙي مٺي، اهڙي نازڪ جهڙيون اسان جي
مسڪين مارن جي معصوم نياڻين جون دليون، اهڙي
نرم جهڙو ڪنهن ڳوٺاڻيءَ بختاور جي هٿن جو ڪڍيل مکڻ
۽ ايتري سهاڳڻي جهڙيون ٻارن لاءِ اسان جي ملڪ جون
ٻيڙيون ۽ وڏور ڏاڏن لاءِ اسان جي ملڪ جون ماڙيون.
پڙهندي اهڙي پئي روح کي راحت پهچندي، جيئن جهڙ
ساوڻ جي چانڊوڪين راتين ۾ ڏکڻ گهلي، هيڪڙون
پيو ٺاري." (25)

آخر ۾ هتي ماڻ لالچند جي اڻ ڇپيل دستخط مان،
جملن جي عبارت بابت سندس راءِ مان ڪجهه ٽڪرا
ڏيندس، جيڪي گهڻي اهميت رکن ٿا. هو لکي ٿو -
"... سنڌي نثر کي جملن پر سرام پورن رکڻ ڪم ٿو
آئي. ليکڻ هلائيندي، هي بار اهڙي ٿي نٿو. جڏهن ٻه
وڌيڪ ٿي لکي ٿو، تڏهن جي ڪمي پوري چاڙ
آهي ۽ لکي ته ڏاڪ سان ٿو.

هيءَ هڪڙي حقيقت آهي ته ڳوڙهي گيان جي ڀنڊار،
جيڪا اڄ صرف ڪنهن چوٻاريءَ ۾ مس ٿي ٿي، تنهن
جي چرچا، هن جي قلم ۽ ڪلام جي پرچار ڪان پوءِ سنڌ جي
گهر گهر، گهٽيءَ ڪوچي ۾ ٿيڻ لڳي. اوهر جي آکاڻي ۽
سچل سرمست، شاهه جي آکاڻين جي سمجهاڻي ۽ پورب
جو ليءَ، عبارت جي لحاظ کان ڪئي جيڪي سو
ڪسا لکڻ ٿا، پر لکڻ جملن جي اهڙي سڌي آهي،

# حوالا

١- جڳتياڻي، لالچند امر ڏنو مل، "جيٺمل پرسرام"، هندواسي، بمبئي، جولاءِ ١٩٥٣

٢- جڳتياڻي، وشن ايسرداس، "پروفيسر جيٺمل پرسرام"، پورب جوتي، بمبئي، سنڌي ساهتيه سميتي، ١٩٦٠ (ڇاپو ٢)، ص ١

٣- جڳتياڻي، لالچند پرسرام. هندواسي، بمبئي

٤- ڳلراجاڻي، رام جيٺمل، "پروفيسر جيٺمل پرسرام- جنم شتابديءَ جي ڪجهه يادگيريون"، ڪلڪتو، "رچنا" مخزن، سال ٨، انڪ ٣٠، ١٩٨٦، ص ٣٠

٥- جڳتياڻي، وشن ايسرداس، "پروفيسر جيٺمل پرسرام"، پورب جوتي، بمبئي، سنڌي ساهت سميتي، ١٩٦٠ (ڇاپو ٢)، ص ١٠-١٢.

٦- جڳتياڻي، لالچند امر ڏنو مل، جيٺمل پرسرام، هندواسي.

A-٦- ڳلراجاڻي، رام جيٺمل، رچنا انڪ.

٧- پناڻي، هري رام، "ليلاسانست اڏو جيٺمل"، "رچنا" ساڳيو پرچو، ص ٣١.

٨- جڳتياڻي وشن آءِ، "پورب جوتي" ساڳيو، ص ١٣-١٥

٩- سيد، جي. ايم. (مرتب)، آءُ پڻ ڇڪيم چاڪ، حيدرآباد سنڌ، سنڌي اديبن جي ڪو آپريٽو سوسائٽي لميٽيڊ، ١٩٧٧. "جيٺمل جا خط" ص ٦٦-٨٢.

١٠- سيد، جي. ايم. (مرتب)، ساڳيو ڪتاب.

A-١٠- سيد، جي. ايم.، جنب گذاريم جن سين. ص

١١- سيد، جي. ايم. (مرتب)، ساڳيو ڪتاب

١٢- " " " " "

١٣- سيد، جي. ايم. "جنب گذاريم جن سين" (جلد ١)، حيدرآباد سنڌ، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٧٩، ص ٢٨٥-٢٩٥ (ڇاپو ٢)
١٤- سيد، جي. ايم. (مرتب). آچ پڻ ڇڪيم چاڪ. ص ٨٣-٨٤
١٥- ٻتاڻي، هريرام. رچنا ٻرچو ساڃهه. ص ٣٩
١٦- بسمه، لمرڪ، "رچنا" ساڃهه ٻرچو. "جيٺمل ٻرسرام گلراج" ص ٢١-٢٩
١٧- راشدي، "حسام الدين، "هو ڏوٽي، هو ڏيهڻ"، حيدرآباد سنڌ، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٧٧. ص ٣١
١٨- ٻتاڻي، هريرام "رچنا" ساڃهه ٻرچو. ص ٣٨-٤٠
١٩- جگتياڻي، وشن آء، پورب جولي. ص ٢٠-٢١
٢٠- سيد، جي. ايم. جنب گذاريم جن سين. ص ٢٨٥-٢٩٥
٢١- راشدي، حسام الدين، هو ڏوٽي، هو ڏيهڻ. ص ٣١
٢٢- جگتياڻي، وشن آء، پورب جولي. ساڃهه، ص ٦
٢٣- ملڪاڻي، منگهارام، ساهتڪارن جون سمرتيون، الهاس نگر ١٩٧٩. ص ٥٨
٢٤- بسمه، لمرڪ، "رچنا" ٻرچو. ص ٣٧
٢٥- راشدي، حسام الدين، هو ڏوٽي، هو ڏيهڻ. ص ٣١
٢٦- جگتياڻي، لالچند امر ڏنومل، "سنڌي ساهت جو لهورُ (قلمي نسخو).

# جيٺمل جو سنڌي ساهت ۾ يوگدان

جيٺمل جي جيونيءَ جو مختصر طور احوال لکندي، سندس ادبي لکڻين جو به ڪجهه ذڪر ڪيو ويو آهي. جيئن ته جيٺمل جيون جو گهڻو حصو اخبار نويسيءَ ۾ گذاريو، ان ڪري هن جون گهڻيون رچنائون اخبارن ۽ مخزنن ۾ ٽڙيل پکڙيل آهن. سندس لکيل ڪتاب جيڪي معلوم ٿي سگهيا آهن، انهن جي فهرست ڪتاب جي آخر ۾ ڏنل آهي. سنڌي ساهت جي اوسر ۾ جيٺمل جو جيڪو يوگدان آهي، هتي ٿوري ۾ انهيءَ جي ڪٿ ڪجي ٿي.

## ويهين صديءَ جو مکيه نثر نويس

جيٺمل پرسرام جي ادبي شيوائن جو ذڪر ڪندي، ڪن سنڌي ليکڪن کيس "اوائلي سنڌي نثر نويس" يا سنڌي ساهت، جي "پاڙهه جو پٿر" سڏيو آهي. منهنجي ويچار ۾ سنڌي نثر جي اوسر کي ڌيان ۾ رکندي، جيٺمل کي اهي صفتون ڏيڻ بلڪل غلط آهي. حقيقت ۾ هو موجوده صديءَ جي پهرين اڌ واري دور جو مکيه نثر نويس آهي. هتي انهيءَ ڳالهه کي چٽو ڪرڻ غير واجب نه ٿيندو.

سنه ۱۸۴۳ع ۾ جڏهن سنڌ ۾ انگريزن جي حڪومت جو بنياد پيو، انهيءَ کان اڳ واري زماني ۾ سنڌي نثر نالي ماتر جس مليو آهي. انهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته زباني روايتن ذريعي مروج ٿيل سنڌي لوڪ ڪهاڻيون، قصا ۽ ڪهاڻيون، ٽوٽڪا ۽ لطيفا گهڻا آڳاٽا آهن. اهي نظم ۾ نه آهن ته نثر ۾ به آهن. پر لکيل صورت ۾ سنڌي نثر جون رچنائون، جيڪي هيستائين روشنيءَ ۾ آيون آهن، اهي سترهين عيسوي صديءَ کان آڳاٽيون نه آهن. ارڙهين عيسوي صديءَ ۾ پنج قرآن شريف جو پڳل. نتل سنڌي نثر ۾ ترجمو ۽ ٻه-ٽي ٻيون رچنائون معلوم ٿي سگهيون آهن. حقيقت ۾ ته سنڌي نثر ۾ ڪتابن لکڻ جو بنياد برطانيه حڪومت جي سنڌ ۾ برپا ٿيڻ بعد ٿي پيو. اهڙي صورت ۾ سنڌي لوڪ ڪهاڻيون جيڪي نثر ۾ ڇپيل آهن، اهي سڀ کان اول ڪئپٽن جارج اسٽڪ جي لکيل سنڌي گرامر ۾ شايع ٿيل آهن. اهو ڪتاب هن سنه ۱۸۴۹ع ۾ بمبئيءَ مان ڇپائي ظاهر ڪيو هو. (۱)

سنه ۱۸۵۳ع ۾ تعليم کاتي طرفان مقرر ڪيل ڪاميٽيءَ سنڌيءَ لاءِ عربي-فارسي اکرن ۾ گهربل تبديل ڪري، سنڌي صورتخطيءَ کي هڪ معياري ۽ مقرر روپ ڏنو. ان بعد ان سرڪاري لکاوٽ ۾ تعليم کاتي، گذريل صديءَ جي آخر تائين نهايت ڪي درسي ڪتاب ڇپائي ظاهر ڪيا. شڪارپور جي پوکرداس ۽ سکر جي هريسنگهه پڻ ان زماني ۾ خانگي طور سنڌي نثر ۽ نظم ۾ ڇپائي ڪتاب

---

۱- مرلڌر جيتلي، اوائلي شايع ٿيل سنڌي لوڪ ڪهاڻيون، ٽي، ۱۹۸۸.

شايع ڪيا. ان طرح سنڌي نثر جي پيڙهه اوڻويهين صديءَ
جي ٻئي اڌ ۾ وڌي ويئي. درسي ڪتابن ۽ سنڌي نثر
جي ٻين ڪتابن لکي تيار ڪرڻ ۾ الهندرام، اڌارام
ٿانور داس (١٨٣٣-١٨٨٣) ۽ ڪوڙرام سلامترءِ جي ادبي
خدمتن کي ڪڏهن به وساري نٿو سگهجي. انهن ان کان
سواءِ سادو نولراءِ (١٨٤٨-١٨٩٣) ۽ سادو هيرانند (١٨٦٣-١٨٩٣)
جي شيوائن کي به گهٽ اهميت آهي. حقيقت ۾ اهي ۽
ان زماني جا ٻيا نثر نويس ئي سنڌي نثر جي پيڙهه ٻڌندڙ
يا اوائلي دور جا سنڌي نثر نويس آهن. اهو دور گذرڻ
صديءَ جي آخر تائين هليو، جنهن ۾ ٻيا به گهڻيئي اديب
ميدان ۾ آيا. انهن ۾ سنڌي نثر کي اوج ڏيندڙ چار
ساهتڪار مکيه آهن: ڪوڙومل چندنمل کلناڻي (١٨٤٤-١٩١٦)
ميرزا قليچ بيگ (١٨٥٣-١٩٢٩)، راجرشي ڏيارام گدومل
شهاڻي (١٨٥٧-١٩٢٧) ۽ پرمانند ميوارام (١٨٦٦-١٩٣٨).
انهن کي "سنڌي نثر جا چار ٿنڀا" سڏيو ويو آهي.
منجهانئن پرمانند ميوارام جون اعليٰ درجي جون سڀ
رچنائون ويهين صديءَ ۾ لکيل آهن.

سنڌي نثر جو ٻيو دور آهي ويهين صديءَ جي
شروعات کان وٺي ١٩٤٧ع تائين، جڏهن هن ملڪ کي
آزادي حاصل ٿي. حقيقت ۾ ته جيٺمل اهيءَ ئي دور
جي مکيه نثر نويسن مان هڪ آهي. هن دور جا ٻيا مکيه
نثر نويس آهن. ڀيرومل مهرچند آڏواڻي (١٨٧٥-١٩٥٠)،
هرچند مولچند گربخشاڻي (١٨٨٣-١٩٤٧) ۽ لالچند امر ڏنومل
جڳتياڻي (١٨٨٥-١٩٥٤). انهن سڀني پنهنجي دور جي
سنڌي ساهتيه تي امٽ ڇاپ هڻي آهي. وشيه، ٻوليءَ
۽ نئين عبارت جي لحاظ کان، انهن سڀني ساهتڪارن

جون شعرائون، سنڌي ادب کي وڌائڻ ۽ وڻجهائڻ، سڌارڻ ۽ سنوارڻ جي ڏس ۾ نهايت اهميت ڀريون آهن.

## چيتمل جون رچنائون

چيتمل جي مَن جو لاڙو ننڍي هوندي کان ئي ڀڄن-ڪيرتن ۽ جدا جدا ڌرمن جي متن جو اڀياس ڪرڻ طرف هئو. پر اهو خاطريءَ سان چئي نٿو سگهجي ته هن پنهنجي اسڪولي جيوت ۽ ماستريءَ واري زماني ۾ ڪي ڪجهه لکيو هو يا نه؟ سندس اڳاڻي ۾ اڳاٽيون لکڻيون، جيڪي ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيل اسان کي ملن ٿيون آهن، اهي ويهين صديءَ جي ٻئي ڏهاڪي جون آهن. لالچند جڳتياڻي، جيڪو چيتمل جو همعمر هئو، تنهن جون لکڻيون - "حُر مکيءَ جا" ۽ "چوٽ جو چنڊ"، ويهين صديءَ جي پهرئين ڏهاڪي جون رچنائون آهن. (١) ان ڪري ممڪن آهي ته چيتمل جو به ان زماني ۾ لکڻ طرف چاهه پيدا ٿيو هجي.

سن ١٩١٤ع جي شروعات ڌاري ئي چيتمل، پنهنجي گهري ساٿيءَ ۽ عزيز لالچند جي مدد سان ۽ ڪن سنگتين ساٿين جي سهڪار سان **"سنڌي ساهت سوسائٽي"** نالي هڪ سنسٿا جو بنياد وڌو. ان طرفان هر هڪ مهيني هڪ ننڍڙو معياري ڪتاب شايع ڪرڻ جي شروعات ڪئي ويئي. ان سلسلي ۾ پهرين سال ۾ ئي چيتمل پنهنجا ٻه ڪتاب ڇپائي ظاهر ڪيا:- (١) هير رانجهو ۽ سمون

---

١- "حُر مکيءَ جا" ١٩١٤ کان اول ڊي. جي. سنڌ ڪاليج مسيلنيءَ ۾ ۽ "چوٽ جو چنڊ" سن ١٩٠٤ ڌاري سرسوتي مخزن ۾ ڇپيا هئا.

ڪندي (٢) مهاڀاري لڙائي (٣) ڀائي ڪلاچند. ٻهراڻن
ڪتاب سنڌي لوڪ ڪهاڻين تي آهي، ۽ ٻيو ڪتاب سماجي
۽ سماجي مسئلن سان واسطو رکي ٿو. ٽئين ڪتاب ۾
صوفي سنت ڀائي ڪلاچند جي جيون ۽ سندس ڪلام
ڏنل آهن. اهي ٽئي وشيه اهڙا آهن، جن تي اڳئي هلي
جيٺمل ٻيا به گهڻئي ڪتاب لکيا آهن. ٻين لفظن ۾ انهن
چئجي ته اهي ٽئي جيٺمل جا پيارا موضوع هئا.

سنه ١٩١٧ع ۾ جيٺمل "هندواسي" اخبار شروع ڪئي.
ٻيو ته سندس قلمي گهوڙو ڏينهون ڏينهن تيز رفتار سان
ڊوڙڻ لڳو. هو هڪ ساهسي ۽ اڻ ڊڄ ليکڪ هئو. ڪهڙو
به ٽيڪس، يا سرڪاري عملدار ڇو نه هجي، جيٺمل ٻاڪل
رک-رکاءُ نه ڪندو هئو. بس، موقعو ملندي ئي هو ڪنهن
جي به ٽڪ مان وڙ لاهڻ ۾ ويرم ئي نه ڪندو هئو. ڪاٺي
کي ڪاٺو ڪوٺڻ ڪو ڪانئس سکي. سندس لکڻ جو اهڙو
لوع عمر ڀر قائم رهيو. انهيءَ ڪري ڪيس جيل جي
سزا به ڀوڳڻي پيئي، ۽ ڪيترن سان دوستاڻو ناتو به وڃائي
ويٺو. انهن چئجي ته جيٺمل سنڌي اخبار نويسيءَ کي اها
واٽ ڏسي، جيڪي محسوس ڪيو، اهو ڪنهن به
ڊپ ڊاءُ کانسواءِ ايمانداريءَ سان ظاهر ڪيو. سياست
۽ سماج لاءِ لڪيچيني ڪرڻ وقت جيٺمل جي هميشه
اهائي عادت رهي.

جيئن ته جيٺمل مکيه طور اخبارن ۽ مخزنن ۾ لکندو
رهيو، جنهي مقرر وقت اندر ڇپڻ لاءِ ڏيڻ ۽ شايع ڪرڻ.
جو گهڻو ڌيان رکڻو پوندو آهي، انهيءَ ڪري هو پنهنجيءَ
ٻوليءَ کي سينگارڻ، سنوارڻ ۽ نئين - لاهي گهڙت ڪرڻ
طرف ڌيان ڏيئي نه سگهندو هئو. اهو ئي سبب آهي جو

سنڌس ايڪٽيءَ ۾ ڪن ڪن هنڌن تي هجئن ۽ وياڪرڻ جون غلطيون رهجي ويون آهن. جملن جي اڏاوت، ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ استعمال ٿيندڙ عام فهم سنڌي آهي، جنهن ۾ سهاو، ٻڪتا ۽ روانيءَ جا ڳڻ سمايل آهن.

ڪتابي صورت ۾ جيتمل جون جيڪي رچنائون حاصل ٿي سگهيون آهن، انهن جو تعداد سٺ کن آهي. انهن کي مکيه طور هن ريت ورهائي سگهجي ٿو:-

**(1) اصلوڪيون رچنائون:** وشيه جي لحاظ کان اهي هيٺ ڏنل قسمن جون آهن:-

(الف) شاهه لطيف، سچل، ساميءَ، ٻين صوفي درويشن، سنتن ۽ ڀڳتن جي جيون ۽ ڪلام جو اڀياس. (جيئن ته - شاهه جون آکاڻيون، سچل سرمست، ٻالي ڪلاچند).

(ب) ٿياسافي ۽ اپنشدن جي فلاسافي (ڀڳوت گيتا، راج گيان، وغيره) ۽ جدا جدا ڌرمن جي واقفيت (جيئن ته، سناتن ڌرم، اسلام، وغيره).

(ٻ) سياسي ۽ سماجي مسئلا (ساميواد، مهاڀاري لڙائي)

(ڀ) يادگيريون (ڪولنگ جو آمريڪ)

(ت) ڪهاڻيون (چمڙا پوش جون آکاڻيون)

**(2) ترجما ۽ اختصار**

(الف) ڌرمي نيتائن، اوتارن، فلاسافرن جا جيون چرتر ۽ سندن ويچار (ايمرسن، پورب جوتي، شري ڪرشن)

(ب) ٿياسافيءَ جا مکيه سدانت ۽ فلاسافي (اپنشد گيان، اوم جي آکاڻي، آنند دربار، وغيره)

(ٻ) پارسي ۽ يوروپي اولين جي عمدن ڪتابن جا ترجما ۽ انهن جا ڪمل روپ. (هئمليٽ، فائوسٽ، مولانا، ٻال هتيا، وغيره)

انهن کانسواءِ ڄيٺمل انگريزيءَ ۾ ’سنڌ جي تاريخ ۽ سنڌ جي صوفين‘، ’سنڌي ساهتيه ۽ سوشيتا‘ بابت لڳڀڳ ڏهه ڪتاب لکيا، غير سنڌين اڳيان سنڌي ساهتيه کي پهچايو آهي. سندس رچيل ڪجهه نظم به ملن ٿا، جن ۾ هن ”گلراج“ نالي ڪتاب آندو آهي، جيڪو گلراجانيءَ جو انوواد روپ آهي.

## ڄيٺمل: هڪ مضمون نويس ۽ نقاد

ڄيٺمل جي اصلوڪين رچنائن تي جڏهن نظر ڊوڙائجي ٿي، تڏهن هڪدم ظاهر ٿي پوي ٿو ته هو مکيه طور هڪ مضمون نويس ۽ آلوچڪ آهي. هن ”چوڙا پوش جون آکاڻيون“ لکي افسانن جي شاخ ۾ پڻ طبع آزمائي ڪئي آهي. پر انهن ۾ هو ڪامياب ثابت نه ٿيو آهي. سندس لکيل اهي آکاڻيون حيدرآبادي هندو عامل ۽ ڀائيبندن جي سنڌي جيون تي ٻڌل آهن، جن ۾ هن سماجڪ ڪرسمن جي اوگڻ ڪڍيا آهي ۽ سماج کي سڌارڻ لاءِ ويچار ظاهر ڪيا آهن. ان خيال کان اهي حقيقت نگاريءَ وارايون آکاڻيون آهن. پر انهن ۾ به ڄيٺمل جو مضمون نويس وارو ۽ اپديش ڏيندڙ سماج- سڌارڪ وارو روپ گهڻو غالب بڻجي ويو آهي. انهيءَ ڪري ڪهاڻي- ڪلا جي خيال کان اهي سٺيون رچنائون بڻجي نه سگهيون آهن.

منهنجي ويچار ۾ ڄيٺمل پرسرام سنڌي ساهتيه ۾ هڪ اوچ درجي جي مضمون نويس جي روپ ۾ اڀري آيو آهي. ان شاخ ۾ پڻ سندس گهڻا مضمون ويچار- پڌان آهن، جن ۾ هو ليک- گيان، فيلسافيءَ ۽ الڳ الڳ ڌرمن جي اصولن کي سليس سنڌي ٻوليءَ ۾ سمجهائڻ ۾ ڪامياب

ٿيو آهي. اُن زماني ۾ جڏهن سنڌي نثر اڃا ٻالڪپڻ ۾ هو. سٺ سالن جو مس ٿيو هئو، تڏهن چيتومل ڳوڙهن ويچارن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪيترن هنڌن تي نئين ۽ نوان اصطلاح ۽ لفظ گهڙي ڪتب آندا آهن. سنڌي نثر جي وڪاس ۾ اهڙا سندس وڏي خدمت ليکجي.

مضمونن جي ڪيترن ۾ بہ چيتومل جو اعليٰ ۽ ڪامياب روپ اسان کي تنقيدي مضمونن ۾ ملي ٿو. هو پنهنجي دور جي اوچي سطح وارن نقادن مان هڪ آهي. چيتومل جي تنقيد يا آلوچنا جي مکيه خوبي آهي، اوائي اوک ڊوک ڪري، ڪنهن ويچار کي چٽيءَ طرح سوليءَ ٻوليءَ ۾ سمجهائڻ. سندس آلوچنا جي ٻي خوبي آهي مشابهتي اڀياس. مثال طور، شاهہ لطيف جي ڪلام کي سمجهائيندي، چيتومل نہ فقط ٻين ٻولين جي شاعرن جا نظم ڪيل خيالن جو نسبتي جائزو پيش ڪري ٿو، پر اُن سان گڏوگڏ شاعرانہ انداز ۽ اُن جي لحاظ کان شعر جي خوبين جي، ٻين شاعرن جي شعر سان ڀيٽ بہ ڪري ٿو. اُن ڏس ۾ سندس اڀياس جو دائرو نهايت وسيع آهي. اِتي هو ڀارت جي ٻين ٻولين جي صوفين سان گڏوگڏ، ايران ۽ عرب جي صوفين جو ڪلام پيش ڪري ٿو تہ انگريزيءَ جي شاعرن (شيڪسپيئر، شيلي، وغيره) جي ڪوتا مان بہ هم ـ معنيٰ مثال سامهون رکي ٿو. ٿوري ۾ چئجي تہ ڌرمن ۽ ساهتين جو مشابهتي مطالعو (Comparative Study) چيتومل جي آلوچنا جي مکيه خاصيت آهي. ”شاهہ جي آکاڻين جي سمجهاڻي“ ۽ ”سچل سرمست“ چيتومل جي آلوچنا جا عمدا مثال آهن.

چيتومل جي تنقيد جو ٻيو سهڻو مثال آهي ـ ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ جي مرتب ڪيل ”شاهہ جو

رسالو" (ڀاڱو ١) ئي ڇپيو. گربخشاڻيءَ جو اهو ڪتاب
١٩٢٣ جي آخر ڌاري لکيو. ان ئي جيٺمل هڪدم اهو
ايڊيشن نظر مان ڪڍي "ڀارتواسي" اخبار ۾ ادبي بحث
ڇيڙي ڇڏيو. ان اخبار جو پاڻ سمپادڪ هئو. هن عام
جنتا جو ڌيان ڇڪائڻ لاءِ تنقيد ڪئي ـــ سنسني خيز اصولي
بحث ڪيو ته ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻيءَ شاهه جي رسالي
جو خون ڪيو آهي. هن گربخشاڻيءَ کي عالم ڪولمبدي،
مٿس ٽن خونن ڪرڻ جي تهمت لڳائي. (١) سنڌي
ٻوليءَ جو خون: (ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ) تمام اوکا
عربي - فارسي لفظ رسالي جي "مقدمه" ۾ ڪتب آڻي،
سنڌي ٻوليءَ جو خون ڪري ڇڏيو آهي؛ (٢) روحاني
رازن جو خون (جيٺمل ڏيکاريو ته ڪيترن بيتن جون معنائون
۽ اُهي ۾ لڪل روحاني ڳالهيون، گربخشاڻيءَ غلط نموني
سمجهايون آهن.)؛ (٣) رسالي جي هڪ هزار کن بيتن جو
خون (گربخشاڻيءَ پنهنجي ايڊيشن ۾ ڪيترائي بيت
ڌاريا ڄاڻائي رد ڪري ڇڏيا هئا. اُهن کي خارج ڪرڻ
لاءِ هن کي ڪا به وزنائتيون ثابتيون پيش نه ڪيون هيون.
هن فقط پنهنجي پسندگي ۽ ناپسندگي ڏيکاري هئي. ان
تان جيٺمل کي سخت مٺيان لڳي هئي.)

جيٺمل جو هڪدم وٺي گربخشاڻيءَ کي سگهو ئي کنيو،
سو ٻيو مل مهرچند، لالچند جڳتياڻي ۽ ڪي ٻيا عالم گربخشاڻيءَ
جي بچاءَ لاءِ بحث ۾ ڪڏي پيا. ٻئي طرف وري مرزا
قليچ بيگ، ليلارام وطن مل لالواڻيءَ ۽ ڪن ٻين جيٺمل
جي ڳالهه کي ٺيڪ ڄاڻايو. مطلب ته عالمن جون ٻه ڌريون
ٿي پيون ۽ ان زماني ۾ اخبارن ۾ چڱو ادبي بحث
ڇڙي پيو، اهو سنڌي تنقيد جو هڪ سهڻو مثال آهي.

الهيءَ واد وواد مان اُن دؤر جي اَدبي شناس جي بہ
پٽيءَ پاڻمع ڄاڻ ملي ٿي. پرومل جيتوڻيڪ شروع ۾
ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جو طرف ورتو، خاص ڪري الهيءَ لاءِ
تہ متان هو دل - شڪستو ٿئي، پر ان ڳالهہ کي شايع ڪرڻ
جو خيال ئي تہ لاهي ڇڏي، تنهن هوندي بہ پوءِ سنہ ١٩٣٨
ڌاري "سندو" ۽ ٻين ڪن اخبارن ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ
جي غلطين کي بہ ظاهر ڪري ڏيکاريائين. جيٺمل جي
الهيءَ سنڌي آلوچنا جو اهو نتيجو نڪتو، جو پوءِ
گربخشاڻيءَ قبول ڪيو تہ هن جيڪي بيت ڌاريا ڪلام
ليکي، شاهہ جي رسالي مان ڪڍي ڇڏيا آهن، اُهي هو
آخر ۾ گڏ ڪري هڪ الڳ ڪتاب جي صورت ۾ ڏيندو،
جيئن پڙهندڙ اُنهن جو بہ مطالعو ڪري سگهن. هن "شاهہ
جو رسالو" (جلد پهريون) جي مهاڳ ۾ لکيو آهي تہ "ڌاريا
ڪلام، جو شاهہ صاحب جي اصل ڪلام کان ڇني ڌار ڪيو
ويو آهي، سو پڻ اميد آهي تہ ضميمہ طور جدا ڇپائي
پڌرو ڪيو ويندو تہ پول تہ اهو بہ سنڌي شعر جو هڪ
خالصو ڪتاب ليکجڻ ۾ اچي."

جيٺمل پهرئين سڀ دليل پوءِ هڪ ڇولڙيءَ جي روپ
۾ ڇپائي ظاهر ڪيا. اهي پڙهڻ بعد مون ڏٺو تہ برابر
سندس دليلن ۾ وزن آهي. گربخشاڻيءَ جيڪي بيت رد
ڪيا هئا، اُنهن لاءِ هو تسلي بخش ثابتيون پيش نہ ڪري
سگهيو هئو. اهو اَدبي بحث سنڌي آلوچنا جو عمدو مثال
آهي. افسوس جو اهو جدا جدا مخزنن ۾ قسطن ۾ ڇپيل
آهي ۽ هن وقت نا ياب آهي. جيڪڏهن اهي سڀ پرچا
گڏ ڪري، بحث کي ترتيب وار ڇپائي شايع ڪجي، تہ
اهو شاهہ جي ڪلام کي سمجهڻ ۾ بہ گهڻي قدر مدد ڪندو.

جيٺمل جي آلوچنا جو اهو روپ اسان کي تڏهن نظر
ملي، جڏهن هن سنه ١٩٤٠ ۾ ڊاڪٽر دائود پوٽي کي وٺ
ڪئي. هو صاحب تعليم کاتي جو ڊائريڪٽر هئو ۽ خواجه
زمان لواريءَ جو سنڌي ڪلام "ابيات سنڌي" نالي
سان، ڪراچيءَ مان سنه ١٩٣٩ ۾ ڇپائي ظاهر ڪيو هئائين.
اهو ڪتاب بي. اي. ۾ سنڌي پڙهندڙن شاگردن لاءِ
درسي ڪتاب طور منظور ڪيو ويو هئو. جيٺمل جو مکيه
اعتراض هئو ته اُن ۾ عربي - فارسي لفظ، انهن جي
سمجهاڻيءَ ڏيندي استعمال ڪيا ويا آهن. اهو ته ڊاڪٽر
دائود پوٽي مهاڳ ۾ تعصب وچان ڪي اهڙيون ڳالهيون
لکيون آهن، جيڪي هندو شاگردن لاءِ پڙهندڙن
جي جذبات کي گهڻو ڏکوئيندڙ هيون. اها سموري تنقيد
پوءِ ڊسمبر ١٩٤٠ ۾ برپا ڪيل "سنڌي ساهت سڀا" طرفان
چوپڙيءَ جي صورت ۾ ڇپائي ظاهر ڪئي وئي. اُن جو
پريزيڊنٽ جيٺمل پاڻ ۽ سيڪريٽري موتيلال لڇيرام ٻتاڻي
هئو. سڀا جا مقصد هئا- (١) سنڌي ٻولي ۽ ساهت (ادب)
جي ترقي. (٢) لپي ۽ سڀاوڪ سنڌيءَ کي قائم رکڻ.
(٣) سنڌي سڀيتا (تهذيب) جي کوجنا. * اُن سڀا
طرفان پوءِ اهڙا ڪتاب ڇپايا ويا، جن ۾ سنڌي ٻوليءَ جو
روپ بدلائي عربي - فارسي ڪرڻ جي سخت مخالفت
ڪئي وئي.

دائود پوٽي تعليمي کاتي جي ڊائريڪٽر هئڻ جي
حيثيت ۾ سنه ١٩٤٠ ۾ اسوان درسي ڪتاب تيار ڪرائي

---

* سنڌي ساهت سڀا (پترڪا نمبر ١)- "سنڌي ٻوليءَ کي ڪيئن ٿو ڦيرايو وڃي؟" حيدرآباد سنڌ، ٢٠ ڊسمبر ١٩٤٠.

ڇپايا. انهن ۾ ڪيترن سنڌي لفظن جون هجيئون، عربي
مول لفظن واريون رکيون ويون. ان سان گڏوگڏ ڏ ڳها
حرف علت لکڻ لاءِ اعرابون، حرف صحيح تي لڳائڻ
يا "ي" ۽ "و" تي لڳائڻ (جيئن ته - ڪري - ڪري؛
توس - تؤس؛ ٽؤس - ٽؤس)، ان مسئلي تي ڪٿي عالمن
۾ اختلاف پيدا ٿي پيا. ڊاڪٽر دائود پوٽي انهن درسي
ڪتابن ۾ اصولڪو عربي - فارسي ٻولين وارو اعرابن لڳائڻ
جو سرشتو استعمال ڪيو هئو. انهيءَ تي چيتمل ۽ ٻين
سنڌي عالمن اعتراض ورتو ته ان ريت سنڌي ٻوليءَ جو
روپ جاٽي واٽي بدلائي، عربي فارسيءَ وارو ڪيو پيو
وڃي. ادبي تنقيد ۽ ڀاشا وگيان جي خيال کان پڻ، چيتمل
جو شروع ڪيل اهو بحث گهڻي اهميت رکي ٿو.

ٿوري ۾ چئجي ته اهو زمانو اهڙو هئو، جڏهن ۾ چيتمل
ادبي مسئلن کي کڻي، انهن تي گهڻو بحث ڪيو ۽ هڪ
اعليٰ درجي جي آلوچنا جي روپ ۾ پاڻ کي ثابت ڪيو.
سنڌي ٻوليءَ جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ چيتمل جون
اهي ڪوششون نهايت اهم آهن.

## چيتمل جون ٻيون ادبي ڪوششون

سنڌي ساهت جي ڪيتر ۾ چيتمل پرسرام جا ٻه مکيه
ڪم آهن: (۱) سهڪاري مٽي تي سنڌي ساهت سوسائٽي
برپا ڪرڻ، جنهن ۾ لالچند ۽ ٻيا سندس ساٿي هئا.
(۲) ڪتابي سلسلا شروع ڪرڻ. هن ۱۹۲۲ ۾ ٽي ڪتابي
سلسلا شروع ڪيا- نئين سنڌي لئبرري، سستو ساهت
مالا ۽ برهم وديا مالا. انهن جي ذريعي هن سنڌي
عوام ۾ نه فقط دلاسائي ۽ آسانيءَ جهڙن گڻن وڌڻ تي

ڪتابن پڙهڻ جو چاهه پيدا ڪيو، پر اُن سان گڏو گڏ ڪين
جدا جدا ٻولين جي ساهتيه ۾ ملندڙ شاهڪار رچنائن طرف
به ڌيان ڇڪايو. جيٺمل کي ترجمن ڪرڻ ۽ وڏن ڪتابن
جو الٿو ڪري اختصار تيار ڪرڻ جو به انوکو ڏانءُ هئو.
ان جي ذريعي هو اُصلوڪين رچنائن جو ساءُ، سنڌي
ٻالڪن کي ڏيڻ ۾ گهڻو ڪامياب ٿيو. (٣) نوجوان ليکڪن
کي لکڻ لاءِ اتساهه ڏيڻ. ان ڏس ۾ هن منگهارام ملڪاڻيءَ،
اَمرلال هنگوراڻيءَ، آسانند مامتورا ۽ ٻين ڪيترن کي
همٿايو. (٤) ساهت سڀائون برپا ڪري، سميلن ڪوٺائي،
عام سنڌين ۾ ساهتيه پڙهڻ لاءِ سجاڳي پيدا ڪرڻ.
(٥) ساهتيه ۾ اخلاق ۽ اظهار جي ايمانداريءَ لاءِ شعاس
پيدا ڪرڻ. هن پنهنجيءَ ليکڪيءَ وسيلي اِن ۾ اها سوجهه
پيدا ڪئي ته ليکڪ جيڪي محسوس ڪري ٿو، اُهيءَ
کي ڪنهن به ڊپ ڊاءَ کانسواءِ هو بيباڪيءَ سان ظاهر
ڪرڻ جي همت به پاڻ ۾ رکي. (٦) جيٺمل اُهيءَ مت
جو هئو ته ساهت، جيون جي ڀلائيءَ ۽ ترقيءَ جو ماڌيم
آهي. اُهيءَ ڪري اديب کي گهرجي ته پنهنجي قلم
ذريعي هر مظلوم، هارين - نارين، جي حق ۾ آواز پيدا
ڪري ۽ سماج مان ڪريتين کي پاڙئون پٽي ڪڍڻ جي
ڪوشش ڪري.

# جيٺمل جي جيون جا اهم سال

1885 (آڪٽوبر)- جيٺمل جو جنم

1902- بمبئي يونيورسٽيءَ جو مئٽرڪيوليشن امتحان پاس ڪيائين. (نونراءِ هيرانند اڪيڊمي، حيدرآباد سنڌ ۾ ثانوي تعليم پرايائين).

1903- نونراءِ هيرانند اڪيڊميءَ ۾ ماستري شروع ڪيائين.

1906- ڏاري جيٺمل، ڀائي ڪلاچند جي ننڍي ڀيڻ سان شادي ڪئي.

1908- پهرين ٻالڪ راڌيءَ جو جنم ٿيو.

1910- جيٺمل ڪراچيءَ جي "مدرسة الاسلام" ۾ ماستر هئو. ان سال کيس پٽ ڄائو، جنهن جو نالو موهن رکيو ويو.

1911- نيو هاءِ اسڪول ڪراچيءَ ۾ هيڊ ماستريءَ جي عهدي تي هئو. اتان جيٺمل استعفا ڏني.

1912- جيٺمل کي ڌيءَ ڄائي، جنهن جو نالو هري رکيو ويو.

1913- ڪراچيءَ ۾ آل انڊيا ڪانگريس جي ڪانفرنس ٿي، جنهن ۾ جيٺمل به حصو ورتو. ان دور ۾ ئي هو لوڪ مانيه تلڪ ۽ انيءَ بيسنٽ جي اثر هيٺ سياست ۾ چستيءَ سان حصو وٺڻ لڳو.

١٩١٥- جيٺمل پنهنجي ساٿيءَ لالچند ڄڳتياڻيءَ ۽ ٻين سان
گڏ، سهڪاري منڊلي حيدرآباد سنڌ ۾ "سنڌي
ساهت سوسائٽي" برپا ڪئي. ڏيڍ سال کن پاڻ
انهيءَ طرفان ماهوار ڪتابن جو ايڊيٽر هئو. پر پوءِ
ڇپائيءَ ۽ مهتمم جو بار لالچند ڄڳتياڻيءَ کنيو.
هن سال جيٺمل کي پٽ ڄائو، جنهن جو نالو
رام رکيو ويو.

١٩١٦- اپريل ۾ لوڪمانيه تلڪ پونا ۾ "انڊين هوم رول
ليگ" برپا ڪئي. سيپٽمبر ۾ آنيءَ بيسنٽ "آل
انڊيا هوم رول ليگ" جو پايو ڪلڪتي ۾ وڌو.

١٩١٧- آنيءَ بيسنٽ حيدرآباد ۾ سنڌ نيشنل ڪاليج جو
بنياد وڌو، جنهن ۾ جيٺمل سندس ساٿي هئو. انهيءَ
سال ۾، پهرين جولاءِ کان جيٺمل، حيدرآباد سنڌ
مان روزاني سنڌي اخبار "**هند واسي**" نالي
سان شروع ڪئي. انهيءَ جو مکيه مقصد هئو سنڌ
۾ آنيءَ بيسنٽ جي سياسي ويچار ڌارا ۽ ڪاماڻيءَ
جو ڦهلاءُ ڪرڻ. ان ۾ ادبي ليک به شايع ٿيندا
هئا. ان سال سنڌ ۾ "آل انڊيا هوم رول ليگ" جي
شاخ به جاري ڪئي ويئي.

١٩١٩- پندرهين مارچ تي رولٽ ائڪٽ پاس ڪيو ويو.
ان جي خلاف ڇهين مارچ تي دهليءَ ۾ سوامي
شرڌانند جي اڳواڻيءَ هيٺ تحريڪ شروع ڪيو ويو.
ڇهين اپريل تي مهاتما گانڌيءَ ان ائڪٽ خلاف
هڙتال جو سڏ ڏنو. تيرهين اپريل تي امرتسر ۾
جليان والا باغ ۾ سرڪاري فوجن، بيگناهه ڀارتواسين
جو قتل - عام ڪيو. سورهين مئي تي جيٺمل کي

هندواسيءَ ۾ سمواد کي ليک، لکڻ جي ڪري
گرفتار ڪيو ويو.

١٩٢٠- جيٺمل جي گرفتاريءَ بعد جيرامداس، گهنشيام
شِوداساڻيءَ ۽ چوئٿرام گدواڻيءَ هندواسيءَ جون
واڳون سنڀاليون هيون. هن سال ۾ هن اخبار جو
نالو بدلائي ”ڀارتواسي“ رکيو. هن سال جي
آخر ڌاري جيٺمل کي جيل مان آزاد ڪيو ويو.

١٩٢١- جيٺمل ڀارتواسيءَ جون واڳون ورتيون ۽ سنه ١٩٢٥
تائين ان کي باقاعدي هلائيندو رهيو. جنوريءَ کان
وٺي جيٺمل ”روح رهاڻ“ نالي سان ماهوار
مخزن ڪڍڻ شروع ڪئي، جنهن جو مکيه مقصد ٿياسافيءَ
جو پرچار ڪرڻ هئو. سن ١٩٤٤ تائين اهو مخزن
سالئه شايع ٿيندي رهي، پوءِ ٻه سال ڪِن بند
رهي. سن ١٩٤٧ ۾ جيٺمل اها وري جاري ڪئي.
ڪجهه پرچا اڪٽا مس ٿيا ته وري ملڪ جي ورهاڱي
سببان اها ڪيس بند ڪرڻي پئجي. جيٺمل جي پٽ
رام ۽ سندس گهرواريءَ (ديويءَ) ممبئيءَ مان
آڪٽوبر ١٩٥٤ ۾ ”روح رهاڻ“ ماهوار شروع
ڪئي، پر ان جا پنج - ڇهه پرچا مس شايع ٿيا.

١٩٢٢- ”نئين سنڌي لئبرري“ نالي سان جيٺمل
سنڌيءَ ۾ معياري ڪتاب شايع ڪرڻ شروع ڪيا.
ان سلسلي جو پهريون ڪتاب آهي ”شاهه جون
آکاڻيون“ ٻيو ڀاڱو پهريون. هن سال ۾ جيٺمل ”سستو
عمدو ساهت مالا“ ۽ ”برهم ودِيا مالا“ نالي
سان ٻه ٻيا به ڪتابي سلسلا جاري ڪيا

١٩٢٣- حيدرآباد ۾ [illegible] ڪلب اڙيسا

ڪئي ويئي. انهيءَ جو پايو وجهندڙن ۾ جيٺمل
۽ مکيه ڪم ڪندڙ هئو. هن ڪن ناٽڪن ۾ ڀاڱي
۾ رول ادا ڪيو.

1924- هن سال جنوريءَ ۾ جيٺمل، گربخشاڻيءَ جي مرتب
ڪيل "شاهه جو رسالو" ( ڀاڱو پهريون ) تي
بحث شروع ڪيو.

1929- جيٺمل "سنڌ هيرلڊ" نالي سان ڪراچيءَ مان
هفتيوار اخبار شروع ڪئي. انهيءَ سان گڏ گوپالداس
ليکراج جي جاري ڪيل "پرڪاش" سنڌي اخبار
جو پڻ سمپادن ڪرڻ لڳو، جنهن ۾ لالچند جڳتياڻي
گڏ هوس.

1931- جيٺمل شڪارپور ۾ سنڌي ساهت ڪانفرنس گهرائي.
هن سال کان وٺي "سنڌ هيرلڊ" جو سنڌي روزاني
اخبار جي روپ ۾ به ايڊيشن ڪڍڻ لڳو. اها
اخبار 1932 ۾ بند ٿي ويئي، ڇاڪاڻ ته سرڪار
پرنٽنگ پريس ضبط ڪري، نيلام ڪئي.

1933- هن سال جيٺمل، سنڌ نيشنل ڪاليج حيدرآباد ۾
سنڌيءَ جو پروفيسر مقرر ٿيو. ان ڪاليج ۾ هو
1941 تائين پاڙهيو. ان دوران پڻ هو سياسي ۽
سماجي ڪمن ۾ مشغول رهيو. هارين - نارين جي
بهبوديءَ لاءِ لڙڻ، ممبئيءَ کان سنڌ جدا ڪرڻ
جي گهر ڪرڻ، سوديشي هلچل ۽ ٿياسافيڪل
سوسائٽيءَ جو ڪم سنڀالڻ، - سندس مکيه ڪم هئا.
33-1934 ڌاري "سنڌ زي" هفتيوار اخبار جو
پڻ آنرري سمپادڪ هئو.

١٩٣٦- ڄيٺمل جي ڀيڻ رام جي شادي، لالچند جڳتياڻيءَ
جي ڌيءَ ديويءَ سان ٿي.

١٩٤٠- ڄيٺمل سنڌي ٻوليءَ جو لپيءَ روپ قائم ڪرڻ لاءِ
آواز اُٿاريو ۽ دائود پوٽي درسي ڪتابن ۾ اعرابن
جو جيڪو عربي ٻوليءَ وارو طريقو اپنايو هو، اُن
جي خلاف هلچل هلائي. ٩ ڊسمبر ١٩٤٠ ۾ حيدرآباد
۾ "سنڌي ساهت سڀا" کولي وئي، جنهن جو
پريزيڊنٽ ڄيٺمل ۽ سيڪريٽري مولچند ٽِل لڇيرام
بڻائي هئا. اُن سڀا طرفان ٻيرا ڇپائي ورهايا ويا.
غلام مرتضيٰ سيد "سنڌ يونيورسٽي" برپا ڪرڻ
لاءِ هڪ ڪاميٽي مقرر ڪئي هئي. اُن ۾ ڄيٺمل
پرسرام به ميمبر هو. اُن ڪاميٽيءَ جدا جدا
يونيورسٽين جي سرشتي جو اڀياس ڪرڻ لاءِ هڪ
سال ۾ ڀارت جو دورو ڪيو هو.

١٩٤١- ڄيٺمل ڪراچيءَ ۾ سنڌي ساهت ڪانفرنس گهرائي،
جنهن جو سڀاپتي ڪشنچند بيوس هو. هن ڪانفرنس
۾ سنڌيءَ جو سڀاويڪ روپ ٺهرائي، اُن کي عربي
جامو پهرائڻ جي سخت مخالفت ڪئي وئي.
جي. ايم. سيد، سنڌ سرڪار جي تعليمي وزير،
سرڪار طرفان "سنڌي ادب (ساهت) لاءِ مرڪزي
صلاحڪار ڪاميٽي" برپا ڪئي، جنهن ۾ هن ڄيٺمل
کي به ميمبر طور ڪنيو.

١٩٤٣- شري سرسوتي پريس حيدرآباد طرفان وڪرم
سمبت ٻه هزار پورا ٿيڻ جي موقعي تي، حيدرآباد
۾ "وڪرم مها سميلن" ڪرڻ لاءِ هڪ ڪاميٽي
ٺاهي وئي، جنهن ۾ ڄيٺمل به مک ڪم ڪندڙ هو.

۱۹۴۴- مارچ ۲۵ تاريخ کان وٺي ۲ اپريل تائين
حيدرآباد ۾ وڪرم مها سميلن ڪيو ويو. ان ۾
سنڌ ۾ "وڪرم يونيورسٽي" برپا ڪرڻ جو فيصلو
ٿيو. ان يونيورسٽيءَ جو مکيه مقصد هئو، ڀارتي
سنسڪرتيءَ ۽ سنسڪرت ڀاشا ۽ ساهتيه جو سنڌ
۾ ڦهلاءُ ڪرڻ. جيٺمل ان يونيورسٽيءَ جو سمورو
سرشتو جوڙي تيار ڪيو. ان ۾ پنڊت ڪشنچند
جيتلي ۽ جيٺمل سان مکيه ڪم ڪندڙن مان هڪ هئو.

۱۹۴۶- ڊسمبر ۾ ڪراچيءَ ۾ هندي ساهتيه سميلن ٿيو.
ان ۾ سنڌالاجيءَ جي اڀياس لاءِ جيٺمل، ڪشنچند
جيتلي ۽ ٻين، هڪ اڪاڊمي برپا ڪرڻ جو
فيصلو ڪيو.

۱۹۴۷- چوڏهين آگسٽ تي، پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ
تي جيٺمل ڪراچيءَ ۾ جناح جي آمد ۾ "سنڌ
هيرلڊ" جو خاص پرچو وڏي شدمد سان شايع
ڪيو. ان کان اڳ ئي سنڌ مان هندن جي لڏپلاڻ
شروع ٿي وئي هئي. ان تي جيٺمل ٻين ڪن
ساٿين سان گڏ سنڌ جو دورو ڪيو ۽ هندن کي
سمجهايو ته اوهين پنهنجي جنم ڀومي ڇڏي نه وڃو.
ان مقصد ۾ جيٺمل ڪامياب نه ٿيو. ملڪي بگڙيل
حالتن کي ڏسي هو اداس ۽ بيمار ٿي پيو.

۱۹۴۸- مارچ ۾ جيٺمل جا ساٿي کيس بيماريءَ جي حالت
۾ زوريءَ بمبئيءَ وٺي ويا. اتي سندس علاج چالو
رکيو ويو، پر ڪنهن ڪو به فرق نه ڪيو.

۱۹۴۸- ڇهين جولاءِ تي رات جو ڏيڍ بجي کن بمبئيءَ
۾ جيٺمل جو سرڳواس ٿيو.

(۱)

# سوهڻي ۽ ميهار

"ڪيس نام نهال، پسڻ تان پري ٿيو"! ڳالهه ٿي جنهن جو سهڻي، تنهنجي صورت ڇا هوندي! هئي سا ڌيءَ ڪنڀار جي، پر ڪنڀار جي من ۾ ڪا حسن جي بي نظير خوبي هئي! جنهن ڳالهه سهڻا ٿي ڳالهائين، ليڪن سهڻي ته ڪا سهڻي گهاڙيٽ تان گهڙيائين. ماءُ ڌيءَ کي ٿي سمجهائي، پر امڙيءَ ڦل ٿي پاليو، تنهن ڪيس پاليو ناليو اهڙو نفيس ۽ نازڪ، جو سهڻيءَ جا لڇڻ ته ڪنهن وڏگهراڻيءَ خوبصورت جا ٿيا. ڪي چون ٿا ته سهڻي، شاهه جهان بادشاهه جي ڏينهن ۾ تلا ڪنڀار جي گهر، پنجاب ۾ ڄائي هئي. ڪي چون ٿا ته سهڻي سنڌ ۾ شهداد پور جي پر ۾ ڄائي هئي، جتان تنهن وقت سنڌو درياهه ٿي وهيو. ڪي چون ٿا ته، سهڻيءَ جي ڳوٺ پر، چناب ندي وهندي هئي، جو ته پنجاب ۾ ڄائي هئي. ڪٿي ته ڄائي، پر پلي ڄائي ۽ سچل نثر جو هڪ لفظ ڦيري جيڪر چئجي :-

"اوڙن سهڻي ماءُ پيءُ ڄايو ن
پر هيءَ (عشق) حسن جي ڄائي."

سهڻي اڃا ننڍي هئي ته قرآن شريف پڙهي ويندي هئي، شڪل ۽ لڇڻن ٻنهي ۾ وڌندي وئي. چون ٿا ته

بخارا جو هڪ سوداگر هو، نالو هوس مرزا علي بيگ.
پيريءَ ۾ پيو ڄائس، جنهن کي عرش جي نعمت ڪري ٿي
سمجهائين. تربيت اهڙيءَ ترتيب سان ڏنائينس، جو جوان
ٿيڻ تي قابل ٿيو. نالو هوس عزت بيگ. ڳڀروءَ جي
دل ۾ سفر جو شوق هو، سو گهمندي اچي سهڻيءَ
جي ڳوٺ وٽ لٿو. نديءَ جي ڀر ۾ تنبو هڻي، اتي پيو.
ڪي چون ٿا ته اهو عزت بيگ مٿينءَ پنجاب واريءَ سهڻيءَ
جي ڳالهه وارو آهي، پر اسانجي سنڌ جي سهڻيءَ جي
آکاڻيءَ واري جوان جو نالو هو ساهڙ. شاهه صاحب اڪثر ساهڙ
ڪم آندو آهي. ساهڙ معنيٰ هاڻ عام رواج ”دوست“ آهي،
سو چئي ٿو سگهجي ته شاهه صاحب سڀ پيچ نالو ساهڙ ڪري
ڪم آندو آهي، ڪين درست ڪري ڪم آندو آهي.
قصو ڪوتاه، هڪ سهڻي من موهڻي، ته پيو ساهڙ مٺار.
ساهڙ موڪليو پنهنجي ماڻهوءَ کي ته وڃي ڪي ٿورا ٿانو
شهر مان وٺي اچ، پر سهڻا وٺي اچج، ڪم نه ايندا سون.
ماڻهوءَ پڇا ڪئي، معلوم ٿيس، ته ڪنڀار پيا ته گهڻا آهن،
پر ٽلا ڪنڀار واهه جا ٿانو ٺاهيندو آهي. هي ميان آيو ٽلا
وٽ. ڏٺائين ته برابر! ٿانون جي صورت سهڻي هئي، پر
ٻي جا انساني صورت گل صفتان موجود هئي، انهن تي
پڻ نظر رهي هن شخص جي پئي. سهڻي پردي جي
بندبل بلبل ڪانه هئي، پر آزاد هئي. سو ساهڙ جي ماڻهوءَ
به ڏسي ورتي. ٿانو ته کڻائين، پر هن جي صورت جي
شڪل اُن اکين ۾ جهلي رکيائين. ساهڙ وٽ اچي حيرت
۾ پيهي رهيو. پڇيائينس ته ڪر خير ته ڪهڙي مڙ ۾ آهين؟
چي سهڻا ڇا پڇائين، صورت ڪا ڏٺي اٿم! جنهن ۾ ڪا
گهٽتائي نه هئي. ڇا ڪماليت جي خوبي! ڪنوار جي

ٽاڻون سان گڏ موليءَ هيءَ ۽ حسن حيرت جي صورت گهڙي
رکي آهي. ساهڙ جي دل اُنهيءَ ڇرڪ لڳي. پهلا قسمت
جي راند ني هيئر شروع ٿي. هي يار پنهنجي ماڻهوءَ سان
گڏ جي ، آيو ڪنهار جي گهر. ڪنهار سندس تعظيم ڪئي.
ساهڙ ڏٺس واهه جا ٺاهيا ٿانوَ آهن ، پيا ۽ ڪپڙ. ٿالهو ٿانون
جو ني ڪياڻين، پر اکيون ڪڏهن ني ، ٻريءَ روح ني هيس،
جا سهڻي ۽ ونڊي هئي. جهڙيون اکيون هُن ۾ ، هُن جون
اکيون ڇپن ۾. ڪنهن اُهڙيون پيار هون. ڪنهار کي ڪل
ڪانه پيئي ته هي سوداگر، سهڻيءَ تي حيران ٿي ويو
آهي. هن ڀانيو ته منهنجي ٿانون تي عاشق ٿيو آهي. خير
جون ٿا ته انهن تي ساهڙ ۽ سهڻيءَ جي سنگت شروع ٿي.
ساهڙ ۽ ڪٿي لڪ ٻڌي ٿانون ولڙ تي ۽ مگر اهو، پر دل
هنجي سهڻيءَ جي ڪنول ليٽن ڪنهن رکي هئي. آڪاڻي ٿي
چوي ته هن سوداگر جيڏان سڀ پيسا ڪپاني ڇڏيا، هاڻ ۾
ڪچهه ۽ ته پڇيس: ڪنهار کي چياڻين ته اصيب هيئن ڏک
هنيو اثر: ڏوکڙ ڪٽي ويا، وطن دور ٿيو، هاڻي آءٌ ڀلو
ڪيڏانهن وڃان؟ موليکي ڪٿي لڪون باڻ ومت وهار. آءٌ
تنهنجو ڪم ڪار پيو ڪندس، تنهنجون ڳايون مٿون ۽
پيو چاريندس، لون موليکي هُن سهڻي ٿالون ٿاڻ جي
۽ ترتيب ڏجانءِ! ڪنهار دل ۾ چيو ته لساهو ڪو جوان،
چڱن مائٽن جو چوڪر مفلس ٿي ويو آهي. موليکي ۽ اڳ
ته ڪهڙي ورسايو ائس، سو جي مون ومت رهيو ته ٻئي
چڱو. اها خبر ڪانه پئس ته مون جي هنجي زر، ٿالهو
وڪٽي باڻ ومت ڪئي، ۽ هن منهنجي اهاءِ ماڻڪ ڏيءَ
جي دل ڪسي باڻ رمت رکي آهي، ۽ انهيءَ محبت ۾ مسست
ٿي، تو مون رمت مهار اٿي. سهڻيءَ ۽ ساهڙ پنهنجو پرام

۽ اهڙيءَ طرح رکيو هو جو عام کي ڪا ڪل ڪا نه پوي.
هي ڏاڍا خوش. مهار وڃندو هو مينهون چارڻ. سهڻي
آزاد نموني خوب گهمي ڦري، ڪڏهن نديءَ جي ڪپ تي،
ڪڏهن ساوڻ ميدانن تي، ڪڏهن جهنگلن ۽ ٻيلن ۾.
مهار پنهنجي سهڻيءَ کي اکين آڏو ڏسندو، سهڻي پنهنجي مهار کي اکين
آڏو ڏسندي. قدرت ۽ قادر پئي ڏسي، هنن ٻن دلين جو ميلاپ ٿيو
۽ هنن جو نڪاح به ٿيو. پر ڪنڀار کي خبر ڪا نه رهي.
مهار رهندو ڪنڀار جي گهر هو، پر "دست به ڪار، دل
به يار." ليڪن ڏينهن گذرندا، ڪستوريءَ جي خوشبوءِ ڪٿان
ڳجهي رهي؟ ليڪن عشق جي خوشبوءِ ڪڏهن نه ڳجهي
رهي. آهستي سرتين ۽ سالين کي بوءِ لڳا ته جوان مهار
۽ سهڻيءَ جي ڪا پريت آهي. پڪي ماڻهن جو به ڪو سڪ
ڦٽي پيو. پر هڪ سهڻي ٻيو مهار ۽ ٻيون مهار جون مينهون،
چوڻين "هيڪڙي مهار جون دل اندر ديوليون". ماڻهن کي
ڪا به ڪل ڪا نه رهي ته سهڻي مهار لئي مست آهي ۽ مهار
سهڻيءَ لئي مست. مينهون قسم قسم جون، ڪارڙيون،
ڪُنڍيون، ڪَڪيون، ڪڏهن ٻانهن جا چاڙهڪ چرن،
ڪڏهن پاڻيءَ جا تار ترن، ۽ مهار جي سڏ تي جهڙيون
جهڙيون ٻهڪون ڪر ڪن، تهڙيون سهڻيءَ جي من ۾ ٻهڪون
محبت جون موجون اٿن. ڏاڍو وڻندڙ جو وقت گذارينديون.
سهڻيءَ جي مينهن سان محبت ڏاڍي ٿي. ڀٽائي چوندي
هئي:

(۱) مينهون اُن مهار جون الله سڀ اڳين
ڏڏون جي ڪرن ۽ سدائين سُهڻيون

---

ڪر = ڪنڌ ؛ چاڙهڪ = گاهه ؛ ڪرن = ڪلن

"ڪيڏهو ٿر ڪوڙو، مون ميهار مٿن ۾"

سهڻي ويچاريءَ جو ميهار ڏکڻي ويو. سدا ماندي هئي، دل ۾ آرام ڪونه رهيس، انهن ٿي ٻڌي چوي ته، ڪٿي ملان ميهار کي. ميهار اڏيءَ جي ٻيءَ ڀر وڃي رهيو هو. هيءَ سهڻي اڏيءَ تي ٻيٺو اکيون درياهَ ۾ پيو رهندي هئي؛ چي آءٌ ڪيئن درياه جي پار وڃي ميهار کي ملان!

(١) "ڪامان، ٻچان، ٻهڙان، اُرڪان ۽ ٻڙان"
(٢) ڪامان، ٻچان، ٻهڙان، لڇان ۽ لوچان
ٿن ۾ لولس ٻرٻڙيءَ جي، ٻيان ته پيابان.
(٣) ڪامان، ٻچان، ته مران، سڙان ساري رات
سُڃيون سڌڙيون سچڻين، اَيُن آڏي رات.

شاه ٿو چوي ته "جنهن کي سڪ ساهڙ جي، تنهن ٻوڙن مٿي ٻوڙ"، سو سهڻيءَ جي من ۾ ٻوڙن مٿي ٻوڙ پئي پيا! ڪڏهين ڏس ته پاڻيءَ تي ايندي آهي، ڪڏهين ڏس ته ميهار جي وڃن ۽ ميهن کي ٻڌي سنڀاري. وڃن کي ڳرانڍي پائي ٻڌي سان ڳالهيون ڪري ۽ ميهار کي ياد ڪري:

"ڳجهيءَ ٻاجهه پالڻ ولهي روه وڃن سان"
"محبتي ميهار جي ڦرن چوريا چاڪ
الهيءَ جي ارطاق وچ واجب مون ٻيو"

سنڌس چيت ۾ ميهار جون يادگيريون ايتريون چڪن ۽ چرڪ ايرو ٻڌي چوي:

---

اولس = لٽ؛ سڃيون = اشارا، يادگيريون.
چاڪ = لڪ.

هو سا ڪٿن ڏم کي ولندي ؛ تنهن زوريءَ سهڻيءَ جي
شادي ڪرائي. ڇون لسا سهڻي ڳهڻر ٽسي ڦٽڪي اڇي، ؟
پري، پر هنجو نڪاح ڏم سان زبردستيءَ ڪري پڏائون.
اٿين پٽ ٿو ڇوٽ ۾ اچي ته سهڻي جنهنجو پيڙو اڳيئر ٿي
ساهڙ سان پڌل هو، تنهنجي ستر ۾ ايڏي ڪا طاقت هئي،
جو ڏم هنڪان ڪري شاديءَ جو حق ڪري ڇڪي سگهيو.
ڏٺائين ته هيءَ بلڪل زبردست لمڪر آهي. سهڻيءَ چيس
ته آءٌ تنهنجي زال ٿي ڪٿن سگهندي س؟ منهنجو پتار آهي
ميهار، آءٌ توسان ڪٿن وهان؟ ڏم ڏٺو ته هيءَ ڇوڪر ڪا
رواجي ڇوڪر ڪانه آهي، پر اڏهين ۾ طعنا هٽڻ لڳس
ته توکي شرم اٿو اچي:-

”ڏهه ڏهه پيرا ڏيهين ۾، ڏٺي ڏورايا ڏم“

پر سهڻي چوي:-

”عقل مت شرم، نيڻي ايئهين اهو ڙيا“

ڏم چويس ته ڇڏ ميهار کي، الائي ڪير هو، ڏاڍو هو،
ر پر هليو ؛ ته سهڻي چويس ته اهـا پـ ڪا ٽيڻي آهي،
منهنجو جسم هت تو اڳيان آهي، پر من منهنجو هُتي آهي.

”ڏم ڏهاڻي ڪيترو آ ـو پـر ۾ پـليس
تان تان جيءُ جليس، ملي جان ته ميهار کي.“
”ڇون ڇوري آهيان، سڪ لي سهان ڪيئن
ساريان ساهڙ چام کي، ڏهه ڏهه پيرا ڏيهين“

مطلب ته سهڻي ويچاري مرڳي اوڳسي، ساهڙ ڏاران
اڏ راي. ”ساهڙ ڏاران سهڻي هئي تان جهڪي زال.“

---

پر ۾ = پاسرو ؛ ڇون = يادگيرين ؛ اڏ رلي = ڏ وايي،
مري.

اِڄ پسر جي انڌهن، ٻلڪيا ٻارڙن کن.*

”ڏلي ڏينهن ڏيام، ڪوهه، جاٽان ڪوڙا ٻولان

وڙسن جئن ورڻام، گوندر غم ٻولان جا.“

سوهڻي ڏر ڪنار جدا رهندي هئي. ميهار آئـو سوهڻيءَ وٽ ۽ ڏاڍيءَ پريت سان ماڻا ۽ خوشيءَ ۾ ڪليا.

”ڏکن ٻڌيان سـک گهٽيئي ايندا،

پرتي جام جنت جـو، جاني جـي ڏيندا،

وسي سـب ويندا، وڇوڙا ورهه جا!“ (گلراج)

سوهڻي ميهار ٻاڪ ۾ اهو رستو پڌو ته ميهار هميشه سوهڻيءَ وٽ ايندو ۽ خبر ڪنهن کي ڪانه پوندي. پر پوءِ جـي خبر پئي ته پـ چا آهي! ميهار سوهڻيءَ جـو پيار هـو، لـ ڏاڍيو عو! قصر ڪرڪاه، ڪچهه، وقمه انين گڏريو. پر اڃا پ ڪي سوهڻيءَ ۽ ميهار جـي نصيب ۾ پيا پ وڇوڙا هئا! ڪنهن سـمي ميهار ڪي سـڌ ٿيءَ وٽ ايندي ڪا ضرب آئي، ۽ ٽنگ ۾ قت ٿي پيس، سوهڻيءَ وٽ اچي ڪين سگهيو. سوهڻيءَ جي پ اڪ ڦرڪ لڳي. چيائين ته مونهنجي ميهار پيار کي چا ٿيو! ٻئي ڏينهن ڪنهن ٻڪيڙي اچي خبر ڪيس ته ميهار جو هي حال آهي، سو هاڻي ميهار ٿو وٽ اچي ڪين سگهندو! سوهڻيءَ جواب ڏنو ته ٿڌهين سوهڻي ميهار وٽ ايندي. سوهڻيءَ چا ڪيو جو هڪڙو ٻڪو، سڄو مضبوط دلو هٿ ڪري ٻاڪ وٽ رکي ڇڏيائين. درياهه جي ڪپ جا رهندڙ ٿـري ڇگو جاڻن. سـو سوهڻي پـ ڪچهه مڙئي انهي ڦن مان واقف هئي. چا ڪيائين جو ڇڏهن رات ٿي ۽ ”جيهر لوڪ جهپ ڪري ڏرو جاڳه، ته هو“ لهر هيءَ ته

---

* ٻارڙن = لهرون.

آئي. گهڙو هٿ ۾ ڪيائين. آئي درياهه تي. ڪاري ٻاٽ
لڳي پيئي هئي. اهڙي جهڙي ڄڻڪر ڍ ٻهاري ڇڏي
پر سهڻيءَ ڇيو ته دوست جي دولهي هُت آهي، ۽ آءٌ ته
وينديس ضرور.

”گهڙي گهڙو هٿ ڪري ڇلهه ٻڌي ڇوڙو،
مهنجو من ميهار ڪي پسار وڃي پوڙو.“

رب کي ياد ڪري چيائين ”راس جهي جو رنگ، الا
سي اڪارئين.“

هي حالت، پروسوئي لون آهين، ميهار وٽ ته ضرور
وينديس گهڙي نئي، اڳهرو لي ته پرپان ميهار جي دولهي
ڏٺائين، دل بلڪل پريس سو ويئي ڪن ڪپهندي، پاڻيءَ
لي لڙندي.

”هوءَ ڇا ٻري ساهه مُنهن ميهارن جي
آڳهه لهين اهاءِ، وڃي ڪن ڪپهندي.“

وڃي ميهار کي ملي. ميهار گڏ گڏ ٿي ويو. سهڻي پوءِ
هر رات جو ائين ايندي هئي ۽ صبح کان ڪهٽو اڳ ۾ وري
گهر اچي سمهي رهندي هئي. ائين ته ڪجهه وقت گذريو.
سهڻيءَ جون کي ساهيڙيون هيون، جي ساڻس سچيون
هيون. ان کي مچهه ڏسو هئائين. اهي ساڻس ڳالهيون
ڪنديون هيون ۽ پڇنديون هيس ته سهڻي پڌاءِ ته سهڻن
ته لوڪ ساهڙ جام ۾ ڏٺو ڇا آهي؟ اڪثري جڏهين هو
ساڻس اهڙيون رهاڻيون ڪنديون هيون، تڏهين سهڻي ان
ڪين واه جا اڙ ڏيندي هئي:

(١) گهر ونيون گهڻا ڪريو، سريون سگهه سڌوان
صورت جا ساهڙ جي، سا جي ڏٺي آن
هولڊ ته پليو پان. گهڙو سڀ ڳهڙا ڪٽي.

(٢) جيڏيون ڏيان ڄڃ ۾، صورت ساهڙ ڄام جي
سڪ لئي سٽيون ڪين ڪي، ڪالڊن پاسي ڪي
مُنهان ٿئي اڳي، گهڙو سڀ گهڙا ڪٺي.

(٣) ڏني ڄڻ هڪار، صورت ساهڙ ڄام جي
سڪ لئي سٽيون ڪين ڪي، پري ساڃ پتار
گهڙيون گهرڻان ڏار، ڪاهي پٽيون ڪين ڪن ۾.

(٤) ساهڙ مهنجو سرڪيون، ڄڃي ڏسو سڄڻئي
سڄو ڪين سڪ لئي، ور پاسو ڏيئي
مُنهان اڳيئي، گهڙو سڀ گهڙا ڪٺي.

(٥) جيڪي ڏنو مان، سو جي ڏنو جيڏ لين
گهر ڦرلي سان، هولڊ گهٽ گهوري چڏيا.

چياٽولس سهٽي، پاٽي اڪو ٿو وهي؛ توڻي ڄڻين ۽
ڪين ڪي؟ ان کي لئي جواب ڏني:

"وهي اڪ واهڙ اڪ، جسه ليڏهن اڪ اڙالي
جڏڪي عشق عميق جو، سي خلوت خيالي"

ته اڏيون، جي واهڙ جي اڪ اڪي آهي، ته مهنجي
ليڏهن جي ته ڪا اڪ آهي ئي! جن کي عشق لڳل آهي،
سي بلڪل خاص خيالي آهن. انڪي تڪليفن جو جهنگ
جا ڪندو.

"سڪنديون کي، سيڌ چوي، ڪين جهليندو جهنگ"
اي سرڪيون، "گهڙيا سي چڙهيا، اڀين اڻيئي
مٿي مٿي ڀوراڙ ۾، تڙ تيو ڏيئي."

ڪجهه وقت خير جو گذريو. پر پوءِ ڪنهن وقت درياهه
۾ اچي چڙهيو، طوفان ۾ اچي لڳا، درياهه ۾ اچي موج

---

ڪالڊ = ڪڙس، ڀڙس؛ گهرڻان = گهرن کان.

چڙهي، سيءَ نه اچي اوچتا شروع ٿيا. مطلب ته مدد ٿي
ڪا ڦري ويئي. اڳي درياهہ ٿورو سولو هو، پر هينئر ته
حرب گهگهوڙون ڪرڻ لڳو. سهڻي اهڙي وقت ڪهڙين
مهار کي ماڻ وجهي! مهار هو چڱو ڀلو ڪڙو، نه ته جيڪر
ٻلڪ نه لڪائيندي سهڻيءَ کي ڏئي ها. مهار ٻيءَ پر بيمار.
سهڻي هي درياهه ڏسي ۽ هي حرف ڏسي ماٺ ڪري
وهندي! ڪهڙي نه درياهه جي ان وقت موج هئي. ڏسي
دل ڏهڪمو وجهي. سو ڪهڙين سهڻي نفس ۽ نازڪ گلبدن
عورت اندر گهڙندي. هڪڙا ڪن، ٻيا واڪا، تمان طوفان:

”ڪرڪل ڪوڪ ڪن گهڻا، جت ڏڪو مڇ درياهه.“

ان وقت درياهه جي دهشت، دور ۽ ڏور ڪم سهي
سگهي! ”جت هيبت هلاچو.“ ”سهي ڪين سمونڊ جا
مالدي دل ڏڪا.“ ڪين جا ڪڙڪا ٻيا ٻڌجن.

(١) دهشت ڏور درياهه ۾، جت سٽاٽا سمسار
ٻيڙيون ٻاگهو اڀر ۾، هيبت لک هزار
(٢) دهشت ڏور درياهه ۾، جت جانورن جانارن
لکو سنگ و سمر جهو، مهب نه ملاحن
درندا درياهه ۾، واڪا ڪهو ورن
سخا ٻيڙا ٻار ۾، هاڻا هيبت وجهن
ٻروڙ ٻيڙا نه ٽڪي، لخت مڇهان لن
ڪو جو قهر ڪڻن ۾، وڃا ڪهن ورن.

اهڙا دور ”لڙ لهرون لس ليٿ“ جا ڏسي نه ڪين

---

ڪرڪل، ڪوڪ = آواز، هل. هلاچو = گوڙ. سٽاٽا = وڏا، مضبوط، خوفناڪ. سمسار = پاڻيءَ جا جانور. مهب = ماپ. درندا = ڦاڙيندڙ جانور.

(٤) ڪارا ڪَڪر، ڪاري رات، ڪاريهر ڪڙڪا،
مٿي مٿي ميهراڻ ۾، اڀن ڌٻارا ڌڙڪا
ويندي ساهڙ سامهان، ڏلس جهول جهرڪا
ڪڙڪن جا ڪڙڪا، سوڻهان تِنس سير ۾.

سهڻيءَ جي دل ۾ اهڙيءَ خوف جي وقت ۾ ٻ، ميهار جا آواز ۽ ڪڙڪا پيا ياد پوندا هئا ته هو دل جهلي ويندي هئي ۽ اهي ڪڙڪا سندس سوڻهان لڳندا هئا.

هڪ ڏينهن سهڻيءَ ساهيڙيءَ سان هيئين رهاڻ ڪئي:

ساهيڙي- منهنجو ته هينئون ٿو ڪنبندو وڃي، تون ڪيئن هيڏا ڏور ٿي سهي سگهين؟ هي هيبت هلاچا ڏسي منهن جي ته جان ڏرهو وڃي.

سهڻي- "ٻارڻ ٻر ٻرهه مان، ٿو ساهڙ سڏ ڪري،
جي ته گهڙان، موٽي وڃان، ته ڪا ساهه سري"
ساهيڙي- ڪاريءَ رات ڪڪن ۾، ڪهڙو اٿئي ڪم؟
متان جاڳي ڏم، پڇي ٻاڙي واريون.
سهڻي- پڇي ٻاڙي واريون، ڪره ڪرينديون ڏم؟
هي هڏ ۽ چم، گهوريان مٿان ميهار تان.

سهڻي اهي دل جي ڇوه مان ٿي ساهيڙيءَ کي راڳ سڻائي:

## راڳ

"واٽي ڪڻن وساري، منهنجي وٿي ماري،
دڙ ٻوالي، ٻارو مستالي، داهر چالي ٿو جهاري،
جهنڊڪي سڪ ساهڙ جي، سا گهايل گهر ته گهاري."

---

ڪاريهر = ڀيانڪ، خوفناڪ. ڌٻارا = ڀيڙا. جهرڪا = لهرن جا ڌڪا. ڪڙڪن = گهنڊن.

سڻو اي سڏيون ٿي:-

”چولم جي چيڪار، ٻُڌڻ مونني سهڻي
دولهين ڀاسي دوست جي گهاريان سڀ ڄمار“

پر سندس چوڻ تي ورلو ٿي مونني اچان، ۽ ڏهه هواد موتان ۾ چڪر ڪوڙ، اڌ ٻون:-

ساهڙ مٿان صدقو ڏهين ڏم ڏيان،
مالڪ مٿان هيڪڙي اهل اٿ ڏيان.

ساهيڙي - ڙي سهڻي! ڪهڙي محبت جي ڇڙ ٽوڪي ساهڙ ڏي لي آهي؟

سهڻي - جا هڙ اندر جوءِ، سا هڙ ساهڙ ڏي لي ساه کي،
سا هڙ ڇڙي ۽ ساه جي، سا هڙ ساهڙ سيڻئن،
ساهڙ ميڙ سميع، ۽ سا هڙ ڇڙي ساه جي.

ساهيڙي - اڌي هيڙا اڙانگا آر، درياه جون لهرون ڪيئن ٿي اڪرن؟

سهڻي - ”من اندر ميهار جا، هيئڙي اڄين هول
جيڏانهن پڌاس ٻول، تي اڙانگا آر اُڪرن“

سهڻي ساهيڙين سان ڳالهيون ڪندي هئي. آخر خبر ڏم کي پوري پهچي ويئي. لڪين اچڙي ڏم هڪڙي رمز وپڙ هاڻي. خبر پيس ته هوءِ درياه ۾ گهڙندي آهي پڪي دلي لي، سو ڏم ۽ اين انڪل ڪري پڪو دلو ڪڍي ڇڏيو، ۽ انهي بدلي ڪري ڪچو دلو وڌائون. سهڻي کي خبر ڪانه رهي. مهاڙ ۾ انهيءَ ڏينهن درياه جو چوڙ ۾ بلڪل زور هو، رات ۾ ڪاري اونداهين جي هئي.

---

سيڻئن = ساٿ. ميڙ = ڳڏاءَ. سميع = ٻڌندڙ، خدا جو نالو.
هول = جذبا، اڌما، ياد گيرايون.

سيءَ جي سٽ اڻ سهندڙ هئي: "سيءَ سمارو، پاڻي پارو، جسم جر جهڪ ۽ جهول." انهيءَ رات ٿي ساهڙي چيس "متان گهڙن سهڻي، اڄ درياهه ۾ دم." سهڻيءَ جواب ڏنس، اِن ڪاري رات ۽ ڪنهن جو خيال ڪرڻ، اهو ڪانيارن ڪم!

ساهڙي - پياري سهڻي، اهو گهڙو ڀڃي ڇڏ، متان ڪڏهن ڏينهن وچ درياهه ۾ ٻڏي پوان؟

سهڻي - ٻڌون جڏهين جي مون، ڏٺو مُنهن مهار جو
آهيم ساهه سندو، سو ڪيئن گهڙو گهوريان؟"

جيڏيون چڙايو مونکي:- "مونکي ڪا نَ جهلي، سِڪا پار پلي ۽ آءٌ ويندي ڏينهن اچاي."

ساهڙي- اڙي سهڻي مري ويندين.

سهڻي- مونکي سڪ ساهڙ جي، مُنّ محبت مڇ. مران
وچان ڪين وران ڪنڌيءَ مهنجو ڪارڻي.

اهڙي سهڻيءَ جي سڪ هئي! سچ تو شاهه چوي:-

(١) "اکو سنڌو سور جو، اکو سنڌو سڪ
عدد ناهي عشق، ڀجاڻي پاڻ لهي.

(٢) سڪ لهڻجي سيران، جئن تران تئن تار
لوهن رهيو روح ۾، لون ٿي اکيان اُهار.

(٣) سڪ لهڻجي سيران، ڪهي ۽ ڪوري
سگهان نہ چوري، ڏاڍو اُڌر لمهن جو.

(٤) سڪ لهڻجي سيران، اندر آهي اجهل
ٻرڪيو ڀاهه لکري، ڪُوڙي ڪالئي ڪل

---

جهڪ = ڪهي. ڪارڻي = دوست، سڄڻ. ڀجاڻي = ڀڄاڙي.
مر = ٻل.

ري سُرهيءَ سِل، مولڪي ڏنا سڄڻين.
(۵) سِڪ لُهنجي سيڙان، اندر لَسي اُجهاڪَ،
محبت پريائين ماڪَ، پلئو پارٻون ڪري

مطلب ته سهڻيءَ جي سِڪ جو عميق ئي حد کـو اونهو هئو.

سو سهڻي ڪاريءَ رات جو ڪين ڊني. ساهڙ جي ٻڪاري ورتي هلي. جڏهن وقت سهڻيءَ جي اڪرڻ جو آيو، تڏهن مهل سهڻي دلو کڻي ڏسي ته يار! هي ته دوه ٿيو؛ دلو ته ڪچو آهي، درياه جو دور به الاهي آهي. ٽڙ جڏهن ٽاڻ هلندي هئي، سو ٽڙ ٽي ته ڀهو ڏسڻ ۾ اچي! سهڻي تڏهن به ڪچو گهڙو کڻي درياه ۾ آئي-

(۱) "ڪاري رات، ڪچو گهڙو، اوڙتيهينءَ اونداهي
چڱ نالو ناه ڪو، درياءَ ڏڙ لائي
ساهڙ ڪارڻ سهڻي، آڏيءَ ٿي آئي
اي ڪم الاهي، ته ته ڪنهن ۾ ڪمر گهڙي.

ڏنائين ته يار! سمجهائين ته ڪچو گهڙو سو ته ٻڏي ٻوڙندو! پر ايمهن جي انجام کي ڪير روڪي!

"ڪاري رات ڪچو گهڙو، مٿان وسي مينهن
شال م ٻڏي ايمهن، گهڙان، گهوڙنو جندڙو."

چيائين ته ميهار وٽ وڃڻ جي گهڙي اچي گذرڻ تي ٻيٺي آهي، پر گهڙان ڪئين!

"گهڙان ته گهڙو ٻڏي، وٽان ته نٽي ايمهن"!
پر! "گهڙو ٻڪو ته گهوريو، ٻڏي تام گهڙي
محبتي ميهار سين، الله جي جـوڙي

---

سِل = نڪڪ، پارٻون = ٻهرون. ڏڙ = آواز، هل. ولاڻ = وراڻ، موٽاڻ. گهڙي = انهام جو وقت.

اُهيءَ راس درياه اهڙو ته خوفناڪ هو، جو اڳي سُهڻي اُن ڪان گهڙندي هئي، اڄ راس لڙ ڏسڻ ۾ ئي نه اچي. سُهڻيءَ کي خيال ٿيو ته هاڻ گهڙان ڪٿان؟ هتي ته اُن ني ڪوله ٿو ڏسڻ ۾ اچي. آخر دل کي چيائين:-

"اُڙ لڪڻ تار گهڙڻ، اي ڪاليارن ڪم"

اُڙي اهو نه ڪاليارن جو ڪم آهي جو تار گهڙڻ لاءِ اُڙ ٻيهون جاچين. اهي نه فقط ڪنڌيءَ تي ويٺيون رهنديون.

"ڪنڌيءَ اُڀيون ڪيتريون، ساهڙ ساهڙ ڪن
ڪِني ساڻ ڪو ساهه جو، ڪي گهوريس ڪين گهڙن
ساهڙ سندو تن، سِر سهائي گهڙن جي."

چيائين ته جي هيڪ جند منهنجي وڃي ته ڇا ٿيو!
"سر در قدم يار فدا شد، چه بجا شد!"

اي رب هاڻ تولي الڳي! سو ڇا ڪيائين، جو اهو ڪچو گهڙو کڻي اندر گهڙي پيئي. پر سُهڻي جان پاڻيءَ ۾ گهڙي ته هڪدم لهر چوره ۾ کڻي ويس، جيئن ڪانه جڙيس ته ڪاڏي ٿي وڃان. اُهيءَ ڏينهن طوفان درياه جي جانورن کي به چوڙي ڦٽو ڪيو هو، سي چوگرد ويڙهي ويس.

"گهڙي گهڙو هٿ ڪري الله آڌار
جنگهه جرڪي واس ۾، سُسي کي سيار
چوڙا ٻڙا چڪ ۾، لڙ ۾ لڙ جهِس راڙ
لکين چهنيس لوهڻيون، لماهيون لڳيون ڏار
مڱرا منهن هزار، پاڳا لُنڊي سُهڻي."

---

لوهڻيون = مڇيون هڪ قسم جون. لماهيون = مڇي جو قسم.

شاعر جوش جي زبان ۾ هزارن منجهه هڪ جهڙو وڃي ۽ مطلب جا ته سهڻي وڻجاري اچي مصيبت ۾ پئي. مهار جي من ۾ يادگيري ڪري، چوڏهن سال پاڻ ڪيائين جي ڪوشش ڪيائين. پر وڻجاري لکيس ليکڪ، تنهنجي پاڻهن ۾ پـل ڪيترو، جو هي ۽ ست سهي سگهي! ڏٺائين ته هڪڙا آهن جرڪا ۽ سمسار، پيو گهڙو ڪچو، سو نه تُرڻ لڳو. ڏٺائين ته هاڻ ٽو ٽڪر نٿي. گهڙو ٿي زور ڏٺائين ته چڙهي هلان ۽ الي وٺي ڏاڍون ڏاڍيون ڪيائين ته ڪٿي من مهار پرڻ ۽ پر پڌي -

"وڻجاري ۽ ڏيون ڪيون، ڏاڍون منجهه درياه
ٻُڙ پاڻهن ڇڏيو، وس سهڻي واه"

مهار کي سڏ ڪيائين :-

"موت مٿي پالهون، تا ڪَن تڪي آهيان!"

چوڻ لڳي "سچا سائڙ مونکي ٿون، واهان واهر مونکي اون!"

هيڏانهن سهڻي جو هي ۽ حال هو ۽ هوڏانهن مهار جو ڪهڙو حال هو؟ مهار ڏٺو ته هاڻ! اڄ ته درياه مست ٿيو پيو آهي، اڄ منهنجي سهڻي هن طوفان ۾ ڪيئن ايندي! وڻجارو لاچار هو، ٽنگ ۾ قت جو سور، ته به ڪو هو هٿين وٺي رهي! خبر هيس ته سهڻي انجام جي پوري آهي، سو جي هيءَ درياه ۾ اڄ گهڙي ته درياه ٻوڙي ڇڏيندس. وڻجارو مهار لاچار هو، سو پيو واجهه لهي درياه کي چوي :-

"واهڙ وهين م شال، سڪي پيلانوون ٿيڏن!"

اڙي درياه، سڪي ٿيو وڃين ته آءٌ ٽوٽان لنگهي وڃان،

---

ٻر = ٻل. پيلانوون = ٻيٽارون.

پا سهڻي لنگهي اچي. پر درياه هي ٻڌي چو ٿو!
اڙي درياه "جوڀن تو سڀ چمار، آسائتون پوڙيون"
ميهار جو من درياه جي اندر ۾ هو، اکيون ٻه ايڏانهن هيس، ڪن ٻه ايڏانهن هيس. هر هر پيو ٻائي ته سهڻيءَ جا تو سڏ ٻڌان ؛ پر چولن جي گوڙ ۽ شور ۾ ڪٿي چئو ٻڌي؟ سهڻيءَ جو ٻيلو جڏهين اچي پهتو تي ٻيلو، تڏهن مهل سهڻيءَ واڪو ٻه وڏو ڪيو:-

"هن مهجي حال جو مهر ايئي معلم
رک ٻيلي جو ٻرم، جو اوتر اجهوڙ ۾!"

اوڏي مهل ميهار جي ڪن ۾ اهو آواز وڃي پيو. سمجهيائين ته سهڻي آهي. پر زهمل جا ڪري! سو وٺي ميهار واڪا ڪيا ته. آهي ڪو ملاح، آهي ڪا مڪڙي ؛ اڙي يارو، ڪو آهي جو اچي واهر ڪري؟

(۱) اهو لڙ ميهار، ملاحن سڏ ڪري
آئو ٻڏ وڃان هتڙا، اوهين ٻڏ وڃو چار
(۲) ميهار ملاحن کي، اهو آچي آڱ
آئو ٻڏ وڃان هتڙا، آئين ٻڏ وڃو ڍڱ
(۳) ميهار ملاحن کي، ايهو ڪري سڏ
ادا آهيءَ يار جا، مهڙي اچو مدد

پر آهي آواز ٻڌي ڪير ٿو! مهاڻا چوڻ لڳس ته ميهار اڄ هن ظلماس جي راس جو، درياه جو ظام ڪير جهاي سگهندو؟

---

ٻيلو = دلو. اجهور = وڏو ڪن. آئين = اوهين. ڍڱ = ناڻو.
سڏ = مدي، سامان سڙو. ظلماس = ڪاراڻ. آڱ = درياه،
يا پڇ يعني بلدون مهڙيءَ جو ن، (يا اچي چالدي!)

ميهار ويچارو نهايت ماندو. سو سهڻيءَ جا سڏ ڪين
سهي سگهيو ۽ ڇا ڪيائين جو ٽنگ جي ڦٽ هوندي وٺي
ڏنائين پاڻيءَ ۾ ٽپ.

جنکي پرينءَ سندا پور، تنکي ڪندا ڇا هي سور. (گلراج)

ميهار جيڏانهن ٻڌو آواز ٻڌي سهڻيءَ جا، اوڏانهن ٻڌو
ٻانهون هڻي! آخر سهڻي به اچي وچ سير ۾ پهتي هئي، نه
ميهار ۽ اچي سامهون ٿيس.

”اورار نه پرار، ويچاري ڙهه وچ ۾“
”جهن پار نه ڪُن پار، ويچاري ڙهه وچ ۾“

سهڻيءَ جو گهڙو هاڻ نه اچي ٽڪر ٽڪر ٿي پيو.

”لهرين منجهه، لطيف چوي، پرزا ٿيو پئي
سڀڪ هر سهي، پر ڪرم ڪٽي ڪچو ڪيو!“

جيڏي مهل سهڻيءَ جو گهڙو ڀڄي پيو، تيڏي مهل سهڻيءَ
به ميهار کي ڏٺو، ۽ ميهار سهڻي کي ڏٺو. نهايت سڪ
مان هڪ ٻئي ڏي وڌيا. ميهار ڪوشش ڪئي سهڻيءَ کي
جهلڻ جي، ۽ بچائڻ جي؛ سهڻي ويچاري بلڪل ماندي
ٿي رهي هئي، لڪي ٽٽي پيئي هئي. ميهار جو ڦٽ
به ڦاٽڻ لڳو هو ۽ پر سهڻي ۽ ميهار جيڏي مهل هڪ ٻئي
۾ مليا ۽ ميهار ڪمس ٻانهن ۾ جهليو، اوڏي مهل ٻئي بيهوش
ٿي ويا، ڇا ته ڪه ۽ سور ڪري، ڇا محبت جي مؤ ۾، وچ
سير ۾. آکاڻيءَ وارو تو چوي ته ٻئي سون درياه ٿي ويا.
شاه لطيف انهي وقت جيڪا ٻنهن جي بيان ۾ ٻوليءَ جي
موج ڪئي آهي، سا واه جي آهي! چي

”گهڙو ڀڳو مڻ مٽي، وسيلا ويا
لهون ڪا لپوءَ سُڻيا، سهڻيءَ سڏ ميهار جا!“

---

سڀڪ = ٻڪر. ساٿر = درياه.

چوي ٿو ته پوءِ ساهڙ، سهڻي ۽ ساٿ سڀ هڪ ٿي ويا.

”ساهڙ سا سهڻي، ساٿ پڻ سوئي
آهي لڳوني، ڳجهه ڳجهاندر ڳالهڙي.“

مغرب جي شعر ۾ پڻ اهڙي قسم جي هڪ ڳالهه آهي. جتي سهڻي ميهار، جتي هيرو ۽ ميندر! شاعر ٿو چوي

"Hero Meandere is, Meandere Hero is"

”هيرو ۽ ميندر هڪ آهي.“

خير، شاه هن سُر سهڻيءَ واري ۾ انهيءَ عمدي ڪهاڻي، عمدي بيان ۾ ونڌي آهي. پر ڪهاڻيءَ سان مطلب اهڙو ڪونه اٿس جهڙو اندرين رهاڻ سان مطلب اٿس. انهيءَ ڳجهه ڳجهاندر ڳالهڙيءَ جي اپٽار خوب ڪئي اٿس. مون هن ڪتاب ۾ فقط اڪاڻي ڏني آهي، مگر انهيءَ اڪاڻيءَ جي سوڪر سمجهاڻي، جتي سندس اونهان بيان ۽ روح جا احوال عجيب آهن، سا ٻئي ڀاڱي ۾ ڏنل آهي. شاه سهڻيءَ کي طالب ٿو سمجهي، ميهار کي مرشد ٿو ڄاڻي. ٻنهي جي وچ ۾ هي سنسار جو درياه آهي، جو سهڻيءَ کي پار پوڻو آهي، جنهنکي شيڪسپيئر ٿو ڪوٺي -

"The wild and wandering flood"

انهيءَ سنسار جي آزمائشن مان سهڻي لنگهي، ان هون ميهار مليس. پر خير، انهيءَ ڳالهه جو باريڪ بيان هت نٿو ڏجي.

(٢)

# حَسن حُسين

پيغمبر صاحب جن جي وفات بعد خلافت تي جهيڙو متو. اهو قصو ڪهڙو آهي. خليفي عثمان کان پوءِ چوٿين ۾ ٿو اچي ته حضرت علي، پيغمبر صاحب جو ناٺي، پيغمبر صاحب جي پياري ڌيءُ بيبي فاطمه جو گهوٽ، عربي سلطنت جو ڌڻي ٿيو. مصر ۽ ڪوفي جي ماڻهن سندس مکيه مدد ڪئي، پر شام جي حاڪم معاويه هن جي مدد نه ڪئي، الٽو هن سان ضد رکيو ۽ خوب ڦهري جهيڙو لڳايو ۽ هن کي خليفو ڪري مڃڻ کان انڪار ڪئي. گهڻيون جنگيون لڳيون، جن ۾ حضرت عليءَ اهڙي ته بهادري ڏيکاري، جو کيس خدا جو شينهن چوڻ ۾ ايندو آهي. ڪيترائون جنگيون کٽيائين. حضرت عليءَ جي موت کان پوءِ حسن سندس پٽ خليفو چونڊيو ويو. بيبي فاطمه مان کيس ٻه پٽ هئا، هڪڙو حسن، ٻيو حسين. ٻئي ڀائر جهڙا هئا صورت جا سهڻا، تهڙا هئا دل جا سهڻا ۽ من موهڻا. ٻئي صاحبدل انسان هئا. سندن نوريءَ عمر جي ڪهاڻي اهڙي ته دل سوز آهي، ۽ شاهه لطيف وري اهڙن جذبي وارن لفظن ۾ بيان ڪئي آهي، جو پڙهڻ سان دل اٿليو پوي. هيءَ جو چوڻ ۾ ايندو آهي ته سر ڪيڏارو شاهه صاحب جو هڪ نهايت عمدو سر آهي، تنهن ۾ شڪ ڪونهي. انهي سر ۾ شاهه صاحب

پرليءَ جي، درد جي، دل اُٿل ۽ من اُٿل جي تہ حد ڪري ڇڏي آهي. صوفي حضرت عليءَ کي بہ پنهنجو اڳوان ڪري سمجهندا آهن: "آئون جن علي." البت هو ڪنهن بہ تعصب کان پري آهن ۽ هر ڪنهن سائينءَ جي طالب کي مڃن ٿا، پر ڪيترا مصنف صوفين جو تصوف حضرت عليءَ منجهان ڇڪيندا آهن. ڪئين بہ هجي، پر حضرت عليءَ جي تڪليفن ۽ هن جي ٻن پٽن حسن ۽ حسين جي شهيديءَ جو اثر ڪروڙن مسلمانن تي آهي. شاہ صاحب جي بيان ۾ وري خوبي اها آهي، جو هن قصي ۾ پنهنجي روح رهاڻ بہ واہ جي ڪئي اٿس، ۽ سموري درد جي ڪهاڻيءَ کي آخر ۾ اهڙو سهڻو روحاني رنگ ڏنو اٿس، جو دل کي نهايت وڻندڙ ٿو لڳي. حسن جڏهن تخت تي ويٺو، تڏهن بہ معاويہ پٽس جو جهونو دشمن جيئرو هو. تنهن وري بہ پاڻ پتوڙيو ۽ دمشق مان لشڪر وٺي حسن سان لڙڻ لڳو. چوڻ ۾ ٿو اچي، تہ حسن ڪومل سڀاءَ ۽ نرم دل انسان هو، تنهن معاويہ سان صلح ڪيو، جو معاويہ قبول ڪيو. معاويہ کان پوءِ حسن جي هٿ اڳيون واڳون اچڻيون هيون.

پر ڳالهہ ائين ڪانہ پوري ٿي. معاويہ کي پٽ هو، جنهن جو نالو يزيد هو. اهو يزيد ڪهڙو هو! "ذرو ناهہ يزيد کي عشق جو آثار." هن جي دل ۾ دشمنيءَ جو مچ ٻرڻ لڳو. جو تہ سمجهيائين تہ متان معاويہ جي مرڻ کان پوءِ هي حسن زور ٺيندو ۽ آءٌ ضعيف رهندس؛ تنهن اندران ئي اندران، حسن کي زهر کارائي مارايو. يزيد پوءِ تہ سلطنت جو ڌڻي پاڻ کي سڏائڻ لڳو. مڪي، مديني ۽ ٻين ملڪن جي هڪ پاڳي کان سواءِ ٻيا سڀ هنکي مڃڻ لڳا. هي وقت اسلام ۾ ڏکيو دڪدائڪ هو: يزيد جي ظلمن، خاص ڪري عليءَ

شير جي اولاد سان دشمني ۽ ڪري، نهايت جوش ماڪ ۾ پيدا ٿيو. حسن جي مرڻ کان پوءِ حسين وارث ٿيو ۽ يزيد کي انهيءَ خيال رهيو ته ڪٿي باقي حسين کي ماري پورو ڪريان. حُسين حَسين ۽ دلير مرد هو.

"جوهر ۽ جزاءَ سين ڪامل سر ڪنگول"
"چوڏهين ماه چنڊ جيئن پڙ ۾ پيشانياس"

سندس منهن ۾ مٺي هئي، ۽ سندس ڏند "موتي پٽيا"! سمجهائين ته يزيد ناپاڪ سان لڙڻ منهنجو فرض آهي. گهٽولي يزيد زور ڀڳي ويو هو، پر هي حسين حق لي ٻنو، ۽ ڄاڻين ته فڪر نه آهي ڪجهه به لڳي، يزيد کي سامهون ٿيندس.

ڪوفي جي ماڻهن مڪي شريف ۾ حسين کي ڳجها نياپا موڪليا ته اسين توسان شامل آهيون، تون هلي آءُ، الله وچ آهي، اسين توکي مدد ڪنداسين.

ڪوفين ڪاغذ لکيو، وچ وجهي الله
اسين تابع ٿينداسين، تون اسانجو شاه
هيڪر هلڻي آءُ، تخت تابعي ٿيندي.

حسين نياپا پڙهي خوش ٿيو. ڪوفين اڳي پڻ علي شير کي مدد ڪئي هئي، پر پوءِ وري ڦري وڃي يزيد سان ٿيا هئا، هاڻ وري حضرت حسين کي چوائي موڪليائون ته اسين تو ساڻ آهيون.

حسين پنهنجي ڪٽنب ۽ لشڪر سوڌو مديني مان دلدل گهوڙي تي اڪيو ته ڪوفي ۾ پهچي، يزيد سان لڙائي ڪريان. "دلدل گهوڙو شاه جو مٿس لال پلاڻي"

---

ڪنگول = ڪانگي. تابعي = تابع

(۱) "مون مدينئان لڏيو، ڏيرا ڏنا اٿون
ڪاليءَ، ڀاڳيءَ، ڳاهه ڪي، ماڻهو مڪائون،
چڙهندي چمائون، ته لهندي وڙهه وڏاندزي"

(۲) مون مدينئان لڏيو، رڻ ڇڏيا مٿي رلند
گهوڙا تن گهوٽن جا، پڙيا مٿي پدڙ
جتي رهيا رائڙي يرسي سونهارا هند.

هن طرف حسين پنهنجي چڙهائي ڪئي هئي ته هوڏانهن يزيد به پنهنجي تياري ڪئي هئي. آخر پيس ته ڪوفين هيڪن ليکا حسين کي موڪليا آهن. سو ڇا ڪيائين جو پنهنجي سپهه سالار عبدالله کي دمشق مان ڏياري موڪليائين ڪوفي ڏانهن. هن ايندي شرط ڪوفين جي اڳين حاڪم کي لاهي قتل ڪيو. ڪوفي جا ماڻهو هئا چالاڪ، سي وري حسين کان ڦري ويا ۽ يزيد سان اچي ويا، ۽ حسين جي برخلاف ڪمر مدد ڪرڻ لڳا. عبدالله جرڏي حر کي هزار گهوڙي سوارن جو لشڪر ڏئي ۽ چيائينس ته تون وڃي حسين جي چڙهائي بند ڪر ۽ چئينس ته ڪوفي جا ماڻهو ڦري ويا آهن ۽ هاڻي تون نه اچ، موٽي هليو وڃ.

"ڪوفين قهر ڪيو، ليا جماعتي يزيد سين
پسلمين کي پڙ ۾ ڦر ڦلهه ڦر پيو"

حسين هي ليکو لکي ڏاڍي وڙهڻ ۾ پنهنجي ويو. پر لڏهين ته چيائين، آءٌ وڃڻ سامهون، "پوءِ موٽڻ موهڙو."

حسين جي لشڪر جي حالت نهايت نازڪ هئي، ڇو ته هو ڪوفين جي آسري تي لڳو هو. پر ڪوفي به وڃي ڦري. اچي ڪربلا وٽ پهتو. ڪوفين جا اهڙا حال جو:-

---

ڏيرا ڏنا = منزل ڪرڻ. رلند = رستي. پڙ = ميدان جنگ.
وڙولهن = چوڏو.

"ڪوفي ڪربلا ۾ پاڻي نه پيارين"
ان نه پاڻي اُن کي، لڪو ولوڙن مينهن
هٿا ستاڻي ء جنگ ۾ لو رالهون لو ڏيهن

حالت بلڪل ڏکي جهڙي هئي، هڙا دلير مرد، پر قسمت هنن ساڻن دوه ڪيو. اوڏي مهل حسين پنهنجي ڀاءُ حسن کي ساريو ته جي هي ڪلي جي وقت حسن هجي ها ته:

(۱) ڪلي ورِ ڪٽڪ ۾ هي جي حسن هو
ته پڙو پنهنجي ڀاءُ سين، هو لڊ پتنگ جيئن پيو
(۲) حسن شاه حسين ونت، ايلي نه پاڻهون
ساڻيه شهزادن جو آهي اڪيلاهون
سويد جُلاهون ليلان ڪري لڪڙيون.

حسين ونت نه وڏو لشڪر هو، نه ڪو پيو زور هوس. وطن دور هوس. ڪوفي هيٺن ڪافر لي ويا هئا. تنهن ڪري يزيد مٿس ڪاهون ڪيون.

حُر جوڳ و يزيد جي لشڪر جو، جو ساڻس لڙڻ آيو، تنهن جڏهن هي حال ڏٺو، تڏهن دل پڇي پيس. دل ۾ اڳ ئي حسين لاءِ محبت هيس، سمجهائين ته انصاف ۽ حسين طرف آهي، حق به هنجو آهي: هنجي اعاڻي شڪل ۽ ووش ڏسي الدرته ڪيس جلو پيدا ٿيو:

"چڙهيو آئين جنگ لي، هاي حُسن ياران
ايندين چالين امام کي گهورين آن متان"
"حر هاي آيو، مالڪهي مردانو
آهي عاشق اِڪ جو پتنگ پروانو

---

ڪاي = جنگ. ساڻيه = وطن. جلاهون = ڪاهُون.

مان راضي لئي، رسول رب جو، اچي ٿو لالو.
هي سر سمالو، گهوٽ مٿان ٿـي گهورڻان.»

حسين جي قدمن ۾ ڪري پيو، ۽ چيائينس ته آءٌ موڪليو توسان لڙڻ لاءِ آهيان، پر هيءُ سر ۽ هيءُ ڪجهه لشڪر توسان همراه آهي. حر جي لشڪر مان ڪي ساٿس گڏجي حسين وٽ آيا ۽ ڪي يزيد جي طرف ويا. حسين جنگ جو سنباهه ڪيو. گهوڙن جون قطارون ٿيون، صفون ٻڌجي ويون. حسين کي ڪن ڇهن ته مارجي ويندا سون، پر جوان ۽ دلير مرد "اجل سامهان اڙچي ڪامٽ اچن ۽" اعزا مرد ترار ۽ نيزي کان ٻاڙ ٻاسي ڪين ڪن.

"ڪڙيا ڪلي ڪوڏيا، راوت ڪين رهن
ساٿوئن سر صدا ڪيا، اڳيان امامن."

خوب حسين لشڪر ۾ همت وڌي، جوڌا سورها لڙڻ ڪاڻ. جنگ جا ٿو ٿارا ونيا. ڪا بپرواهه حسين جي جوڌن ڪاڻ ڪئي. چيائون هي سر اٿهڄي خدمت ۾ حاضر آهي:

"بهادر گڏيا بهادرين، ڪڙڪي ڪاول ڪن
وجهن ڌڪ ڌڙن تي، هاڪاري هڻن
ڪرن، ڪمند اهڙي، رڻ ڪچهو راڙ ۽ ڌيو."

خوب ٿلوارون، ڪاول ڪرڻ لڳيون، بپرواهه ٿـي جوڌن سر ڏنا، جنگ جو ميدان گجڻ لڳو ۽ رت جا !! ڪري وهڻ لڳو ۽ جوڌا حسين جا ڪاهي پيا يزيد جي لشڪر ۾.

---

راوت = جوڌا سردار. ڪڙڪي = تلوار. رڻ = ميدان.

(۱) ڪامل ڪربلا ۾ اهلبيت آيا
ماري مصرين سان، تن ڪافر ڪهايا
سيبڪ ليئي ڇانيا، ڦوڙا سورهه سپرين"
(۲) ڪامل ڪربلا ۾، آيا سيد شير
ماري مصرين سان ٽوڙ ڪيائون ٽير
ڌڏيا اسدالله، پيو حملو مير حسين جو.
(۳) ڪامل ڪربلا ۾، آيا جنگ جوان
ڌرتي ڌٻي، لرزي، لڏيا آسمان

مطلب ته جنگ جي طوفان ۽ ڌڌڪي ۾ اهڙي پئي پالهو ته ڌرتي لئي ڌٻي، آسمان تائين لرزي. هنن ويڙهه جوڌن "لڪا ڪڍيا ليا." ڪجهه وقت ته يزيد جي لشڪر کي واڙ ڪري قتل ڪيائون، پر يزيد جو لشڪر هو انهايت گهڻو. حسين کي ڌڪ لڳا. "گهوڙي ٻه لڳا گهاءُ." ۽ رت ۾ وهنجي ليٿس:-

"ڏاڙهي رت لباس، ڌڙ ته ڏاڙهونءَ گل جهڙين"

شاعر ٿو چوي ته "هئي اهڙن لشڪر اصل امام سان!" رب جي اها مرضي هئي. جوان حسين سورهه! اهڙن مردن جي ميدان ۾ سر ڏنو. واه ڙي سورهه! واه، تنهنجي سورهه ماءُ، پيغمبر جي دلبر ڌيءُ. واه تنهنجي لوڙهلي تلوار! شمر آئي ڏناڻون ته حسين همت شهيد ٿي ويو. ڇالوٽي جي پٺان حسين جو ڪٽيل سر، ۽ پٺن جون ٻه ڦوڙون هيون. معلوم ٿئي ٿو ته مرد مرندا پيا وڙهن. "جهاندلون اڳين، جهرليون جهر لڳن جون." بهادرن جا ڪٽڪ لهندا رهن! اهلبيت کي هميشه جن روڌن ڪيا.

---

اهلبيت = نبي جي گهر جا، سيد، سادات.

پابوهڪ پهار جا، اڀون وهون واڪا ڪن
ٻڌن، ٻيار ڪيڏن، رڻ گهمو راڙو لهو.

اهي رواجي وهون هئون، پر شهرن جون عورتون ٻار
ڪين ڪڍن، ٻڌن ڪين؛ اهي ڪين چون ته ڪو اسان جا
مڙس موٽي اچن. ڇا اهي چون؟

ڀڳو آهي نه جوان، مارئو، سو وسهان،
ڪانڌ مُنهن ۾ ڏڪڙا، سهڪندي سهان،
تنهن ٻچ لڳ مران، جنهن هوڏس پٺ ۾"

جي منهنجو گهوٽ ڪو ميدان ۾ ڀڄي! ڪير چوي ته
ميدان مان ڀڳو! نه نه؛ پر جي اهڙو ٿيو ته مارئو، ته اها
ڳالهه آئون نه وسهان؛ جي منهنجي ڪانڌ جي مُنهن ۾ سڌا
ڌڪ لڳن، ته آئون اهو ڏک سهي وڃان، پر جي پٺ ڏيئي
ڀڄي ۽ ڌڪ پٺ ۾ لڳنس ته آئون ٻچ لڳ مران. اهڙيون ته
هيون دلير جون عورتون!

اي منهنجا مڙس، تون ڀل وڃي ميدان ۾ لڙ، ڀل مري
ٻوڙ، ڀل آئون رنڊ، پر تون موٽي نه اچج.

(١) "مر مرن، آئون روئنس، موٽي آءُ م ڪانڌ
ڪڍن وڏا ٻاڏ، جنهن آسورا ڏيهڙا
(٢) مر مرن، آئون روئنس، موٽي ڪانڌ م آءُ
مهڻن آسو ٻڌان، ڪيا ڪين جهڙيون"

اي گهوٽ، جي تون سامهون آهين سر ته ڏاو ته، پوءِ
جيڏين جا طعنا ڪير سهي سگهندو!
سو حسين ۽ سمڊس جوان جوڌا سر ڏيئي سرها ٿيا.

"گهوڙن ۽ گهوٽن، جنهن آسورا ڏيهن
ڪڏهن منهن ڪين، ڪڏهن واهي رڻ جا"

---

وهون = زالون

شاعر ٿو چوي ته، اڄ ڏي ته مصيبت حسين سان، اڄ ڏي
ته لکايل هن پنهنجي سر اُتي ڪئي، ۽ هنجي دليري
اهڙي ته هئي، جو هن جي سختي ڏسي ڇا ٿيو!

"پسي سختي مير حسين جي،
رنو اُتي زاروزار
ملڪ فلڪ، ڌرتي ڏٺي،
آئي عرش مٿي اوچنگار"

بيبي فاطمه کي اچي خبر ڪيائون ته تنهنجي پٽ هٿان
سوره ٿي سر ڏنو. بيبي فاطمه چوڻ لڳي -

"فرزند عليءَ جا دادلا، چيو بيبي فاطمه
خون ڇڪيندا پس ڪفن ڇڏيندا پس،
جالي آن جو، ڏينهن قيامت
فرزند عليءَ جا دادلا مون کان ڪوڙ ليايا."

اهڙو ڪو دک درد ۽ رنج جو اهو واقعو ٿيو، جو
هيترا سؤ سال گذري ويا آهن، ته به لکين ڪروڙين
مسلمان اهو ڏينهن محرم جو ياد ٿا ڪن!

"مکي مديني ماڻهن رنو مٿي راه"
اِ- حسن مير حسين کي رنو ٿي تولن
گهر ماڻهين، جهنگ مرو اُنين ۽ آڀن ۾ ملائڪن
پکين پاڻ پڇاڙيو ته، للڪيو هوت وڃن.

گهرن ۾ ماڻهن، جهنگل ۾ مرن، ۽ آڀن ۾ فرشتن رنو.
پکين به پاڻ پڇاڙيو! واه شاه تنهنجي ٻولي! ڇا ته درد
ڪو تنهنجي دل ۾ هو!

"پير الهيءَ ٻالڪ جي، ظاهر ڪربان ڏري
لڳي ماتم پڙن ڪي، ڏو لکر پون ڏري،
رڻ پٽ رڄن پري، اوڙ ابري ڪال ڪا." (سامي)

شاه صاحب پڻ اهو مهينو يادگيريءَ جو رکندو هو.

”ڏنو محرم ماه سرلکر شهزادن لئو“

چون ٿا ته اهو مهينو ڪاري گوشي لشمي ۾ گذاريندو
هو. ڪارا ڪپڙا پڻ ڪندو هو.

”محرم مد پنهنجا لڪري، آيا نه موٽي
ڪارا رڳيج ڪپڙا، ادا نهروٽي
آئي لڙ لوٽي، جي محرم مسافر ٿيا.“

شاه صاحب صوفي قلندر فقير هو. هن ڪيترن مسلماني
رواجن کي پنهنجي سچي معنيٰ ڏني، ان موجب رحمت
رهي. انهي سُر ڪيڏاري ۾ محرم بابت برابر ڏني لو، پر
هن معنيٰ کا اندر ۽ روحاني سمجهي آهي، جهڙيءَ سچل
شاعر مسعود، منصور کي ياد ڪيو لو جوش ۾ اچي، اهڙيءَ
شاه لطيف حسن حسين ۽ عليءَ کي خوب ياد ڪيو آهي.
هن بار انهي واقعي کي هڪ پاڪ واقعو سمجهيو آهي. هو
سمجهي ٿو ته حسن ۽ حسين سچا شهيد هئا، مرد مولا
جا هئا. اي عاشق، تون به هاڻي هن دنيا ۾ مرد مولا
جو ٿي ره!

شاه ٿو چوي ته انهي حسن حسين جهڙي واقعي کي
مصيبت نه سمجهڻ گهرجي، ڇو جو ”جاڻي هڪ الله،
پاڻ وڃڻ پنهنجو ڪري.“ هي سڀ سالڪنءَ جي حڪم
موجب هو، لنهنڪري ”لنهن واحد کي راه، جو حڪم
مهڙائي ڪري.“

ادا جيڪا حسن ۽ حسين، علي شير جي اولاد، سختي
شهادت جي ڏني، سا هئڻ لاءِ رب جي رحمت هئي:
”سختي شهادت جي، سڄ شاديءَ جو ڏينهن“

---

سرلکر = انتظار.

"سختي شهادت جي، ملار مڙئي ٿي"
ٻاهريان آجالو ماڻهو چوندا، ته سو وري ڪٺن! ڪهڙيون
مصيبتون، ڪهڙا درد ۽ دک اهي سڀ ٿيا مهر جو مهڻن!
اسين ته سمجهي نٿا سگهون. ان ڪي تو شاهه چوي:

"سختي شهادت جي، لسوري ٿي لاز
ڪي رند ٻروڙن راز، قصو ڪربلا جو."

اڙي ٻارو، هي ڪهڙو اچو آهي، ڪربلا جهڙي ڪن
قصي ۾ به ڪو راز رکيل آهي، سو ڪي رند فقير سمجهن،
ٻيو جي جاءِ نه آهي! ڪهڙو راز آهي؟

"ڪسڻ جو قرار، اصل امامن کي!"

هي جيڪي ڏکيائيءَ جا ڳولالو آهن، ان کي هميشه سر
لڙيءَ تي ڪٽي ٻيهڻو آهي، جو نه اهو قاعدو ڪهڙو آهي،
هميشه کان الهين ليو آهي. ڪرسمڪ کي صليب تي، منصور
کي سوريءَ تي چاڙهيائين! شمس تبريز جي کاڙي
لاهرايائين، شاهه عنايت جو سر ڪپايائين! اهي مثال صوفي
جهڃها لا ڏين: شاهه تو چوي ته الهين چوتو لکي:

دوست ڪهائي دادلا، تو مڃ ٻانائي
خاص خليل کي، تو سختيون سهائي
الله الصمد تي ليار، سا ڪري جا چاهي
الهيءَ منجهه آهي، ڪا اُلهي ڳالهه اسرار جي.

جهڙي شيڪسپيئر تو چوي "Whom best I love, I cross"
"جيهڪي ڪريان پيار، تهڪي ڏيان آزار." اهڙن ٻهادرن
جو هميشه ڪم آهي حق لي وڙهڻ.

"تنهن سورهيه کي شاباس، جو مڃي ڦُرُ ڦرا لٿي."

---

خليل = پيارو، دوست.

شاهه صاحب هن سر ۾ هيٺيون نهايت عمدو ڳجهو چيو آهي. هنجو مطلب آهي ته ڏيکارڻ جو نه، هيءَ لڙائي رڳي آءٌ ٻاهرين ڪرڻ لاءِ چوان، پر هيءَ ڪا ٻي ئي لڙائي اندر جي آهي. جوري ٿو ته جنگ جي ميدان ۾ گهڙي ۽ ڪاي وقت جو زره پهڪي ٿو، سو ته جوڙو نه آهي!

”ڪلهي وڌ ڪنڪ ۾، پاکر جو پاڻي
اها اڻکي جنگ جو، آسانکو آهي
سوره سو چاڻي ۽ جو رڱو ئي رڻ گهڙي.“

جيڪي تو ته جي زره تو پاڻي ته چيو ته اڻکي اها ته جنگ جو آسانکو آهي، سورهيه سوئي چوائي جو رڱو ڇڙو ئي ميدان گهڙي. هيءَ لڙائي شاهه صاحب اندر سان تو لڳائي. پوءِ يزيد پهڙو من ۾ نفس آهي، انهي سان هميشه لڙائي ڪرڻ گهرجي. ٻاهرين لڙائيءَ کي ”جهاد اصغر“ يعني ننڍي لڙائي تو ڪوٺجي، پر اندرين نفس جي جنگ کي ”جهاد اڪبر“ يعني وڏي لڙائي تو سڏجي. انهيءَ وڏي لڙائيءَ ۾ گهڻا ڏک سهڻا آهن، ٻاهر جون ڪلا ئون. مصيبتون ۽ اندر جا ڪمالا ڪيا آهن. جيڪي تو ”سورد مرلن سرپ کي، ته دل جا وهر وسار.“ ته چيو ته هيءَ ”دل“ جي لڙائي آهي! اٿين نه، آهي ته رڳو هن لڙائيءَ ۾ درد ۽ ڏک آهن، پر هن ڏک جي اندر هڪ اهڙو سک آهي، جنهن اڳيان اهي ڏک ڪجهه به ڪين آهن. انهي ”راز“ آهي.

”جهالهن لڪن ليڪ، لهالهن سورياڻي سيج تي“
(سر ڪاماڻ)

---

پاکر = زره. چاڻي = چوائي.

اُهي ڪي اهڙا ليکَ آهن، جي ڦٽن کي چُڪڻ وقت
فرحت ٿا ڏين، جو هو دلير ”رُڪ پيالو“ پيئڻ کان ڪين
ٿا ڊڄن! اوڏي مهل مرشد پاڻ ٿو ڦٽن تي ملم رکي ۽ پاڻ
ٿو پنهنجن هٿن سان آرام ڏئي.

”ڦٽن لاءِ رس ڦڙا عليءَ تي اکيياس“

۽ سڀ جيڪي ارٺائون يا گهٽتائون اٿس، سڀ خالق
اُهي ڏک سهڻ ڪري معاف ٿو ڪري.

”مڙئي معاف ڪياس، خالق بدلي خون جي.“

پوءِ اهڙن بهادرن کي، جي هن آزمائش مان ٿا لنگهن،
تن کي پاڪ حورون نيون هار پائين.

”حورون هار ٻڌن، سهرا شهيدن کي“

اهڙا گهوٽ ماڻهن لڳي سو ڏکي ۽ گهٽ آهن ۽ انهن
پيو پاڻهي لا هو سوريءَ چڙهيا؛ پر هو سچ پچ پنهنجي
گهر ويا.

> جنت سندن جوءِ، فائق هليا فردوس ڏي
> فالي تيا في الله، هوءِ سين تيا هوءِ!“
> هوءِ سين تيا هوءِ! ويتر پوري پيچ.

---

سهرا = هار. جنت = بهشت.

# مومل راڻو

سوڍا راجپوت اڄ تائين سنڌ ۾ آهن. ڪنهن وقت سوڍن جو راڄ هوندو هو. ٿر ۽ راجپوتانا کان ٻيا آهن. ٿر به راجپوت ديس آهي. انهي ديس ۾ راڻو راڄا هو، جو مت شهر سندس گادي هو، ٺهدڪوري شاه کيس ڏاتي به ٿو ڪولي. وزير ۽ امير وٽس گهڻا هئا. پاڻ جوان هو، ۽ سگهڙ به جوان هئس. مومل به ڪنهن راجا جي ڌيءَ هئي. مومل واه جي حسين هئي، سندس ساهيڙيون به سهڻيون هيون. راڻائي گهر جون ٻانهون هيون، ٻانهيون به وٽن جهجهيون هيون. انهن ۾ به ڪمتي ڪاله هئي. جهڙيون هيون سونهن ۾ سرس، تهڙيون هيون عقل ۽ اڪل ۾ ٻڙ.

”ٻاروچاڻيون ٻانهيون ڪهڙي چال چلن؟
مٽن پورٽا پيٺ جا، کهکها ساڳ ڪلن.“

پاڻ يعني راڻن ۾ مومل سڀني ۾ سرس هئي. ٻانهين ۾ وڙي ناتر سڀني ۾ ٻرڪ هئي. راڻيون به سوڍي ذات جون هيون. ڪهڙي سندن شڪل هئي! ٻمل گالن جي هيون، مٽن وٽس به اهڙا ٿي هئا!

”جهڙا گل گلاب جا، تهڙا مٽن وٽس،

چوٽا لعل چمڪندا، ها ها ھو ھمڪ،
پسو سونهن سيد چوي ليکن اچن ليس"

مومل ھڪ حسن جو چمن ڪٿي لڳايو ھو، جنھن چمن ۾ گلبدن سهڻيون گھڻيون ھيون:-

گلبدن جيئون گھريون ارم اوڀاريون
چوٽا لعل ڦلدل مان واسينگ وڙھيائون.

مومل باغ سهڻي ۾ گل گلاب ھئي. ڇا سندن شڪل، ڇا سندن ويس، ڇا وري منجھن خوشبوء، ڇا سندن اٺ ٿي سندو زيور!

جھڙا پالن ڳسن، تھڙيون شالون مٿن سانگيون
عطر ۽ عنبر سڻن، تازا ڪمائون ڪن
مڙھيا گھڻو مشڪ سڻن، چوٽا ساڄ چندن
سونهن رتي سون سڻن، سندا ڪامڻ ڪن
ڪمالين لعل لطيف چئي، وڏا ويس ورن"

مومل ڀيڻين ساھيڙين ۽ ٻانھين سان الهي چمن منجھه ڀيڻيون رنگ محل ۾ رھنديون ھيون. ڪيس گھر ٻئي سهڻي ۾ چوندا ھئا ۽ سندس گسار کي "گھر سندو گار" لسو چئجي. مومل کي اکين ۾ ڪا عشق جي چڪ ھئي، جنھن ماڻھن کي موھي لئي قتل ڪيو.

"مومل کي مجاز جا اکين ۾ الماس"

جنھن کي ڏسڻ سان گھڻا حاڪم جوان شھزادا چريا ٿي پيا.

---

ليس = خيال. جيئون = جھڙيون. گھريون = سهڻيون. ارم = سهڻو ڪمرو. اوڀاريون = ٻھرياٽون. واسينگ = نانگ، وار. ڪامڻ = سهڻي زال. ورن = رنگ. الماس = ماڻڪ، هيرا.

"مومل کي مجاز جا اکين ۾ انبور
هئي حاکمن کي ٻَٽ لهاري ٻُوڙ."

مومل جو مڪان مٿانهون هڪ ٽڪريءَ تي هو. ااو
رکيو هئائينس ڪاڪ، ڪاڪ جي حسن جو محل هو، عجيب هو.
حسن جي مجموعي صورت هئي. باغائين به واد جي هئي.
مطلب ته ڦل سهڻا، ڦل سهڻا ۽ انهن ڇمن ۾ وري موهسال
جهڙيون حورون ٿي رهيون.
"آما ليما، ڦل ڦاروهان، جت ڪٽڪهار ڪان"
جتي ٻيو ڇا هو؟
"آکون ڏاکون، سرڪنڊ شاخون، جت ڇوڪسا ڇمڊن ڪڙار"
الهيءَ رنگ محل واري مڪان کي ڪاڪ ڪڪوري
۽ ٿي چهر ولو، رنگ هنجو ڳاڙهو هو.
"ڪنڌيءَ ڪاڪ ڪڪوريا، جت ڇمڊن چوڌاري."

مومل جي حسن جي هاڪ سڀني سرڻ سوداگي ڏيا!
جتان ڪٿان سوديا ۽ پيا، سگ چڪي آيا. پر مومل چوي
آءٌ تي انهن شادي ڪريان! سندس ناتر ته اهي جادوءَ جو علم
ڄاڻندي هئي. جنهن علم کي ٻاڻ علم مقناطيس، مسمريزم
وغيره ٿا چئون. مومل کي ڄاڻين ته هڪڙو وسندو اڪيلي
مگر چڪندڙن جي آزار کان بچڻ جو. آءٌ ٿي جادوءَ جي
کيل سان اهڙو رنگ ڪريان، جو ڪو وقت ڪير اندر اچي
ڪين سگهندو! سو ناتر اهڙو ته ڪٽي کيل ڪهڙو جيڪو
۽ مومل جي مڪان تي اچي ته پاهر ڏسي ته مار ا دريا
لڳا پيا آهن ۽ جهنگل پٽ آهن، جن ۾ جانورن جا آواز پيا

---

انبور = انبر. آکون = اکروهڻ. ڪٽڪهار = گل.
ڪڙار = ڪنول گل.

ٻڌجن. اول ته ڪو ڇاتي رکي جند جوکي ۾ وجهي، تڏهن اندر ڪاڪ ۾ پير رکي سگهي.

"مومل جي ماڙيءَ کي طرح طرح جا تال"

تاڙ هڪڙو ڪول رستو نه ٺاهيو هو، جنهن ۾ اهڙا ڦيرا گهيرا هئا، جو ڪو اندر آيو ته ٻاهر نڪري نه سگهي، منجهي مري، ۽ پاڪاري پاڻ ختم ڪري. انهي ڪاڪ جي خبر چوڌس پکڙجي وئي، ڪيترا جوان ۽ جوڌا حسين دلير آيا، پر طلسمي درياه جي ڏرم ۽ دهشت ڏسي موٽي ويا.

"وڃهيا ويا ڪاڪ کي، پسي وڻ وريا"

ڪيترا جهنگل جي مرن جا آواز ٻڌي هليا ويا، ڪيترا رستن جي ورن ۽ وڪرن ۾ اٽڪي مري ويا.

"هيڪ ڪيترائي خان کپي ويا"

ڪيترائي سوڍا شڪار ڪندڙ مڙس ايندا هئا، ۽ تاڙ جو جادو ڪين کپائي ڇڏيندو هو:

"سوڍا شڪاري تاڙ گهڻا نمانيا"

"هتان آئو ڪراڪو، هتان لڪ وڃن"

ڪڏهن سمي راڻي کي به خبر ملي ته هيڏي هڪ مومل هيڏي هڪ ڪاڪ ۾ لئي رهي. راڻو پاڻ نهايت سهڻو هو.

"روح راڻي جي ناه ڪو، سوڍو سڀني سولهن"

سندس ني ٻيا به سگهتي هئا. ٻڌائون ته ڪٿان ته ڪئين کهوٽ گهائي ويا، ڪٿان ته لکين خان کپي ويا آهن. انهن جوکي جي ڳالهين پاڻ هڻن ٻانڪن بهادرن جي چت کي چوريو، هنن جي دل کي اڀاريو. چيائون:

”هلو هلون ڪاڪ تڙ، جتي نينهن اُڇل“

ڏاڍي سڪ لڳي ٿي هلي ڪاڪ جون ڪنڌاريون ۽ ڪاڪ جا ڪَوَنر گل ڏسون.

”ڪنواريون ۽ ڪَوَنر، ڪاهه ته پسون ڪاڪ جا“

راڻي کي هڪ ڀهڙو اَسُ هوندو هو، جو بلڪل ڏکو هو. اُن کي شاهه لطيف ڪيئن لالا ڏنا آهن، چالڪو، لِڱو، ميو، ڀتارو، ڪرهو ۽ ٻيا. راڻي جو ميو عجب هو. ڪي ٿا چون ته ۸۰ ميل ڪندو هو، ڪي ٿا چون ته ۱۰۰ ميل روز ڪندو هو. ٻيا به وڏائي اُن لاءِ ٿا ڳائين. قصو ڪوتاهه، هي چارئي يار ڪاڪ ڏانهن ڪاهيندا ويا.

”چڙهيا چارئي يار، سوڍا سڪاري

ويا ڪاهيندا ڪاڪ ڏي، جت مومل موچاري“

جڏهن وڃي پهتا، تڏهن ڏسن ته يار! مڪان ته سهڻو پرپان برابر آهي، جت چندن چوڌاري آهن، ڪَوَنر گل خوب آهن، اُڀيان درياهه جون لهرون ٻڌڻ لڳيون، جهنگل جا آواز پيا اچن ۽ هاڻي اهو درياهه لنگهون سو ڪيئن لنگهون! ڇڏين ٿي يارن وڏو عقل هلايو. آخر راڻي کي خيال ٿيو ته پهرين موٽي ته خبر لهي ڪاڪ ٿي پوي ته هي اسرار آهي ڪهڙو؟ اسان ته تڏهن ڪوڏ پڙو لهي ايڏو ڪو درياهه ٿو ڀَرِ ٻَرِ وهي ۽ برابر ڪاڪ وٽ پيو لڙهي هيون، سهڻا باغ هئا، پر هي درياهه ته اسان ڪوڏ پڙو. خبر نه آهي ته هي درياهه ۽ هيترا جهنگل آيا ڪٿان! اِن راڻي کي ته اچي من ۾ ڳالهه ڪُڙڪي، ڇي ڏسون ته هي آهي ڇا؟ ڪيسي ۾ همت وڏائين، سو يارن پنهنجن

---

نينهن = عشق. روءِ = شڪل. ڪنڌاريون = چوڪريون.

هئس. جا ڪمالن جو هڪ سوپاري ڪڍيائين -

”لڪر سان ٿلهي ڪڻي، سوڍي سوپاري“

قدرت ڪهڙي! جيئن زور سان سوپاري هڻيائين، تيئن سوپاري وچ ۾ لڪاءُ ڪيو ۽ ٻه اڌ ڪندي لهي اچي هيٺ پيئي. اِن راڻي ڪنهن ڪير پيئي ته هن مومل ڪو طلسم رچيو ٿو ڏسجي! هي درياهه نه ڪوڙ آهي، هي ته ڪو جادوءَ جو ڏيک آهي. جيئن پريان رڇ ۽ ٻاڪ پيو ڏسبو آهي، تيئن هي به ڪو وهم آهي! هيءَ سوپاري جا لهي آئي، سو هيءَ ته ڪا شيشي جهڙي سخت شيءِ آهي، جتان سوپاري لڳي آهي. دل جهلي چارئي پاسا اکيرو ويا. ڏسن ته هي نه رڳو مقناطيس ۽ طلسم جو اثر آهي، ۽ هي ڪي شيشا آهن، جن تي درياهه جو نقش آهي. اهڙي طرح جڏهن ڪنهي غيب جي ڪين ملي، تڏهن سمجهي ويا ته هي جهنگل جا آواز به ڪوڙا آهن! ڏاڍا خوش ٿيا، خوب ڪاهيندا اندر لنگهي آيا. ورن وڪڙن وارو رستو جو اندر هو، تنهن کي به هي بيدار مغز جوان سمجهي ويا. هي شڪاري عجب چٽا!

”مونيا نه ماري، ڪوڙ لتاڙي ڪاڪ جا“

اهڙا راڻا ڇو نه مومل پسندا!

”راڻي جي رچيوت، مومل سڀئي پسندا“

”ڪاهي آيا ڪاڪ تي، پسندا مومل“

اندر لنگهي آيا، ته ڏسن ته هڪ عجب صورت واري سهڻي ماڻهي آهي، جنهن سان ٻه سهيلون بيٺيون به آهن. هنن پاتو ته هيءَ ڪا مومل آهي. پر اها مومل ڪانه هئي. هيءَ ناتر ٻانهي هئي! ٻانهي ۽ ٻانهين بيٺي هئس؛ ناتر نهايت عجب هئي، ڪهڙي ڪري هنن ڏانهن نهاريائين!

ڪيس عجب ۾ لڳو تہ ھي ڪھڙا جوان، جي ڪاڪ لڙيءَ آيا آھن. ھي تہ مدھڇا ۽ استاد چٽيا. ھوڏانھن ھو سوڍا، ڪاڪ جي سونھن ڏسي، ۽ ناتر جي اکين جي گھوڙ پسي وائڙا ٿي ويا:

”ڪاھي آيا ڪاڪ تي، ڏاتون ناتر
گھوٽن وسريا گھر، گھوڙ ٻوريائين گھاتيئا“

پڇيائونس:

”تون جا پاڻي ڀانھين ۾ واري، ڪھڙو تنھنجو نام؟
ھي گسار ناتو ڪھڙو، ھي گھر سندا ڪن؟“

ناتر پڻ سوڍن جي صورت ڏسي ۽ ھنجي ڏاھپ ڏسي موھت ٿي. تنھن گھور ڪري ڏرا گھٽ ڪري جواب ڏنو:

”اٿين جتي ايئا، سو گھر سندو ڪاڪ
ڪھڙو آلان ڪاڪ، ھت لکين ڪان ڪپي ويا“

ناتر ھنڪي چوڻ لڳي تہ سوڍا، اوھين پڇي تہ وجود آءٌ پالي ڪاڪ آھيان:

”آءٌ پالھي، پالون پڻ“

پر جوانو، اوھين تہ ٻڌايو تہ ھتي ڇو آيا آھيو؟ اوھين ڀنا ۾ ڪٿان آھيو!

”ٻيا تہ ڏسن پٽ ۾ ڪنڌيءَ ڪاڪ ڪمار“

اوھان ٻڌو تہ آھي تہ ھي ڪھڙو ڪاڪ آھي!

”ھي ڪاڪ مڙوئي گوڄرو، جت رانوڙيون رھن
ڏھ ڏھ ٻيا ڏيئين ۾ ڪرن ڪلندي ڪن

---

اٿين = اوھين. ايئا = ٻيئا. آلان = الڙ. ڪمار = معا.
رانوڙيون = رانوڙ گھراڻي جون.

سمهون وچ مرڪن، اکيان راڻا لُورِڙ رهي.“

اي راڻا سوڍا، توکي آءٌ صلاح ٿي ڏيان تہ اندر اُ-
وڃ، هي راڻوڙ راڻيون ڪا سٺري ڏر نہ آهن. هو ڪلهدي
هون ڪمو وجهن. گهٽيءَ هتان گهاس ٿي ويا. اي راڻا،
توکي آءٌ صلاح ٿي ڏيان تہ تون اندر نہ وڃ. پر راڻي تي
ڪالر جو اثر ڪهن ٿيو؛ جو نہ ڪالر جو اثر انهن تي هو، جي
سندس جادوءَ جي مڪان مان لنگهي نہ ٿي سگهيا. انهي
مڪان کي ڪتابن تي چيائون:

”لنگهي ڪالر ڪندي ڪوڙ، جي لنگهيان لنگهي ويا“:

ڪالر بہ راڻي جي شڪل ڏسي مٿس موهت ٿي پيئي.
ڪالر اڳتون هلي، پٺيان راڻو ۽ راڻي جا سنگتي هليا. آيا
اندر رنگ محل ۾. اتي جا تہ ڏسن! رنگ محل نہ پر
جا؟ اندر حسن جي حيرت هئي؛ گاديءَ جهڙيون سهڻيون
هيون، ڪارا جهڙا وار، واسينگ والکي ٿي لٽڪيا،
اکيون جهڙيون مشعل جهڙيون هيون؛ جنهجي لنک جهڙيون
نوڪون -

”پل پل ڪُهن ڪنڪالان“ (هير رانجهو)

سوڍيون راجپوتيون جا رنڊيون ڪن؟ ”رلي رانديون
ڪن،“ روپ جا راند ڪيا هئا، ان سان وٺي ڪنڊ ڪيائون.
اگر جي خوشبوءِ ۽ ڪستوريءَ جي سگنڌ پئي آئي. عطر
جي اتي اوس هئي. راڻو ۽ راڻي جا سنگتي هي پرہ جي
باغ جون چنبيليون ڏسي مست ٿي ويا. مٿهن مومل تہ
شمع روءِ هئي، سونهي ۾ سرس. راڻي جي نظر جنهن وقت
مومل تي پيئي، تنهن وقت راڻي جو روح مومل جي اکين
۾ وڃي ڪتو. هوڏانهن مومل جو بہ حال ساڳيو هو! خمرو ن
اڳيئي پنهون هوس تہ راڻو راجا مون سان ملڻ آهہ سدهرتو

آهي. ناتہ سڀ ڳالهہ کان واقف ڪندي هيس ۽ ويتر جو
ڏهڙا راڻي ڪمالا ڪيا، ۽ طلسم جي ڪان مان نہ نڪري
آيو، تنهن ڳالهہ نہ مومل کي مُنجهائي ڇڏيو تہ هي راڻو
ڪهڙو نہ عاقل دانا هوندو! وري شڪل ڇا هئي راڻي
جي - "چوڏهين ماہ چمڪ جهڙي" جنهن مان "ڪستوريءَ
خوشبوءِ" پئي آئي. مطلب تہ هن مومل ڳجهر تہ، کهٽا
مستيءَ ۾ آڻي قتل ڪيا هئا، پر هيڪر تہ ٻاڻ تہ، انڪي
وڌئي:

"ڳجهر ڪهٽا گهاٽيا، ٻاڻ لڳس گهاءُ
ميندري مُلان، لڳس ڪانءِ ڪپار ۾"

مومل راڻي جي رنگ ۾، راڻو مومل جي رنگ ۾!
پر راڻو راجا هو، تنهن لاءِ اتي رهڻ مشڪل هو.
مومل چوئس تون راڻا منهنجو، ۽ آءٌ راڻا تنهنجي. هاڻ
محبوب وڃڻ وري ڇا جا؟ پر راڻي ڪسي اچا مومل وٽ
ڪين رهڻو هو، اڪي اچا پنهن جي شادي ظاهر ڪرڻي
هيس. تنهن ڇيو مومل کي تہ آءٌ پنهنجي پتاري ڪَرهي
تي چڙهي، لس ٻرڻ پهو تو وٽ ايندس: شام جو ڳوٺان
اڪرندس، آڌيءَ تو وٽ اچي لهو. پوڙو ٿيندس ۽ پره
ڦٽيءَ چالڪي تي چڙهي ملڪ روانو ٿيندس. راڻو پوءِ
پنهنجن سنگتين کي وٺي آيو پنهنجي راڄ ۾. هر رات
راڻو پنهن جي مڻي تي چڙهي، ڪيس چنڊ نہ چاڙهيندو،
آڪون ڏاڪون ڪاراٽيندو، آڌيءَ ڌاري اچي رنگ محل ۾
مومل جي اکين ۾ مجاز جا الماس پسندو هو. راڻو ۽

---

ميندري = راڻي. مُلان = وڻان. ڪان = تير.
لس ٻرڻ = هميشہ.

مومل ڪجهه وقت ٿانئن اُتي رهيا. پر عشق جي واٽ اصل
کان سوڪي نه آهي. عشق ۾ هميشه وڇوڙو اچي ٿو.
مومل کي هڪ ڀيڻ هئي، جنهن جو نالو هو سومل. هن
کي اها ڳالهه آکڙي ڪئي ته ڪو مومل واڳي راڻو ماڻي.
سومل هئي ساڙي جي سڙيل، تنهن هڪ ڏينهن وڏي
اٽڪل وڦوڙهائي! چاڪيائين جو جڏهن مومل وڃي سمهي،
۽ تنهن اچي وٽس، تڏهن مرد جهڙا ڪپڙا پائي، مٿي تي
پٽڪو ٻڌي، پاڻ اچي ڀيڻ سان ڀاڪر پائي سمهي رهي.
آڌيءَ رات راڻو هميشه واڱر رنگ محل ۾ آيو ۽ ته
ڏسي ته مهنجي مومل سان هڪ ڏاڙهيو آدمي ستو پيو آهي!
راڻو راجپوت هو، جنهن جي وس اچڻ وارو ڪين هو.
تنهن پاڻ تي قبضو رکي دل جهلي؛ ۽ نه پيو ڪو جهڳڙو
ٽرار ڪڍي رت وهائڻ کان ڪين ٽري. پيو ته سچو عشق
جتي آهي، اُتي معشوق ڏانهن ڪاوڙ ۽ غصو نه آهي!
راڻي کي به ڏک اڳهو ٿيو، پر تڏهن به پاڻ ٻلي وڌائين.
ٽرار ڪڍي ڪٽ پر رکي هلندو ويو! مومل ڪجهه وقت
بعد سجاڳ ٿي. راڻي جي هڙڻ واري خوشبوءِ ڪاڻ آيس.
ڇتائي ڏٺائين ته سومل ڀيڻس ساڻس ستي پئي آهي؛
ويس مردانو اٿس، پر ۾ راڻي جي ٽرار رکي آهي! ڏسي
سانپي پڪ ٿي ويئي. دلڙي وڃاريءَ جي ٻڌي ويئي.
سموري ڳالهه سمجهي ورتائين. سومل به اکيون پٽيون.
چيائينس ڙي سومل، مومل سان رڻ ڪيئي! گهڻو ٿي
رنائين، گهڻوئي روڙيائين. سمجهايائين ته راڻي جي دل تي
ڪٽ پيو هوندو؛ پر راڻي جي عشق جو اصل ڏنائين!
هڙي حال هوندي مرتي ٽرار ڪين وهايائين. اٿي
آئي ٿي مومل کي پاڻي ڪري چڙيو. هڪ ڏينهن لنگهيو،

۽ ڏينهن لنگهيا، راڻو ڪين آيو! ڀلا ايندو وري ڪڏهن؟ پوءِ ڪي ڏينهن وڇاريءَ مومل جي روڏن ڪيا آهن، تنهنجون آهون، تنهنجا ٿڌا ساهه جيڪر سمنڊ ڏاري ڇڏين. شاهه صاحب راڻي جو اهي بيان ڪيا آهن. مومل ساري رات اکيون پٽي ويٺي واجهائيندي هئي. ڪهڙي قاصد ڪيس مرڪايائين، ڪالهه. پڻ ڪولي چوائي مڪائيمس. اکيون در ۾ ٻاهر وٽي گهرندي هئي ته متان ڪو قاصد اچي، من ڪو راڻو وري. پر اکيون سڀ لڳي ويندا هئا، ڪٿيون پيهن جا ڪر موڙي لهڻ جي ڪندڙون هيون. شمع جي وٽ سوري مومل اکجهي پوندي هئي، ٿڪل ۽ ڪجهي ويندو هو، شمع ۽ جهڪي ٿي پوندي هئي، تان جو پرد اچي ڀاڪون ڪٽيندي هئي. پر راڻو ڪٿي، جو اچي!

١- شمع ٻاريندي شب، ٻرهه ڀاڪون ڪٽيون
موت مران ٿي مينڌرا، راڻا ڪارڻ رب
تنهنجي تاس طلب، ڪانگ اڏايان ڪاڪ جا.

٢- اڀي اٻاريام، لڪت سڀ لٿي وڃا
هيڪ مهو ايو مينڌرو، سڄي رات ساريام
ڳوڙها ڳل ڳاڙيام، سورج شاهدون ڪٽيون.

٣- ڪتين ڪر موڙيا، نمڙو اڀا نهاري
ڪهه سا ٿي ڀالري، جا ٻاڻين ري ٻيٺي
مولکي ڏهن ڏٺي، وجي ڊولهو ڏمت ڦرار ٿو.

---

لڪت = تارا. شب = رات. ڪانگ اڏاڻ = واجهه وجهڻ، پيغام موڪلڻ. اڀي = بيهي. اٻاريام = سڄ مٿهجي معنيٰ اٿيرا. نمڙو = تارا آسمان ۾، سرج جوڙا. ڏيهڙ = ساڙو.

انهن ٻنهي سرهڻن چيس، اي مومل، ڇا ته تنهنجو رنگ هوندو هو، تنهنجا ڪپول ( ڳل ) لعل هوندا هئا، ڇا تنهنجي مهما هوندي هئي. اڄ تون شڪل ڏس ته توکي ڇا ٿيو آهي؟ انهن کي مومل چوي-

"سوڍي ڌاران سرهڻن، ٿيو ٻنهي ۾ ٻڪ
اباڻي اڄ ويو، راڻا تو ليءِ رنگ
هيڪڙين سان هاڃو ٿيو، ٻيو اوسيڙي انگ
مون تو ڏي سين سنگ، ٻچايو ٻچان ٻهي."

وچاري مومل سڪي ڪندا لي · ئي، ٻئي ورلاپ ڪندي هئي. آخر ته اهڙو سڪو سور لڳس جو اکين آب ڇڏي ڏنو.

"ڪنهن جهڙن ٻور ٻچائون، جيئن اکيون آب ٺ ڪن
راڻي جي رهاڻ ڳريون، ونڌ ريتون ونجن
سي مُنهون ڪٿن مڃن. سوڍي سوريءَ چاڙهيون."
سڄ ئي ڳل ٻوڌا هئا سي ته سڪي ويندا هئا:-
"ڪالهه ڦلاريا ڳاڙها، سي ٻسي اڄ سڪا سڄ."

جيئن راڻيءَ جو رنگ لهي ويو، تيئن مومل جو رنگ ٻه گهٽ لهندو ويو:

ٻئي ڳهه ڪٿن ٿئي، ڏيا ٻانڌگ ٻرانٽا
جاٻون ڳال، حيران وڻ، ٿو ريءَ ڪوماڻا"
ڪاڪ ڪڙهي، وڻ جليا، جلي مومل جي جان.

آخر مومل کي خبر پئي ته راڻي جو رخ ڦريو ٿو ڏسجي، ۽ راڻي کي ذرا معلوم ٿيو آهي ته مومل جو ڏوهه ڪونه.

---

اباڻي = لهي، جهڪو ٿي. ٻور = خيال. ونڌ ريتون = ڪاروڙيون. ڳهه = مٽي.

پر آئون سودا پيا ته گهٽا، پر تنهنجي مثل ڪو نه آهي،
”سورياڻي ليمهن جي ڪيهي نه ڪمان“، تنهن لير نه
مولکي لولڪ ماندو ڪري وڌو آهي. هاڻي پرانا رسڻ
ڇڏ، وار ڪرهو ڪاڪ لي. اچي حبيب، سڀ همٿين سين
ڪلن، ته وڃن سور سُڪايون. منهنجو ڏوهه دل جو ڪونه
هو، مولڪان غفلت ني وڃي جو سمهي رهيس، ۽ سومل
مڙلسان رڙ ڪري رکيو. پر هاڻ کهڙيون ته منهنجون
پلون ۽ چڪرن هيون ته ته مولکي معاف ڪر. اي پرينم،
مولڪان مدايون ٿيون جو نه آءُ مندي آهيان، ۽ ڪميڻن
ڪمان، ”ٿين موراڻين مُهورن“ دوست چڱن جو ڪم
آهي هميشه چڱايون ڪرڻ، منهنجو نه پيو اڻهي ”نه
وارث نه ولهو، نه سگهه نه سياڪو، تو پڄاڻا سورن آسر
اولاڪر“ ”تو پڄاڻا سورن منهنجي هيڏڙي اچن هول،
تو پڄاڻي سورن منهنجو آئڻ اجهائو.“ هاڻي دوست، ”لاهي
غير گمان، اڳڻ آءُ اڪنديون.“

”اڳڻ آءُ اڪنديون، پرچي پيارا
پلڪ پراهون نه ٿي، جيءَ جا جيارا“

خط قاصد ڪٺي آيو راڻي وٽ. راڻي جي دل اڳ ئي
پتڙي ٿيل لڳي هئي، وري ته سهمڻ جون مهڻون شروع
ٿيون هيس. ڪل پيس ته ڏوهه مومل جو رڳو اهو هو، جو
غفلت ڪيائين، ته نه اندر ۾ نه مولسان ”پيرو پڙل“

---

سڪايون = گهاءِ، ڏکن جا نشان. موراڻين = اصل
کان. اولاڪر = انتظار؛ هول = ڏپ. آئڻ = جتي
اٺ ڪتيو آهي، جتي ونهيو آهي. اڪنديون = سڪ
وارا.

آهيس. انهن سڀ ڪ مان مومل کي ڪتابت جو جواب موڪليو. قاصد رقعو کڻي مومل وٽ آيو. اچي مومل وٽ حاضر ٿيو ۽ چيائين -

”راڻي رهارو، تو ڏي مڪر لکڙو
صبح سوارو، ڪاڪ گهڙندو ڪرهو“

مومل پڙهي گدگد ٿي وئي، ڪٿن ڪان ڪهه لڙي وئي، پلنگ وري پوش ٿي، پاغ گل وري ساوا ٿيڻ لڳا، مومل جي محلن ۾ وري رونق اچي وئي. عطر ۽ عنبر، مشڪ ۽ ڪستوري وري خوشبوءِ ڪرڻ لڳا. مومل کي ماڻس ٿي ته اچي. پنهنجي چوي ته هاڻي سموريءَ جاءِ کي، سمورن پٿرن کي چندن جي تيءَ سان ٿي لڳايان.

”چندن سين چڪ ڪيو، مومل لڳي ماڙ“

وري شمع ناهي رکائين ۽ ڏين ۾ ڦليل جا تيل پوڄي ويا. پنهنجي هر هر چوي ”سگهو مونج سڄڻ، ڪرهل ڪي ڪاهي.“ پنهنجي چوي:

”ليڙي جو لطف چوي، نڪ سوارو ناڪ
اچي مشڪ ماڻ، ته سوڍا سڪائي ٿيان“.

مومل کي مطلب ته سوداءُ وري ويو، سڀئون سڀئون پڙهون هڪ پڙهي پر ملائي پنهنجي رکي ته راڻو پڙهائي اهڙو ۽ ڏايا ملا، ۽ موادي پاڻي پيار پهڻ ساس:

”پاڻي پڙهن ڪاڏئون، ڏيانئي لاءِ ڏري
پنهنجي چري ته ميڪڙو لهڻڙو مومان“!

---

پرو اُڌڻ = شادي ڪرڻ. رهارو = سنهڙو. چڪ ڪيو = مٽي پسائي. لهڙو = اُٺ. سوارو = سويل آي.

ڏاڍا ويس ۽ ورن ڪمائين -

"ڪمائين لعل لطيف چئي، وڏا ويس ورن،
مڇ مرڪمس من، سوڍي سڀن سڳ ٿيو!"

مطلب ته سڀ ڪجهه وسري ويس -

"ڪاڻهي ني وڙولهن، ٿيو مڙئوئي مينڌرو"

راڻي سان ڪڏ چانگي ڪي پيئي ياد ڪري چوي -

"ڪاراڻان ڪيرونيون، آءُ چاريان چانگي ڪي."

ليڪ ساڻين ناجهارو آهي، اڪيڏين جا احوال پڙهندڙ آهي. سچو عشق [illegible] ۽ وڇوڙي بعد وري به وصال ٿيو آهي. سو هن ويچاريءَ مومل جا عرض اگهيا، ۽ صبح جو سوارو راڻو آيو ڪاڪ ۾ ۽ اچي مومل سان مليو. پوءِ عيش 'الهيءَ وصال جون ڪيڏيون ڳالهيون ڪجن!

هن آکاڻيءَ ۾ ڪي وري لوان الڳ صوفيائي راز جا بيل آهن، خاص ڪري "ڪاڪ" ۽ "لڏاڻي" جو مثال ڏنو چڱيءَ ريت تو ڪم آئي. مومل سهڻي جيو آتما آهي، [illegible] اها آتما جڏهن چڱي [illegible] ڪئي آهي، جا حسن جي منزل تي آئي آهي، جڏهن وٽ عقل ۽ شعور [illegible] زور آهي، جڏهن وٽ حسن جا نه چمن آهن. ناتر هيءَ بالهي علم ۽ وگيان جو روپ آهي. ناتر هيءَ مايا آهي. ڪئن راڻو مرشد، ناتر جي "مايا" روپي طلسم ڪئي نوڙي مومل آتما سان ٿيو ملي، ۽ ڪئن وري سومل روپي "اگيان" يا غفلت روپي مومل کي ٿي وڇوڙو ڏنسي، پوءِ ڪئن مومل سچي عشق کي ٿي پالي، سو پڙهي ڪئا [illegible]."

# راءِ ڏياچ

راءِ ڏياچ، جنهنکي راءِ کنگهار به چوندا هئا، سو گرنار جو راجا هو. هو "گرنار جو ڳل" هو. راجا جي ماءُ جو نالو روڙي هو.

"مرڪي مُرڙ ماتا، روڙي راءِ ڏياچ جي."

راجا جي راڻيءَ جو نالو هو سورٺ، جنهنکي "ماڻون داڻون ڀاڻون" کٽيئي هيون. راجا وٽ "مال متاع جي ڪمي هئي ڪان." "ٻلڪ ٻڙٽيون ٻالڪيون لڳ لک لاٿي ليل."

هن وٽ مهل، مندر، ماڙيون هيون، "امل جيئن اڀن"

راجا جهڙو ڏاتار اهو ڪو نه ٿيو. حاتم طائي سخاوت ۾ هن کان سرس ڪين هو.

"سوان سرالي سمکها داتا ڏيئي دان".

هيڪ ٽڙس جو ڪنڌ ٽين نه خالي نه هو. راجا نه رڳو ڏاتار هو، پر راڄائي بدن ۾ فقيري روح هو. اهڙي جهڙي سادگيءَ جي ور ڇڙهڪ وارو ڪين هو، پر رلدن ۽ عارفن جو ڳولائو هو. جنهن به ڀونءِ جهوپ ۾ راز روحانيءَ جو

---

مرڪي = نظر ڪري. ليل = بيحد لاٿو. سمکها = خوش ڪيا. امل = املهه هيرا.

طالب هو. اهڙا ساڃاهه لوڪ راڄا جنڪ راڄ ڪندا به رهي،
دنيا کان دور ٿا رهن. مهان به رهندي به اهي دل جي
ڪٺيا به نا ڳهارين. "دل به يار، دست به ڪار."

ڪنهن ڏينهن هن راجا جي جهوناڳڙه جي شهر ۾ هڪ
عجيب "عطائي" آيو. ويس جوڳيءَ جهڙو هوس، شڪل
شاهاڻي هيس، سهڻو ۽ تندرست جوان هو، مگر اکين جي لنج
۽ مز ڪري ٻه جو حاولد هو. هڪ ساز هٿ ۾ هوس،
جنهنکي "چنگ" ٿي چوندا هئا. چنگ کي جوڳيءَ جهوڙا ۽
جهانجهيون پڌي ڇڏيون هيون. هي جوڳي

"پرڏيهان پنڌ ڪري ڏاڍ آيو هو."

جوڳيءَ جي چنگ ۾ ڪو راڳ جو راز رکيل هو، اهو
"واڄو ولائي" اهڙو راز وارو ساز هو، جنهن مان آواز اهڙو
اڪرائيندو هو، جو پڙڏي

"مورن جي جهنگل جا ڪن رهاڻيون رنگ"

ڪرشن جي مرلي نه جانورن، پکين ۽ ماڻهن کي موهت
ڪري ڇڏيندي هئي. آرفيوس يونان واري جي لاءِ پڙهي
شيڪسپيئر لو چوي ٿو "وڻ ۽ جبلن جون برف واريون
چوٽيون سر جهڪائينديون هيون، اونا ۽ ڪاڻا آلاپ تي انندا
هئا" ٽئين ڪرشن لاءِ ڪوي لو چوي:-

"جب هري مرلي ناد پرڪاشيو
جنگم جڙ ٿاورر، جڙ ڪڻهي"

---

عطا = بخشش، عطائي = بخشش وارو. جهوڙا = ٽلڪ،
گل ٿل. جهانجهيون = گهنگهرا. رهاڻيون = موجون، خوشيون.
پرڪاشيو = روشن ڪيو، کوليو. جنگم = هلندڙ شيون.
جڙ = ٻاٽي. ٿاور = ...ل شيون. جڙ ڪڻهي = جڙ ٿي لڳا.

ڪري چنگ کي ڇوريو -

"ڪي جو اهڙل ارلو، پئي ۽ وڃي پان
ڳهوريان لک لطيف چئي، تنهنجي قدمن تان قربان"

چارڻ اچي ڏيئي ۽ اندر سهڙيا. راجا مٿي ماڙيءَ تي
هو. اتي "ماڙيءَ وٽ ملوڪ جي چارڻ ڇوريو چنگ"

"ماڙيءَ هيٺ ملوڪ جي ڪا ڪمائين ڪڙڪ
راجا جي رنگ محل ۾ هنڌ هنڌ پئي هوڪ"

اهڙل جاچڪ هيٺ بيٺو هو، ۽ راجا مٿي ماڙيءَ ۾ هو.

"راجا رنگ محل ۾، جاچڪ سر زمين
جا هيانئين هٿن سين، سا سٽي بالا بين."

جاچڪ هيٺ ان تي هلايو، ۽ ان جو آواز مٿي وڃال
راجا جي ڪن تي پيو. اهڙو ڪو مڌر آواز "ساڪ ساز
سرود سين ڪي جو ڪمايو" جو "سٽي رون رون راز جي"
اتي ڪڙو لڳو گهوٽ.

راجا جي روح تي اهي سر اهڙو ڪو اثر هلايو، جو راجا
تب ڏيئي اٿيو ۽ هيٺ نهاريائين ته ڏٺائين ته سهڻو عطائي
زمين تي بيٺو آهي. هڪدم خوشيءَ سان سڏ ڪيائينس
هليو آءُ يار. تڏهن تو جاچڪ چيس "اڳهو تون عرش تي
آءُ پورو مٿي پڙن." تڏهن تو راجا چيس "آءُ مٿاهون
مڱڻا، چڙهي ۾ چوڏول". راجا حڪم ڪيو ته هن مڱڻي،
جنهن منهنجي دل ۾ درد جا درياهه ڪرلي ڇڏيا آهن، تنهن
کي منهنجي رنگ محل جي ٻيهر اندر وٺي اچو. حڪم
جا بندا هيٺ لهي آيا ۽ اچي اهڙل کي چيائون.

---

پان = ڦٽو. ڪڙڪ = آواز. هوڪ = اولاو. سٽي =
اڏي. بالا = مٿي وڃال. پورو = پوڙو، گهمندو.

”آءُ مٺاھون مگڻا، چڙھي در دلدار
ٽوڪي گھومٽ گھرايو، خاوند لاءِ ڏنگھار“

انهيءَ اندر ”رنگ محل“ ۾ ٻئي ڪنهن کي ٻ عصمت ڪانہ هئي.

”جت اچن نہ اوڏانهيڪون، اُت ڪوٺايو اسين“

اچي سهڻو چارڻ راجا ڏياچ کي مليو. شايد ڪا راڻي جي مغز جي تاڙي کلي پئي، ڪر انهن جھر جي لائي جو روشن نشان ڏٺس. سو ٻيجل کي سڏي پاڻ وٽ ويهارايائين. چيائينس اي چارڻ، اهڙو ٻره جو آواز ڪٿان تو ڪڍيو جو اسانجون دلڙيون لٽيو وڃن؟ اڙي مگڻا، تون ڀاي آهين –

”سر ڏي. آهين مگڻا، چگو ڪيو تو ڪم
خوش ٿي چوڻ خوشيءَ سين لاهي غم و غم“

اي چارڻ، ٻڌاءِ تہ سهڻن تہ تنهنجي چنگ ۾ ڇا آهي، جنهن منهنجو من اُلاري قتل ڪيو آهي؟

”چارڻ تنهنجي چنگ جو عجب آهي اثر
هٺي اٿو هٿن سين جيئڙو رکيو جيءَ.“

اي يار، تون تہ ڀاي آهين. ”آءُ ائين، آهين جيءَ“ هاڻ وري ”مهراڻ چوري چنگ چٽيج ڪي.“

پوءِ تہ راجا راڻيءَ سان ڳالهيون ڪيون. راڻي ٻہ ڪو اسراري هو، تنهن راجا کي چيو تہ اي راجا، اچا تہ مون ٽوڪي سر فقط ڪو ٻاهريون ٻڌايو، اچا تہ منهنجي سر آلاپ ۾ ڪي رهائيون آهن. اڃا ٽوڪي اهو اسراري آلاپ

---

اوڏانهيڪون = ويجھون . اسين = سڀئي

۽ وڏايون. ۽ انعام ۽ سوکڙي ڏيندين ڇا؟ راجا ڀلا سخي سردار، تنهن دل ڀاري سان ٻيجل کي چيو ته ٻڌ منهنجا ٻيجل -

”مون وٽ مال متاع جي، ڪمي آهه ڪانه
تو دس ڏيان مڱڻا، روح رچندا دان“

راجا حڪم ڪيو

”تازي ڏيوس تکڙا جوهر ڀاتي زين“
”پلنگ پٿرائون پالڪيون، لولڪ لاٽي لعل“

خوب حوالا ڪلي ويا، گهوڙا ڏياري ويا. پر راجا وٽ هڪڙو سهڻو هاٿي هو، سو نه ولي آيا. راجا چيو راڳائيءَ کي ته ڪٺ جهڪي ۽ ڪهڻي. تڏهن ٻيجل اکيون ڪڍي عشق جون چيو راءِ ڏياچ کي، ”سٺ ري راءِ ڏياچ، تو پاليو هو ته ڪو آءٌ اهڙو ٻيهو آهيان، جو هاٿي لاءِ تو تند هڻان، پر اي راجا“-

”ڀاتي ٻٽ ڪٺا، مون نه مور نه مڱيا
تازي طويلن ۾، گهوڙا گهر گهڻا
هاٿيءَ ڪارڻ هيڪڙي، آءٌ ڪا تند هڻان“
اي راجا، هي چارڻ ”مال نه گهري مڱڻو“
”دادا ونان نه دان، وڃ ڦيرائي فيل“
”جا مڱ منهنجي مَن، سا توکي معلوم سڀڪا“
”ڀلا ٻيڙي ۾ ٻالهو ٻانڌ ٻيدار جو“

اي راجا، دل ۾ نه سمجهجي تو ته آءٌ ڪهڙي مڱ لاءِ

---

دس = وٽ، کي. روح رچندا = دل وڻندا. تازي = سٺا گهوڙا. فيل = هاٿي. مڱ = جهڪي منگهي يعني گهرجي. ٻٽ = ٻيالو، ڪرمنڊل، ڪشتو، ٻيجل جو ٿانءُ.

ته وٽ آيو آهيان، ٻڙ کي ڏيڻ لاءِ پڌاريانءِ. راجا جون
اکيون ڪاوڙ لڳيون ۽ ٻروڻ ٻوٽ لڳس ته هي مڱڻو ته ڪو
مولڪان لاءِ وڏيءَ دل وارو آهي. ٻر ڇا لاءِ آيو آهي!
تنهن کي ڏنائين ۽ مڱڻي ته ڪجهه ڪين ٻ پڌايس. راجا
وٽ ان وقت دربار ۾ اچي لڳي هئي. ٻرڊي اندر
راڻيون، داسيون، ماڻيون، ٻانهيون هيون، ان واڱي رنگ ڏنو.
ٻاهر وزير امير اُمرا عاقل دانا ويٺا هئا، تن ۾ ٻئي هي
حيرت ڏٺي، ته هي ڪهڙو مڱڻو آيو آهي! سڀ مڃهي
پيا ته ڪهڙيون راز جون ڳالهيون ٿو پيچل راءِ ڏياچ سان
ڪري -

"ميرن سڀن مڱڻي ڪي، ڪا جا ڳالهه. ڳجهي
سا ٻانڌ داسن ٻانهين سوچي ڪان نه سمجهي
پيا وزير وساس ۾، عاقل ويا اُجهي
ڪوڙان جي ڪرامت ري والي مت مڃهي
هڪ پيچل ئي اُجهي، ٻي شهر هئي ڪنگهار ڪي."

انهيءَ ڳالهه ڳجهي ڪنگهار يعني راءِ ڏياچ سمجهي ورتي.
ٻين کي ڪا ڪل ڪانه رهي. تڏهن راجا راءِ ڏياچ پيچل
جي ٻورن ٿي ڪري ٻيو ۽ چيائين ته اي پيچل، "تنهنجو
قدم پدم نه ٻاڙيان،" اي ڏيار هاڻ ٻل صفا ڪليو چوڻ، ٻڌ
سڀ ٻڌن ته ڪوڪي ڪهڙي پيا؟ تڏهن پيچل ٻوليو-

"مال نه گهري مڱڻو، جاچڪ گهري جيءُ
ويو وهلو ٿيءُ، ساعت صبر نه سهان."

---

ميرن — ميان عربي جو لفظ آهي هت جمع ۾ معنيٰ راڄا.
ٻانڌ = راڻيون، گهر ڄائيون، وساس = حيرت. ڪوڙان =
گهوٽن. وهلو = ڏکو.

اي راڻا، مونکي لهنجو حال نہ ڪڇي ”آءٌ سر سوالي
مڱڻو،“ آءٌ وارن جي وچان، ٻرندڙ سان ٻڌ ڪري جو تنهن
وقت آئس، سو سر جون صدائون ڪري ٿو، نہ ڪڏهن ٻئي
حال ٿو. هاڻ ٻڌ اي سورٺ راڻيءَ جا پچار:

”جي وهاڻيءَ ويرم نئي نہ مون هيمٿر ٿي هلاءِ؛
سو ٿهارا سورٺ ور ڏيالهہ هٿين سچين ٿاهہ،
سو مڱڻهار ملهاءِ، جو وچان وارن آئيو“
”جو گهوڙن سو گهوڙي ڏي مڱڻهار ملهام“
”حال نہ وٺي مڱڻو، ڏو ماٺڪ موٽائي.“

دانا، ٻيا بہ راجائون گهڻا آهن، آءٌ انهن وٽ ڪري
ويس، لنهنجي مونکي خبر آهي تہ تون اهڙو سخي آهين
جو ڪڏهين بہ ”نہ“ ڪين ڪندو آهين.

”تو در آيس، جئين تون ناهين نہ سکيو“

بيجل جا هي لفظ ٻڌي سورٺ راڻي وائڙي ٿي وئي.
امير وزير منجهي ويا.

”دانون در ماندئون ٿيون، ٻانئي ٻاڌاو“

سورٺ بيجل کي چوڻ لڳي تہ اي بيجل، منهنجي ور
جو سر ڪيئن ٿو گهرين! اهڙي اهو چڪي ڪيئي سو ڪرڻ،
پر سهاڳڻ کي ڏهاڳڻ ڪئن ٿو ڪرين؟ پر بيجل چيو تہ آءٌ
ونئدس نہ سر، ٻيو نہ، اهو ڪجهہ بہ ڪين؛ سر ڪان سواءِ
موٽندس بہ ڪين.

”مٿي ري مس ڪٽان، ٻيو ڪڇي ٻاهون“
سر ڪان سواءِ ٻيو مون ڪين گهرجي.

---

ٿي = ٿڪ هين. ناهين = نہ. ٻانئي = راڻين.
ٻاهون = ٻنهيان.

اي مڱڻا تون رڳو سر تو ڳورين، پر اهي ڪان مٿي ڳورين نه اهو ؟ پاڻ ء.

"سر نه آهي سٽ ۾، پر پيو ڪي مڱڻ دان"

اي راڻائي، تنهنجي تند ۾ اهڙو ڪو حساب آهي، جو مون ڏٺي اهي تند جو آلاپ ئي بس آهي، اهي تند جي برابر سمهجا سُر سر نه ڪين آهن. هي نه منهنجو سر سڪئو آهي، هن ۾ ڪجهه ڪوڙ اچي اڙيو آهي.

"تند برابر تورياڻ، جي سڄ سرن ٻاڻي
تان اُتل اوڏانهين تئي، جيڏانهن پيچل پرائي
ـي سڪئو هڏ آهي، سر ۾ سچ ناه ڪي."

اهڙي درياه دلي، بي خودي راجا جي ڏسي پيچل ڏاڍو خوش ٿيو.

"بسي ٻاٽ پُر ٿيو سندو جادم جوڙ"

چيائينس اي راجا، جي تنهنجي اها حالت آهي ته راڳ، جي راز پڌائڻ لاء آءُ به تيار آهيان. ائين چئي پيچل پارس واڄو ولائي هٿ ۾ ڪيو، جو واڄو اُن جو ڪمرو هو. هن جي هٿ لڳڻ سان ڪمرو ڪنچڻ لڳو.

"ڪنچڻي ڪمرس ڪمرو واڄو ولائي
هڏي تند حضور ۾ پارس پيرائي
سڄندي سلطان کي ظاهر ٿيو ڏاتي."

اهڙي نه ڪا تند پارس هڏي جو سلطان کي ظاهر

---

اُتل = ٻار. پُرائي = پولائي، وڄائي. ٻاٽ = مڱڻو.
پُر = خوش. جادم = سخي. جوڙ = طاقت، سُڌا.
پارس = اُستاد. ڪمرو = ساز. ڪنچڻ = وڄڻ.
پيرائي = پوري.

تيءُ سڀ ”ذاتي“. مطلق هستيءَ کان هو واقف ٿيو ۽ پوءِ
چا ڪيائين:

”ڪيڏي ڪالي، وڌائين ڪرت ڪپار ۾“
هڪدم راجا جي سڀئي وڃي پري پئي ! ؟
”رس سرڪي لڳو مهمدان سورٺ ست
ڏڃ ڏني پيو ڪٽ لئي، مٿو مٿان پٽ“

سورٺ جي ايمان راجا جو رس وهي لڳو ۽ ڏڃ وڃي
ڌت لڳي پيو ۽ مٿو وڃي پٽ لئي پيو. چوگرد روڄ ن مچي
ويو! اهڙي ريءَ سانئين آهي جنهن ڊمر ۾ راجائون ۽ تاج ختم
ڪيو وڃي.

”جنهن لو سڀ جمار هميا، ڇٽ پٽن سين“
”پاڻون ڏاڍون پاٿيون پٽيو ڪين پار
پئي رهيا پٽ ۾ سورٺ جا سينگار
واٿين ۾ راڙو ٿيو پٽن پيئي پڪار
هڙا راءِ ڪنگهار، ڪين ٿمدا ڪڏهين!“

سورٺ خاص ڪري ويلاپ ڪرڻ لڳي ته هاءِ، مون
سان اهڙو منگڻهار ڏهو ڪيو!

”سورٺ سرئين ڪئي چوي، منهس منگڻهار
ڪيو ڪهر ڏهار، جنهن ٻاڻيون سڀ ڊنارئون.“

ساري ڳالهه ۾ غلطو مچي ويو. چاچڪ کو واڇو وڃايو
جو ”شهر سڄو ٿي سر سان لهڻ لڳايو.“ ماڻهن ۾ هل مچي
وي ... کو اهڙو عطائي آيو جنهن سر ڏياڄ جو ورتو:

”اهو غلطو ڳالهه ۾ ته کو عطائي آيو

---

ڪرت = وڍ، ترار؛ لڳو = لڳو؛ مهمدان = ايمان.
راڙو = روڄ ن.

سالڪ ساز سرود سان ڪي جو ڪمايو
ٻجهل اولايو ته سر سوالي آهيان"

هل مڇي ويو، ماڻهو مڙي ويا؛ وڻجاري سورٺ لاءِ
مٿو ٻه ماٺدي لي وئي.

جالي ڪڙهه جدا، سورٺ اوساري
هي جو آيو مڱڻو، سو متارا ماري"

گرنار جو گهوٽ گذر ڪري ويو، گرنار جي چئن ميان
گرناري ڪل ڇڏي ويو:

"ڪل ڇڏيو گرنار جو، ٻرڪ نيون ٻڌن
سهسين سورٺ ڇڏيون، انهون اوساريون."

آخر سورٺ راءِ ڏياچ جو وڇوڙو سهي نه سگهي ۽ سائس
گڏ ساڳيءَ چکيا لي چڙهي اگنيءَ ۾ سڙي وئي. هن سر ۾
شاهه يوگ، منتر ۽ شبد جون ڳالهيون ڪيون آهن، جي اڻ
ٻاگي ۾ سمجهايل آهن.

---

اوساري = ٻار ڪڍي. متارا = وڏا ماڻهو.
ٻرڪ = گهٽيون.

(۴)

# ليلان چنيسر

چنيسر راڄا هو، پر "سماٽن سردار" هو. "چوڏس
چنيسر جام جو ڏيهان ڏيهه ڏهڪار" هو. سندس راڻيءَ
جو پيڪو ٻمن ڏيهن لسي ا... جهڙو هو. راڄا جهڙو هو
صورت جو سهڻو، تهڙو هو ڪٺن ۾ اُتم. سندس راڻي
هئي، جهڙي جو نانءُ هو ليلان. ليلان مثل لعلان جي هئي،
مٿس چنيسر مجنون وانگر مشتاق هو. ليلان مٿي محلات
۾ راڄا سان رهندي هئي.

"اصل هئا ليلان جا مٿي ماڙيءَ ماڳ."

راڻيءَ جو راڄا وٽ وڏو مان هو، ڏاڍي شان مان ۽
لومان سان هلندي هئي:

"وڏيري هئاس، چنيسر جي راڄ ۾
دهاڻن دمامن، لڏان ٻر ۾ ٻيهاس."

همدوري ۾ پيئي، لـُـڏندي هئي ۽ ڪهڙا وري ڪهڙا
هئس: "جهڙا گل گلاب جا تهڙا مٿس ريس"، "سون ٿلهن
جو ڪنجهرو" هوس.

هڪ ڏي ا... سهڻي زال ڪؤنرو نالي هئي، جا ا...

---

لڏان = دهلن سان. ڪنجهرو = چراو.

وڏ گهراڻي هئي. انهيءَ ماڻيءَ ڪنوروءَ جي راڄا سان
اڄ پرڻيو ٿي، هوءَ راڄا لي موهت ٿي پيئي. پر راڄا
سيلوان شخص هو ۽ هن جي سموري دل ليلان سان هئي.
ڪنوروءَ ڏٺو ته هوءَ ان رستو ڪونه آهي، تنهن ڪري
عجيب ڪيڏ پڪيڙي. ڪنوروءَ کي هڪ امله هار هو، انهن
۾ چٽ ۽ ڏايا وڻندڙ هئا. ڪنوروءَ اچي ليلان سان
پريت رکي. اهو نو لکو هار ڏئي، چنڊ پون چنبل وڃهي
راڻيءَ وٽ ايندي هئي.

"مٺي مٺي موهجي، چٽ چرنو ٿيوءَ"
"مٺي مٺي جي هئا، ترن چڙن ڦيرڻيس چٽ"

ڪنوروءَ ڏٺو ته راڻي هاڻي هار لاءِ حيران آهي. راڻي
وڃاڙي موه رس چا ڪري! آخر دل نه رهيس، ڪنوروءَ
کي چيائين ته اهو هار مونکي ته ڏي، جيڪي چوين سو
ڏيانءِ؟ ڪنوروءَ پهري نٽايو، ٻيهر نٽايو، آخر هڪ ڏينهن
راڻيءَ کي چيائين. "ٻڌي راڻي، ٻهنجي دل جو راز ٿي
ڏيانءِ. هار لاءِ ناٿو ته ائين ٻئي ڪنهن ودڻيس، دل منهنجي
تنهنجي گهوٽ چنيسر جي دامن ۾ وڃي اڙي آهي. جي
مونکي ٻهنجي گهوٽ سان ملائين ته هار تنهنجو!" ليلان
جنهن جو هوڻ چنيسر سان هيڏو پيار هو، تنهن لاءِ هار
جو پيار غالب ٿيڻي ويو، ۽ اهو خيال ڪين ٿيس ته
منهنجي ڪم مان ڪهڙو نتيجو نڪرندو. ڪنوروءَ کي چيائين
ته پوءِ اهو ڀلا ڪيئن؟ ڪنوروءَ انڪل ٻڌايس. چيائينس ته
راڄ جو جيڏي، محل توڻ اندر محل جي ڪمري ۾ ويندي
آهين، تنهنڪان اڳ راڄا اچي اڱڻ تي سمهي رهندو آهي.
هاڻ تون ڪٽي راڄ جو نه وڃ ۽ ٻهنجي بدلي مونکي
موڪلڃ ڏيئو ڪل ڪري ڇڏج. آءٌ وڃي راڄا جي استري

راڻا ليلان کي ڇڏي، ڪوڙوءَ کي ڪٺي راڻي ڪيو، جو سمجهيائين ته جڏهن املهه هار ڇڏيو، تڏهن ان جي پرياس ته ڀڳي هوندي!

ليلان کي جڏهن اها خبر پئي ته هيءُ حال ٿيو آهي، ۽ راڻا مرڪي هاڻي مٿهن به ڪين ڏيندو، تڏهين ليلان جون اکيون کليون، دل ٿي، هوس راڻا سان، پر چريءَ پاتيو ته هار به ملندم، گهوٽ به ڪين ويندم! ٿڪيو ته هوس ته راڻا آهيئي مهيجو، تڏهن چوائي موڪليو ته اي گهوٽ، ڪين ٿو مون کي ڇڏين؟ چنيسر چوايس ته بس هاڻي الڪ وڃي ويو، تون مون کي مٺي آهين منهو، هاڻي ڀرائنءَ رام کي.

"ويو الڪ وڃي! آئيس ڏينءَ ڏهاڙا چار."

ليلان ماندي، اندر ٻاهر ماندي! پئي ليڇي ته مون کي ڪهڙي ڪل ته ڪهڙو ٿيندو حال!

افسوس! "مٺي مٺي جي هٿان ڇڏيم چمڪ"
مون پاتيو، "هار ڪٺندي پس هونءَ پر، ليڪو ليندم ٿيس"
پر: "ڪوڙوءَ جو ڪرس، مرڪهان مٺائون ٿيو"

ليلان وار چوڙي پٽ پر ٻيهي رهي، نه ڪاٿي نه بيهي، پر زار زار پئي روئي.

آئون ساهيڙيون، ۽ پاڙي واريون! سي اچي ڏسن ته ليلان جو ڪهڙو حال ٿيو آهي! ڪي ته آئون ڪيس مهڻا ڏين، ڪن ته اولاڻا ڏيئي اندر ساڙيس:

"مٺي آئي مرهڻي مڙهي ڪمنءَ مرڪ
چئي چنيسر چام سين، وڌو ٿيو فرق"

---

ڪرس = ڪم. مرڪهان = مرڪان. اولاڻا = طعنا.

ڏري وڃو ورق، اڄ ته ڏينهن ڏهاڙي جو“

اڳي ته ليلان سان مٺيون ٻوليون ٻوليندو هئين!
اهي نياڻيون طعنن واريون اهڙيون ٻوليون آهن، جو شاه ته ڏوري:

”مٺيون ٿي مٺيون چئيون، پر پٺ ڳالهيون ڪن!“

اهي لکيون وڃاريءَ ليلان کي. ڏاڍون ته ٻيوس آهي؛ ٻت ٻڇي وئي آهي، سو چئي ويس، پهرين چوڻس:

”ڪاڳ جهڙا ڪيئي ٻير، ٿوڙا موتي آڻي مڃين ٻر؟“.

”اڄو اڄو اڳاڻي، ڇني ليلان کي لوڪ
اندر اوٻالن سين، ساڙي ڪيائونس سوڪ
ٻالاڻ جو ٻوڪ، وڃو وڃاريءَ اکري.“

ليلان وڃاري اهڙي ته لڄ ۾ ٻڏي وئي، جو چوڻ لڳي -

”لڄ مڙهجي لوڪ ۾ واريءَ جيئن وئي
جيئن اٿو ٻئي ٻاٽيءَ ۾، ٻکڙي ٻيئي.“

ٻڪي ته ساهڙيون سڀيون هيس، ٿي اهي دل وڃيس. هڙن کي ڏک ٻه ڏاڍو ٿيو، جو ته ليلان ۾ مڇوٽ جا پيدار هئا. هڪ ٿي ساهڙي چويس:

”هئين ته گهڻو هوشيار، ڪنهن ٻه ڪيئي ڪالا هي“
شايد ”تو ٻالڻ موچاري ٿيان ڳچيءَ ٻاڻي هار“
ٻڌهين ٿي ليلان ٿڌو ساه کڻي چويس:
”ڏاهي هيس ڏڀ ۾، سرڻين مڙهڻ ڄاڻ

---

اڳلي = عيبدار. اوٻالن = طعنن. ٻوڪ = تارکي، يا چاولو ڪالهائڻ.

ڪاڄا ٻير ڪاٺ، جنهن منهن مٺائيون نه ڪيان"
وري ٿي ليلان چوي:
" الله ڏاهي مر ٿيان، ڏاهيون ٿي ڏک ڏسن"
ڏاهپ تي اهڙي واري ساهڙي چوڻ، "اڙي ٻانهي ليلان، توکي ڪل ڪانه پئي ته هي مڻيو، هي هار ڪهڙي ڀري شئ آهي!"

" مڻيو ناه مڻيون، جو لون ٻين هار هرڪين ۾،
اصل آهي اڻهين، سڀئي ڪر ڪڻيون،
ان گهوڙن هٿي گهڻيون، ڏوسڻا ڏور ڪيون."
اڙي ليلان!
" ڪوڙين ڪيا ڪنوارئي اڻهيءَ هار هزار"
ٻڌي ٿي ليلان چوي ته منهنجي ٻاري سرتي –
" جيڪر پاليان اتين ته ڪا دل منهنجو داڙو
نه سور لڳندي سينه، هوند هٿين هار نه جهليان."
ٻيهر، هي ليلان هار آءٌ ڪنڌ اهو ڪندي ٻس!
مڻيون وڃيان منهن هاريءَ هٿان هار
ٻڌي جي پيار نه، ميراثي مان ليلان!"
ليلان ڪونروءَ کي چوائي موڪليو ته اي ڪونرو، مونکي ته هٿي جهر نه ڪهڙو ٿي ڪريان ڪم.
" جان مون ٻڌو ٻروڙيو ته اي وڏوڙيو واڻيا،
هاڻ ڪٿ هي ٻڌو هار واري ڏي مون واڻيو"
ٻر ڪونروءَ کي ته چنيسر جهڙو گهوٽ ملي ويو هو، سا ٿي ٻڌي!

---

داڙو = داس ذات جو (چنيسر). هاري = جهڙ يا ڪڏ. ٻري = ملي. وڏوڙيو = دڪاندار.

چوڻ لڳي: ڪالهه تو وٽ مون جهڙيون گهڻيون، پر
پر مون لاءِ تون هڪ ئي آهين.

"ڪوڙين لهنديون ڪامڻيون،
تون ڪوڙين سندو ڪانڌ،
مون کي چنڊ م داسڙا نه وڃان نه وٽواڻ
مون ڳڻپيءَ ۾ پاڻ، تو چنيسر هڪ ۾."

آخر چنيسر جي دل ۾ الي ٻڌي ڪجهه ڇهائين، وري
ڪٿي ماڻ ڪيائين. تنهن هين ليلان پيرانديءَ وٽ وڃي
اٿيس ۽ چيائينس:

"نه ليلا ڪيئي ڳلا، ٻولايو ٻول چئين
آڻ تو پيراندياڻ ڪر موڙ تون ڦر اکيان."

ليڪن چنيسر جو من نه پڇي ٿيو. ٿئر کيائين ته ڪهڙو ته
ليلان جو حال ٿيو آهي! اکين مان آب پيو وهيس، چپ
سڪي ويا آهنس. ڳل لال ڪنول ڦڪا ٿي ويا آهن. وار
ڏو ڏا ٿي ڪري ائس. اکيون ڏرا ڏيڻي آئون ائس.

تنهن هين چنيسر جيهن جو ڇپ اصل ۾ ليلان سان هوس
پڇي پيو، دل نه جهلي سگهيو. اهڪ مان اٿي ليلان کي
ڳراٽڙي پاتائين. ليلان ولهاريءَ جا ايڏ ٿو رهيا سچايا ٿيا.

"ليلا ڏڪ سک ٿيا، ليلان ڪندي گهوٽ
تي عشق اندر جي اوسه وچڙيا ماڻيا پاڻ ۾." (ڪلراج)

هن ليلان چنيسر جي آکاڻيءَ ۾ شاهه روحاني پيغام جي
ائين ڳالهه ڪئي آهي، ته ڪئن ليلان يعني چڱي منزل
اي پهتل طالب ۾ جي غفلت تو ڪري ته وري ۾ وجهه
هيٺ پوي. اها سمجهاڻي ٻئي ڪتاب ۾ ڏنل آهي.

---

ڪامڻيون = موهيندڙ زالون. وٽواڻ = اڄاڻي.

(٥)

# ڄام تماچي ۽ نوري مهاڻي

هڪ سمي سنڌ جا راڄا سما هئا. ان سمن ۾ هڪ راڄا
ٿيو، جنهنجو نالو هو ڄام تماچي. هي راڄا سخاوت جو
صاحب هو، ملڪ جو والي هو، سندس شعاع شمس جهڙو
هو، مٿس "چٽ چمڪاءِ". سندس ملڪ ۾ ڪينجهر جو
ڍنڍ هو، جهڙي ڊگهي ۽ وڏيري هئي. اهي ڪينجهر جي
چوگرد وڻڪار ۽ نظارو خوب هو. هيٺان درياهه، مٿيرو
هٿي ڀالي، قسمن قسمن جا پکي، ڀالي لئي ڦرندا هئا، ۽
ڪنول ڦل به خوب هئا. "ڪنڌيءَ ڪنول ڦُٽن"، "هيٺ ڄرَ
مٿي مهر، پاسي ۾ وڻراد"؛ گلن ڦلن جي خوشبوءِ ڪري
"ڪينجهر ڪستوري ٿئي." ان ڪولن سان ڳنڍ-
"ان پڙ، ڪُنُ، ڪنڌ مٿوڻ، مٿي جَرَ ڄهرڪن."
اهو ڪينجهر ڪو شهر وڏو ڪري هو، اتي گهڻو ڪري
مهاڻا رهندا هئا، جي درياهه ۾ مڇيون ماريندا هئا ۽ ڄام
تماچيءَ کي ڀِل ڀرڻدا هئا. واهه جو مهاڻن ۽ مهاڻين جا بيان
۾ شاهه لطيف ڏني. غريب مسڪين ماڻهو هئا، "هيٺا جن
جا هنڌ". ڪاڏو، جا هون، مال ڪهڙو هون؟

---

ڄهرڪن = لهرن جا اونڌا. وڻ راد = وڻن سان ڇانيل
ٻيٺا. ڪرار = ڪنڌو ڪَن.

جا ٻه هٿ اکين ۾ اوڙ جو ٽِلو هو. نالو ڏنائونس ”نوري“. هن نوريءَ ۾ ڪيتريون خاصيتون هيون، پر هڪ خاصيت سڀني ۾ سرس هيس. نهايت نماڻي هوندي هئي. ٻيا چوندا هئس ”نوري“. پر هيءَ چوندي هئي، ”آءٌ گندڙي غريب“.

”هن نماڻيءَ جي من ۾ نه ڪبر نه ڪاءِ“

سڀني کي وڻندي هئي، سڀني کي پيار ڪندي هئي. اهڙيءَ نموني اُن سڀ ٻيا ٻار وڻندا هئا.

هڪ ڏينهن جام تماچي، پنهنجي موج ۾ هن ڪنجهر جي تڙ تي اچي نڪتو، پر هو اڪيلو.

”جام تماچي آئيو، مٿي تڙ لڏاهه“

هيءَ نوري به ڪا اڪيلي تڙ تي ويٺي هئي. ڇا ٿيو؟

”اچي پيس اوچتي نوريءَ تي نگاهه“

نوري پنهنجي مڇيءَ جي ڪم ۾ مشغول هئي.

”مٿي مڇيءَ ۾ هٿڙا، ويٺي ڪري ورن.“

سندس سونهن جا ورن خوب وڻندڙ هئا. راءِ اچي ڀڙ ٻان پيئو، پنهنجون اکيون وڃي هن نينگر تي لڳيون، ۽ ٻاڪل ڪوهي ويس. حيرت لڳس ته نماڻين جي ملڪ ۾ ڪٿان آئو آهي چمن جو گل گلابي!

هي ته ”هٿين ٻيران آرڪڻ مور نه نماڻي“!

نوريءَ جي شڪل تماچيءَ جي من ۾ کپي ويئي.

”راءِ اکين رکي نماڻي ۾ من“

---

گندڙي = نماڻي. لڏاهه = اڪيلو. آرڪڻ = لڪائڻ،

هوڏانهن نمگر کي به معلوم ٿي ويو ته هيءُ شهزادو ٻڌو آهي! ٻرهم جي ٻولي ڳجهارت جي آهي، سو شاه نه چوي ”لماچيءَ جي لڱ، ڳالهيون ڇمس ڳجهيون.“ هنجي دل ۾ به ڪا عشق جي آئل ٿي، سڄي ڪٿي نظر ڪيائين! ڇا نه هنجي نظر ۾ ناز هو، ڪهڙو نه وري انهي ناز سان ڪڏ ديد ۽ نياز هو!

”نوريءَ جي نياز جو عجب اجهل هوءَ“

راجا ويچارو جنهن جي دل هوس ٿي رهي هئي، سو هنن نيڻن جو شڪار ٿي پيو. واه نوري ننهنجا نيڻ!

”نيڻن سين ناز ڪري، ونجهايائين راءِ.“

پوءِ نه سائين، ”دليان دا مالڪ ٻوليا!“ جام لماچي ۽ چنڊ جي مثل هو، پر نوريءَ جي ”جهوليءَ چنڊ جهاي پيو.“ راجا موٽي مهاڻن کي سڏايو. مهاڻا موٽيءَ اچي ڪنا ٿيا. راجا ني سندس سهوري رعيت جيو پيار هو، سڀ سڀ اچي سلامي ٿيا. لماچيءَ هنن کي چيو ته آءٌ اوهان وٽ عرضدار آهيان، اوهانجي نوريءَ جي پانهن ٿو گهران. مهاڻا ويچارا وائڙا ٿي ويا! راجا چيو ته نوريءَ جي ئي اهائي خواهش آهي. نوري به عشق ۽ تعجب ۾ داخل هئي. سا چوڻ لڳي ڪئي آءٌ، ڪٿي هي! دل نه برابر ٻرهم جي اچل ۾ هيس، پر سمجهه ڪانه وڃائي ڇڏي هئائين. سو چوڻ لڳي لماچيءَ کي، ”اي راجا، دل نه منهنجي پڪڙي وڌي اٿئي، پر ڪيڏانهن تون راجا، ڪيڏانهن آءٌ مهاڻي!“

”تون لماچي ڏاڍ ڏٺي، آءٌ ڪمڙي غريب“

ننهنجون هيٺرايون راٺيون سهڻيون، سومرايون، آءٌ ڪاٺن هنن ۾ سڏ لهند پس متان ڪنهن وقت، پوءِ مون غريب

ماڳر کي راڻين جي روءِ ڏسڻ مٿي چڙهيا ان.

١- تون سمو آهين ڪنڌڙي، مون ۾ عيبن جوءِ
پسي راڻين روءِ، متان ماڳر مٽين.

٢- تون سمو آهين ڪنڌڙي، مون ۾ عيب اپار
پسي لڪ لغار، متان ماڳر مٽين.

٣- تون سمو آهين ڪنڌڙي، مون ۾ عيبن ڪوڙ
پسي ڪڪيءَ ڪوڙ، متان ماڳر مٽين.

٤- تون سمو آن ڪنڌڙي، مون ۾ عيبن وٿ
پسي مهاڻڪي ڌيءَ، متان ماڳر مٽين.

٥- تون سمر آهين ڪنڌڙي، مون ۾ عيبن لک
هن مهنجي حال جي سڀ توکي پرک،
ڪارڻ رب الک، متان ماڳر مٽين.

٦- تون سمو آهين ڪنڌڙي، عيب مهنجي ذات
تون سونهاري صفات، متان ماڳر مٽين.

نوريءَ جا هيءَ دل مڃهان پڪار ڪئي ۽ حال جي اور ڪئي، تنهن تي آئي باقي راڻي جي دل کي ٻاٽي ڪري چڙهيو. راڄا جي اکين ۾ عشق جهل تي ته ڏني. تنهن نوريءَ کي چاليهه سان لائي ڳراٽڙي پاتس.

“لهڙو ڪنڌڙو ۾ ڪين اچي،
جهڙي سونهن سندياس،
مورچل متانس، آيو لماچي هٽي.”

چوگرد خبر پئجي وئي ته جام لماچيءَ ۽ نوريءَ جي

---

جوءِ = جاءِ. ماڳر = مهاڻي. لڪ = ڪڪيءَ. لغار = پالس.
ڪوڙ = ڪروڙين، ڪروڙين. مهاڻڪي = مهاڻي جي.
مورچل = مور جي کنڀن جو وڃڻو.

شادي ٿيڻي آهي. اعلان چوگرد ڦري ويو. راجا جو شور
۽ پُر ۾ هو، ٿورن شهر ۾ خبرون پهچي ويون. جڏهن ڪنان
عالم اچي ڪچهري ۾ ڪٺو ٿيو. راجا به وچ ڪچهري
منجهه شاهي گهٽ واري ٻهڪاٽي ۾ رهيو. ڪچهري جي
ڪنڊن کان ٿورو ڪوئي ويا. "ڪرڙن قدانن لڳيون
مهاڻن مٿان." مهاڻا ۽ مهاڻيون ته خوشيءَ ۾ نه پيا ماپن.

"ٿيا ٿماچي ڄام سين مهاڻا محرم
لڏيءَ وڏيءَ گنڍيءَ مٿي ماڙيءَ تي مڙيا!"

پلا مهاڻين پاڻ ۾ اسين ٿيون، ٿماچيءَ جون ساميون،
سي پٽ ڏي پئيون اچن. عالم آشڪار ٿيو، ته ٿماچيءَ
جي شادي فلاڻي تاريخ تي ٿيڻي آهي. اوريءَ جي
هانءُ چانهه صورت سيرت اڳ ئي عمدي هئي، پر هاڻ
ته لهان ئي ڪاٽ لڳي. اڳي ته گنڍن کان گهٽ پريءَ هوندي
هئي، هاڻ ته بلڪل صفا ۽ سندر.

"سا پُر پاري، جا گهر سمي جي سُهڻي"

اڳي پڻ اڇي سڌا هيس، هاڻي ته ڀڪڪ لڳي. سمورن
راجا جون راڻيون، ان کي به معلوم ٿيو ته راجا اوريءَ
مهاڻيءَ سان ٿو شادي ڪري. هنن کي عورت وٺي ويئي،
هنن جي اندر ۾ ڪنڊو لڳو، سي سمورن، ڪچهري
وچڙ ڪاڻ. ڏاڍا ويس ورن ڪيائون، ڏاڍو پاڻ سينگاريائون،
سنجهيائون ته هاڻي ٿيون راجا کي ريجهائيون ۽ ڇا
هوندو هن مهاڻيءَ ۾؟ اسان کي ڏسي راجا اڃا ماڳر ڪين
مٿي چڙهندو!

---

حال ...، ريجها . پر پاري = عاشق هاي.

سي اوچي ڳاٽ ڪنڌهر ٿا

”سهڻيون ڪري سينگار، راھ رنجهائڻ آئيون“

اهي جو ڪنڌهر ٿا، درياھ جي ڪنڌيءَ تي ڇا ڏسن!
هٿ ٻه جار جيئي آهي جار، چوگرد انهس جهنجهرئون، ٻيو
هڪ سان راندئون رهي ۽ شڪار ڪري.

”جار هٿ ٻه جار، جهلي جهنجهرئن وچ“

جار لماڇي لڙ لي اندر هو. هڪ پاسي کان سهڻيون راڻيون
ڏاڍيا هار سينگار ڪري آئيون، عمديون سوغاتون وٺيون
هيون، هو ڏاڍهن ٻئي پاسي کان لوري آئي، نه هار نه
سينگار، بلڪل سادي، پر بلڪل صفا. ڪابه نعمت وٺي
ڪان هئي، هڪ ڪنول گل جي پاڙ وارو ٻيڻ هٿ ۾ هوس،
۽ فقط اهو اچي سهي وٽ سوغات رکيائين. سهڻيون اوچي
ڳاٽ هيون، لوري اماڻي هئي. راڄا ڇا ڪيو!

”حاضر هيون هڪيون، سهڻيون سهڻيون
لوازي لوري، ڳاڏيءَ چاڙهي ڪندڙي!“

نهايت پريم ۽ ادب سان لوريءَ کي هٿ سان وٺي
ڳاڏي تي چاڙهيائين!

ڪوھ سهڻيون، ٻن سونهريون، جي اچن اوچي ڳاٽ
ورسي ڪنڌهر جائيون، جن لماڇيءَ جي لاس
راڻي مسلان راس مالڪ مٿي پرائيو.

راڻين کي هئي لندي، لوري کي هئي غريبي. پر راڄا
کان مالڪ لوريءَ کي مليو!

لماڇيءَ جهڙو لوريءَ کي، هي برابر راڻيون آهن، ٻيو
لون -

---

جهنجهرئون = ٻهاڻيون. جهلي = اچي. ملان = وٺان.

"جهڙين سڳو وڃ سرلدي، تهڙين راڻين ۾ راڻي!"
هي منهنجون راڻيون، تون منهنجي پٽ راڻي۔
"سمي سڀاڳي، ٻيڙو ٻڌوس ٻاهن ۾!"

ٻيڙو ٻڌڻ هو شاديءَ جو نشان. راجا نوريءَ کي ولي آڻي محلات ۾ ۽ اچي پنهنجي گل راڻي ڪري وهاريائينس. راڻين جي حسد پکي، ۽ پوءِ اهي ٻاڻ -

"آئيون ادب سان پلنگ پيرانديءَ جي!"

سڄي ڪنجهر ۾ خوشي ٿي. مهاڻا ٿيا تماچيءَ جا ساهرا، سي ڪڏ گڏ پيا ٿين. ڄام ڪين سمورو ڪنجهر امداد ڪيو. ڪٽ ئي ڇڙهي ويئو. سڀ مهاڻا، مهاڻيون غريب غربا، فقير فقرا اچي سندس چوگرد پيا. ٻيڳ خوان جا ڪلي ويا. هيرن جو جنسي هٿ ڪٺي وڌائين. پاسي ڪان نوريءَ کي وهاريائين، پوءِ جا سائين سخاوت ڪيائين، تنهنجو بيان امر ڪري اساڻي لال لطيف هئن ڏنو آهي:

"هيري هٿ وڌائين، هيري هٿ ڪيائين
وڃي سائين وچ ۾."

"نوازش نوريءَ جي، آهي تماچيءَ تائين
گنديءَ گوشو ڪيو، عطر اوس اوتائين
الڏا مڏيا آئيا، سڏا سڏ وڌائين
پسو جوڊ جوان جو، ڪو هنڌ ڪوڏ مٽيائين
قيمت ڪيئين، جهڙي رمت وٽيائين
موتي مڇيءَ هٿ ٿي، ڪوڏن جئن ڪڍيائين
ماڻڪ مهاڻن ۾، ڇلرن جئن ڇٽيائين

آئيون = آيون. گوشو ڪيو = پاسي ويٺي.
جوڊ = سخاوت.

ڏيئي سون سوال ۾، رئي رااند ڪمائين
پاڻيهت آئي پاڻ سين، اعلون سڀ لٽيائين
فيروزا فقيرن تان، گهوري سڀ گهوريائين
آئي عبداللطيف کي، اچلي عمل ڏنائين"

مهاڻن ۾ اهڙو لس قيرو وجهي ڏنائين جو هُن جون عادتون ڦري ويون. هو پاڻ کي جام جا سالا ۽ ساهرا سمجهڻ لڳا. تن جا لڇڻ ئي ڦري ويا:-

"ڀڪا ڀڪارئون، جام تماچي آئيو
گولدر لاهيو گندڙئون، آڻ اُجاريو"
"ڀڪن ٻوءِ ٻهار، اڄ تماچي آئيو
موڪن ملاحن جا، مٿي پاڻڻ پار
وڌي جام جمار، جنهن مهاڻيون موڪيون."

واهه سائين واهه! واهه مهاڻن جو مان! شال رب سڀار سڀني جون مرادون پوريون ڪري.

## سمجهاڻي

شاهه صاحب آڪاڻي ۾ واهه جي ڪئي آهي، پر سندس مراد ڪهڙي آهي؟ هُن هن آڪاڻيءَ جي سمجهاڻي ڏني ني، انهيءَ مراد سان ته پڙهندڙن کي چٽو معلوم ٿئي، ته آڪاڻين جي اندر ڪا روح رهاڻ ٿو ڪري. ڪنڌهر آهي هيءُ سنسار، جتي مهاڻا ۽ مهاڻيون آهيون اسين دنيا جا پار. اسان جون ڪهڙيون نه عادتون آهن: ڪنهن، ڪکن، ڇڇين، ميڇين جهڙيون.

"پاند جن جي پاند سين لڳو لٿي لڄ."

اليمت وڳو نفس-ڦاهو انسان ڪون: ٿا دنيا ۾ رهن، انهن

---

پاڻيهت = مولي. ڀڪارئون = ڏورئون، صفا ڪريئون.
نفس-ڦاهو = نفس جي دام. ڦاڪل.

ٻه سمي جي گهر جهڙا چڱين عادتن وارا ۽ "سميئڻ" وغيره
رهن ٿيون، اهي سميون آهن، اندري چڱا ماڻس جن جا
ويس ورن چڱا آهن، پر انهن ۾ اجا اندر جو ماڻڪ، روح
جو راز هٿ نه ڪيو آهي. اهي ماڻهو ڏرمي سمجهڻ ۾
اچن ٿا، پر اجا هو ٻاهرين نڪتن ۾ قابو آهن. ڪڏهين
ڪڏهين هن دنيا جي ٻارن ۾ ڪو نوريءَ جهڙو عجيب
ٻار پيدا ٿو ٿئي، جنهن جا روش ۽ روش بنهه عليحدا ٿيا
ٿين، جن ۾ حق جي نور جو تجلو ٿو پوي. اهڙا سچا ساڌ ۽
۽ سنت آهن "نوريءَ" مثل، جن جي اچڻ جو اثر عام
تي چڱو ٿو ٿئي، جيئن ڪي چڏهين سائينءَ جو رنگ ٿو
لڳي، تڏهين هو سڀ مهاڻن وارا عيب پاڻ مان ڪڍيو
ڇڏين يعني نفس جي ڪن ۽ گند کي ترڪ ٿا ڪن.

١- "نه ويڙي نه ڪٺي، نه ماري نه ڏاري
ڪارو وڏائين ڪوه ۾، ترلون تهاري
سا پر ٻاري؛ جا گهر سمي جي سپجي."

اهڙا روح نفس جو ڪارو نابود ٿا ڪن، ۽ "آلم راڄا"
سمي جي رڌ ٿا وڃن؛ ۽ هو سدائين لماڻا ٿا رهن ۽ بلڪل
سانت ۾ ٿا گذارين:

نه ويڙي نه ڪٺي، نه ڪٺي ۾ ڪاري
اهڙيج سهڙيج ساهميون ڏرٻان نه ڏاري
سا پر ٻاري، جا گهر سمي جي سپجي."

دنيا جا ماڻهو ڪام ڪروڌ جو واپار ٿا ڪن، هڪ جون
واپار جون ساهميون آهن، جن جا پر ڇا آهن؟ اهڙيج ۽ سهڙيج!
ڪڏهين ڏک ڪڏهين سڪ، پر هي ساڌ ۽ پرش اهي آهن

---

ترلون = ترڪ سان. ڏرٻان = ڏرٻا، اصل ڪان.

جن ۾ اهي ساهميون ڪڏهن ڪتيون ڪيون آهن، هو ڏک
سک ۾ ساڳيا ئي رهن.

"ڏک سک ڏولو، سر ڪر جالو!"

اهڙا ساڌو سنت ايندا آهن دنيا جي لهر کي ڦيرڻ.
ڪڏهين ڪڏهين نئا نئا سنت ايندا آهن، جي اول
اچي وسنر ڦاهيندا آهن ڪيهن وڏي جي اچڻ جو. اهڙن
وڏن کي مها رشي، اوتار يا رسول ٿو چئجي. اهڙو هڪ
اوتاري پرش "لماچي" آهي، جنهن جي اچڻ ڪري ملڪ جي
مهاڻن ۾ نئون پيچيو وڃي. هو سچن ۽ ڪوڙن ساڌن جي
پرک ٿو ڪري. زماني جا پارا ۽ پاڻهڻ جي پاڻ کي هٿچون
"ستيون ۽ سومريون" سمجهي ويٺا آهن ۽ انهن ظاهر ٿيڻ
ڪن، اُنهن جي آزمايش ٿي ٿئي. پر هو لماچي اندر جي
جاڻڻ وارو آهي. هنکي پاهريون اڏمبر ۽ سينگار ڪرڻ ٿو
گهرجي. هنکي کپي دل جي صفائي ۽ سادگي. هو چوي
ٿو ته آءٌ مال تي راضي ڪين آهيان، پر دل تي راضي
آهيان.

"پتر، ڦول، ڦل، پاڻي، جو مون آڏي پيڪتيءَ ساڻ
تنهنجي اچل پيڪتي، آءٌ دل سان قبول ڪريان ٿو پاڻ"
"گيتا"

نئط هڪڙو بيچ ساڌو اوريءَ پيش ڪيو. سو راڻيءَ جي
نعمتن کان وڌيڪ قبول پيو. سچي اهالي صوفيءَ ۽ ساڌو ۾
جي آهي غريبي ۽ لهڻائي. جي عارف، رند، عاشق هميشه
"پاڻو مڪهن مولاں ۾" غريب ساڻ ٿا گذاران؛ هميشه اها
ڏٺيءَ جي دل ٿا دعا گهرن ته- "اُن سمو آءٌ گندڙي"

---

اچل = جا ڏڏي ۽ سگهي.

اهڙن مسڪينن لئي هن جي مهر ٿئي ٿي، جهڙن ڪبير
ڪوريءَ لئي، روداس چمار لئي، نامي ڇيپي لئي! اوري
مهاڻي ۽ اهڙو هڪ روح آهي، جنهن لاءِ "آلم" ڪي
عشق ڪيو آهي ۽ غريبيءَ سان ڪٽيو اٿس ۽ هو صاحب هن
جا ائيمان مال مڏ، مڪرا، ڪارا، ڇارا سڀ معاف ٿو ڪري.

"مڏ مهاڻن مڪرا مڙئي معاف ٿياس"

سنڪورو سماجهو هن جي پاڙهن ۾ عشق جي شاديءَ
جو ٻيڙو ٿو ٻڏي ۽ هن لاڏ مزاج سمهڻ کي ڪمن ٿو قبولي.

١- سڀ سمهون، سڀ سومرن، سيئي اُڇيءَ هس
ٻسڻ ڪارڻ ٻرانءِ جي وڏا ڪياٿون وس
ٻول لڌي جي ڪس، هيڏاڻهون هلن جي.

٢- سڀ سمهون، سڀ سومرون، سيئي اُڇيءَ هار
ٻسڻ ڪارڻ ٻرانءِ جي، وڇاياٿون وار
ٻول لڌي جي ڏار، هيڏاڻهون هلن جي.

٣- سڀ سمهون، سڀ سومرون، سيئي اُڇيءَ ٿوڪ
ٻسڻ ڪارڻ ٻرانءِ جي پاٽا لياڪا لوڪ
ٻول لڌي جي جهوڪ، هيڏاڻهون هلن جي.

اهڙي عجيب نوري هڪڙي اُتي ساري سنسار کي
فيض ٿي پهچائي.

هن انسان جي اندر ۾ عجيب چيز آهي، اها آلم جوس
سڀني جي اندر ۾ موجود آهي. ٻر ڪو انهيءَ امانت
کي کوجي پائي.

"ڪلي تان خوشبوءِ ٿئي، خلقت ٿئي نهال" (ڪلراج)
اهڙي سمنڊ جي جهول ۾ آلم جو چنڊ ٿو جهاتي پوي.

---

ٿوڪ = مڪيو، مال.

اهڙي اوريءَ کي ڪثرت بثرت، حاصل ٿو ٿئي. اوريءَ کي امن ڀانون ۽ راڻيون ڏاڻون هن جا ٻير چمن!

شاه چوي ٿو ته اهڙو اوريءَ وارو تور تنهن ۾ موجود آهي، تنهن ٻاهريون غلاظتون ڇڏ، جو تنهن هن روح کي اصل "اهل جماليءَ" آکي، يعني ته انسان ذات ۾ تنهن آهي، هن کي پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ گهرجي. شاه سر ڪاموڏ ۾ سوليءَ ساديءَ اکاڻيءَ ۾ اندر کي وڏيون تنبيهون ڏنيون آهن، جن جو هت بيان نه ڪري سگهبو. مثلا چوي ٿو ته هي اماڻي آهي - آلما، جا غيب واري آهي. "لم يلد و لم يولد." هن قرآن شريف جي آيت جي معنيٰ ۾ پاڻ ٿو ڏئي.

"نه ڪنهن جائو جام کي، نڪو جام وياءُ"

چوي ٿو ته، سمجهه ته آءٌ هي فقط ٻاهريون ڳالهيون ٿو ڪريان، آءٌ ائين جام جون تو ٻوليون ٻوليان، جو نڪي پاڻ جائو آهي، نڪي ڪنهن کي هن ڄڻيو آهي!

"خالق چئو م خام تون مُ ڪي چئو مخلوق"

مهنجي هن ڪتاب ۾ رکيو هن اکاڻيءَ جي ٿوري سمجهاڻي ڏيڻ جي مراد اها هئي ته پڙهندڙ اکاڻي پڙهندي اهو خيال ڪڏهن نه وساري ته هن اکاڻين جي اندر شاه جي ڳُڙها معنيٰ رکيل آهي. هن معنائن جي اندر وڏيون معنائون آهن. مثلا هن سر ڪاموڏ ۾ هيئن ٻولي آهي:

"تڙ تماچي جام جو، ماڇي تڙ ڙاءِ
تماچيءَ جي نڪتي، تون تماچي ڪاءِ
تنهن تنهن تماچياءِ، ماچي تڙ لهن."

---

جائو = ڄڻيو. وياءُ = اولاد.

اهيءَ جي هڪڙي معنيٰ هيءَ آهي تہ هي ملڪ سمورو آتما جو آهي، آتما هن جو راجا آهي، آتما جي آڌار تي تون آتما ٿي، موج ڪر، تہ پوءِ تون آتما جهونڪي ڀولين لو لهن آتما جو باغ ۽ ٿڙ لهندين. شاهہ جي شعر ۾ اوڻون ۾ اونها ويچار آهن. هن ڪتاب ۾ آڪاڻين ۾ فقط مون چاچر ۾ چمر ڪئي آهي، پر موليٰ حاصل ڪرڻ لاءِ شاهہ ۾ اندر وڃڻ گهرجي. مون انهي ڪتاب ۾ آڪاڻين جي سمجهاڻي هن لمولي ڪجهہ اندر شاهہ جي بوليءَ ۾ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.



---

چاچر = ڳانگهو ڀاڳي. چمر ڪرڻ — لهڻ ڏيڻ.

# مهاڳ

"شاه جون آکاڻيون، ڀاڱو ٻارهون" اسان سنڌي لئبرريءَ جو ٻارهون ڪتاب آهي. مونکي خوشي آهي ته لئبرريءَ جو آغاز شاه صاحب جي ڪتاب سان ٿيو. اهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونه آهي ته لطيف جي ٻولي ئي سنڌ زبان آهي، جو لطيف سنڌ جي ثقافتي خزاني جو ئي اظهار روشن ڪيو آهي. شاه جي آکاڻين جو ڪتاب جدا ڇپائڻ جي مراد اها آهي ته شاه جي رسالي سمجهڻ ۾ سولائي ٿئي. اول شاه جي ٻوليءَ ۽ پڙهيل آکاڻين جي رستي ٻوليءَ جي واقفيت ٿئي، ته ٻار سنڌس خيال ۽ ٻي هٿي سگهن. هي "شاه جون آکاڻيون، ڀاڱو ٻيو" ته ساڳيءَ مراد سان پڌرو ڪجي ٿو. هن ڪتاب ۾ عمر مارئي، سسئي پنهون؛ مومل راڻو جون آکاڻيون درج ڪيل آهن. سسئيءَ جي ڳالهه لطيفي رسالي جي پنجن سرن ۾ سمايل آهي؛ اٽڪل ٻه سؤ صفحا رسالي جا سسئيءَ تي آهن، يعني ته رسالي جي پنجين حصي کان وڌيڪ ته سسئيءَ تي چيل آهي. "عمر مارئي" سر شاه لطيف جو هڪ ڪامل سهڻو؛ نصيحت آميز سر آهي، جنهن ۾ سنڌ جي اڳين ڳوٺاڻي جيوت واه جي چٽيل آهي. "مومل راڻو" جون ڳالهه ته شاه لطيف ڪونه چيو هو؛ پر جنهن صورت ۾ هي سهڻو سر سرائڪيءَ ۾ چيل رسالي ۾ موجود آهي، انهن صورت

۽ هن ڏنو ويو آهي. انهن آڪاڻين جي ان ڀاڱن جون
اندروني سمجهاڻيون اوهي چاڪ سان ڀريل آهن، جنهن جي
اپٽار ٻڻ مون جدا ڪتاب ۾ شاه جي ٻوليءَ ۽ مزمعن جي
ڪوشش ڪئي آهي؛ جو ڪتاب "شاه جي آڪاڻين جي
سمجهاڻي" جي نالي سان ڇپرو ڪيو ويو آهي. اميد ٿي ته
اڃا اٽڪل چار ٻيا ڪتاب شاه لطيف تي ڇپرا ڪندس.
مهنجي ڀروسي مسٽر مولچند منگهومل واسواڻيءَ نهايت
محنت سان هن ڪتاب جا پروف ڏٺا آهن ۽ ڪيترا معنيٰ
جا اوت هٿيا آهن ۽ مرزا قليچ بيگ صاحب ٻڻ ڪيترن
لفظن جون معنائون ڏيئي واهر ڪئي آهي، جنهن لاءِ آءٌ
انهي صاحبن جو بلڪل شڪرگذار آهيان.

حيدرآباد سنڌ
جنوري ١٩٢٣

جيٺمل پرسرام

(1)

# عمر مارئي

## مارو ۽ ملير

سنڌ منجهه ٿر جو ماڳ مشهور آهي. اڄ به ٿر جي ماڻهن جي رهڻ ڪرڻ جو نمونو نهايت سادو آهي، جيئن ويهن صديءَ جي زماني جي ذلت اچا انهي پاڻي ۾ ڪال گهڻي آهي. عمرڪوٽ کان پري ننگر پارڪر وغيره شهرن جا بيان ونڊر وارا پڌ نسا آهن. انهي ٿر ۾ ملير جو پڻ ڳوٺ هو. آکاڻي انهي وقت جي آهي، جڏهين عمر ابن حمير ٿر جو بادشاهه هو. عمر سومرن جي گهراڻي مان هو، جن سومرن جو راڄ سنڌ تي گهڻا ورهيه هليو. شاهه لطيف هن مارئيءَ جي سهڻي سر ۾ انهن سنڌين جي سادي هلت ۽ چلت جا راهه جا بيان ٿو ڏئي. اڄ به ڳوٺن ۾ ڪيترائون عمدئون رسمون، رواج ۽ رهتون آهن. شاهه جا بيان پڙهڻ ڏي ڪسي فرحت اچيو وڃي. انهي ملير جي ڳوٺ ۾ مارو ذات جا ڳوٺاڻا رهندا هئا.

”ٿر ٿر اندر ٽاڪ ماروئڙن جا.“

رڻ ڪي رڍا واپار ڪرڻ هوندا هئا، ڪي ڪي ابا

---

ٽاڪ = جاءِ.

لڏن جا سامان ٿيندا هئا. ڏوٿي ماڻهو هئا، جي جهنگل جي هڪ قسم جي اُن (ڏٿ) تي گذران ڪندا هئا.

" اُٺين ۽ چاڙهين ڏٿ ڏٿاڻي سومرا."

وٽن جانورن ۾ ڪي اُٺيون ۽ ٻڪريون ڪين هونديون هيون، "ڪارا ڪيڙ ڏٺيه ۾، اُبا واريءَ مٿهه، وڻاڻ"؛ ٻيو لڏيون جهوپڙيون هونديون هيون. "پٽن ۾ پکا" هئن، جن جهوپڙين ۾ هي جهالنگهڙا جهنگ جا ماڻهو رهندا هئا. اُنهن ڀٽن ۾ هنڪي خوب موج ايندي هئي. سڄو ڏينهن ٻهڪڻ ٻهڪن ۾ ڪم ڪندا هئا، ۽ شام جو ٻکر جو ڏيو ٻڌو ڪري موٽندا هئا:

هڻن ٽپڪ ٽپڪڙا چڪندڙا اچن
ڪڙيون ڪه ٻڪليون ۽ ٻکر سر ڀيرن.

ٻو رهيو هنهجي مٿهين ۾ صحت آڻيندڙ هو، ۽ سندن شڪليون ٻهڻون ٻهڪنديون هيون. هميشه سکيا ۽ سبر گذاريندا هئا، ۽ ٿوري ۾ ئي خوش ٿيندا هئا:

ٿوري ڏوڙ قرار ٿيا، رهن سبر سمت."

ڳائيون مينهون ۽ اُٺ ٻهڻا هوندا هئن، جن جا کير مکڻ ٻاڻ ۾ خوب کائيندا هئا، ۽ آئي وٽي کي ٻڪ خوشيءَ سان کارائيندا هئا. ٻهڪن لڏين باغن جا ميوا ۽ ٻهڪن مالارن جون ماکيون وٽن جهجهيون هونديون هيون:

---

ٽپڪ ٽپڪڙا = ٽپڻا، ٽپڻون. چڪندڙا = زور سان خوشيءَ سان ۽ ٻکر ڳاڙ ڀيندا. ڪه = مٽي، لٽ. ٻڪليون = ٻرڻون، ڳاڻيون. سر = ڳاٽين. قرار ٿيا = خوش يا آرامي ٿيا. سبر = ٻل وارا. سمت = طاقت سان.

١- ولهون وڃ ڦلاريا، ڏُڏُر ڍڳهو لس
آڱهو وڃهن آهرين، سعدا نڙهن ٽس
مهوا مهر ماکيون، سهڪا چکن چس.
٢- سڻا ڪيو سيد چئي، ساٿون سڪائين
مڇهان لڌب لطيف چئي، چالو رکيو چاڙهين.

وٽن ڪڍهن ١- ڦسر جي سختي ڪاڻ هوندي هئي، تڪو ڏڪار وٽن هو:

"ٿن ولهين ويڙهيچن ۾ سدائين سڪار."

ٻاهران ملڪن جي ڪمڙن جي ڪين گهرج ڪاڻ هوندي هئي، سڌن وهون ۽ ڏيئون، سسن ۽ اڪرن جي اُن مڇهن ۽ ڪڻاهه، مڇهان ڪپڙا ٺاهيندا هيون.

"اوهه ٿا ڪوريان ڪولٺري سرليون مٿان سسن."

اڄ ٻنڊ ٽر جا ڪنا ۽ ڊيون مشهور آهن، پر ٿن ڏينهن ۾ ٺٽي ڪي سو ورهيه اڳي ڀي اهي وٽن جام هوندا هئا. جنهن شاهه نو چوي:

"جمع ڪرڙ، ڪنا ۽ ڪاهون، ٻال ٻڪا ۽ ٻڪ."

هنن جون زالون ٻانهيدون هيون لوٻون، ۽ هنن جا مرد ٻانهيدا هئا ڪنا. هنن کي سڏيو ٿي هو "ڪڻيڙا". هنن

---

لس = گهٽا، هڪ ٻئي مٿان، هڪ ٻئي ٻٺمان. ڍڳهو = اڪٺو. ٽس = ڍڳ، ڍڳيون. چس = سواد، لذت. سڻا = موڙيون، ويڙهيون. لڌب = جهنگلي گاهه جو ڏنڊ واڱر ڪاڇندو آهي. ڪوريان = ڪتريان. سسن = ڳهڻن. ڪولٺري = اوم اُن. ڪرڙ = ساديون فراشيون. ڪاهون = اُن جا ٻورا. ٻال = ڪئي جهڙو اُن جو ڪپڙو مٿان ٻڪ لاءِ. ٻڪا، ٻڪ = ڪرڙ جو ٻڪل مهور، ٻڪل ڏورا.

جي ڌارن کي چئبو هو "کهڙيون". لاکا مان رلڪ لاهي
کٽيءَ لوڙهن کي ڏيندا هئا؛ پوءِ ته، اهي پيهون
پائيندا هئا ۽ ڏائڻن کي سهڻيون شالون پائي
اٿن!

"ج لاکا رلائون لونئون، ۽ شالون سُهن!"

سنڌ جون ڇوڪريون مارو ذات جون مارُوئڙيون، شڪل
جون ڀليون ۽ گهڻو ڪري سهڻيون هيون. وٽن پردو ڪونه هو،
جو گهرن ۾ اندر قابو ويٺيون هجن. هنن ماڻهن ۾ اُن وقت
سادگيءَ سان گڏ سخا ۽ سچ جو وڏو قدر هو، لٺ ڪري
ڀيڻ ڪرڻ ۾ مريادا ۽ ادبيءَ جو الڳ هو. خوب محنت ۽ پورهيا
ڪنديون هيون، ۽ پنهنجن مردن ۽ مائٽن کي مدد ڪنديون
هيون ۽ البت راندين رونديون ساديون ۽ ولر واريون
۽ خوب ڪنديون هيون. پلا وٽن ميوا ۽ ماکيون، کير ۽ ڏڌ،
پڪا ۽ پيرون، گولاڙا ۽ ڪڪڙيون، ڏونرا ۽ پسيون هيون
مڙئي، سو خوب ولوڙيون ويٺيون هونديون هيون. اهي
راندين روندين ۽ ولڙن کي مارئي ڪيئن نه لبي ياد
ڪري! اُن جو شاه صاحب نهايت عمديءَ زبان ۾ ئو بيان
ڪري:

ڏيه ڏاڏاڻي پکڙن، آءٌ ويٺي هيڻن ڏي وهندي
سگر ساهيڙين سان، سانڀه منهنجو سِيئندي
اُنا ميڻهن مٿر ۾، ڏاڍا ڏُرَ ڏُئندي

---

رلائون = رليون. گولاڙا ۽ ڪڪڙيون = ٿر جون ولهيون
۽ ٻوڙا ۽ اهڙو ڦر. پکڙن = جهوپڙين. ويٺي هيڻن =
ماروئڙن. سانڀه = وطن. سگر = سگهريون. انا = وسيا.
ڏُرَ = ڪپڙا.

عمر، اُنهي ڏيهه جا، ڪرڙير ڦڙس ڪندي
گوليون گولاڙن جون، جهڄي ساڳ جهٽيندي
ڪو ڪڙڪو ڪنڊيرن ۾، ڦڙڪيو ڦڪ پٽيندي
عيدن ٻرادن اُتي ڪيهه ماڻاڻا ڏيندي،
پُسي ڪاڻي پَٽ ۾، ڏولڙا ڏُن آءُ ڏيندي."

ڪوهن تي ٻاٽي ٻوڙ ويندي هون، جي ڪوه مارو‌ئڙن ٻڌهچن ٻن ڏُن ۾ ڪندا هئا. اُنهن ڪوهن تي ڪي جوڪريون وڃي ٻاٽي ٻريندڙيون هيون، ۽ ويندڙن اُتي ڳالهيون به ڪنديون هيون. ڪو مسافر آيو ته اُن کي به خوشيءَ سان ٻاٽي پيارينديون هيون، پر جي ڪير ۽ لسيءَ جي گهرج مسافر کي هوندي هئي ته اُهي به پيارينديون هيس.

ٻير ڪنياڻيون پر ۾، پيارين ٻهون
پنڄن ساٿيڪن لئي، وڏي وڙ رهون
ٻاٻو جو جُڏن ۾، ڪوڏان ڪن ڪهون.

اهڙي طرح سادگي ۽ محبت ۾ هِن مارو‌ئڙن جو وقت ٻيو گذرندو هو. جڏهن ورڻي مدائتا مينهن پوندا هئا،

---

ڪرڙير = وڻن جون ٻاڙون جي ڪانڊا ۾ ايندڙيون آهن. گوليون = گول ڦريا ميوا. ڪڙڪو = سڪل ٻيرون. عيدن ٻرادن = وڏن ڏينهن تي. ڪيهه ۽ ماڻاڻا = گاد جا قسم جن مان ڏت تڪرندو آهي. ڪيندي = ڪاڻيندي. ڏُن = لهڻو، نڌرانو. ٻير = ڪوه. ٻهون = مال، ڌڻ. پنڄن = ٻاٽي ڪڍن. ساٿيڪا = ڪوه. وڏي وڙ = سويل صبح جو. رهون = زالون. جو = ٻاٽي. جُڏن = ماڙن، زالن. ڪوڏان = ڪوڏ مان. ڪهون = ڪهاڻيون، ٻاٻوڙن.

ڏٺيون ته ڪين ماروئڙن ۽ ماروئڙين لاءِ مولا جي مهر سان
خوب موجون لڳنديون هيون. اُنهيءَ ڪري ماروئڙا وڏيون
خوشيون ڪندا هئا. پوءِ ته پنهنجي سڀ ٻاٽي کي وٺندا هئا،
خوب گاهه ساوا چرندا هئا، ساروئڙا ۽ ماروئڙيون پنهنجا
مال ونئو پيا چاريندا هئا. گيهه ۽ مکڻ به، اَن ميڙ ۾ گهڻا،
ڳال ڦل ۽ ڇڇهون، مطلب ته ڏاڍو سک جو وقت هي ماڻهو
گذاريندا هئا:

"هن ميڙ مارو سنهرا، وڻڙئين ڦڳڻ واريون."
"چارن اُس چاڙ مڇهان، پاسي ڦوڪن ڦُرُ."
"هن ميڙ مارو سنهرا، ڪاٺر ۾ خوشحال
ساٿون، سيارج، مکٽي، چونڊيون آهن حال."
"هن ميڙ مارو سنهرا، ٻاڪر پيار ڏهن
ٻاٽي ٻوڙج پٽن ۾، پکي پاڙ پين،
ڪانوليا ڪاچن، ميهون وسندا مور ڏون."

## مارئي

اهڙي ساديءَ ۽ سهڻي زماني ۾ ملير جي ملڪ ۾ هڪ
ننڍڪر جاتي، جنهنجو نالو ٿي رکيائون مارئي، جو جو
سهڻي سهڻين ماروئڙين ۾ هيءَ مارئي ملوڪ هئي! مائٽس
رواجي سارو هئا. مارئي اچ لڳڻي سوان وڌي. ننڍڪر
ساهيڙين سان ملير ۾ خوب خوشيون ماڻيون، ۽ وڏڙن ۽

---

سنهرا = خوش. وڻڙئين = وڻڙين يا جهاري ۾ گاهه
جي جاين تي. وڳ = مال. ڦوڳ = گاهه جو قسم. ڪانو -
مڪان جو نالو. ساٿون ۽ سيارج، مکٽي = گاهه جا قسم
جن مان ڏڌ اڪرندو آهي. ٻوڙج = مڱو، گهٽو. ڪانوليا =
ڪنوارڙا، جهنگلي ڪاڏي جو ميوو.

رالداڻ ۾ خوب خوشيءَ جو وقت گذاريو. شڪل جي
حسن، زبان جي مٺي ۽ چتر، دل جي ڪومل هئي ۽ ملير
جي مڱلي ماڻهن سان، زالن ۽ ٻارن سان ليڪن ۽ محبت
هيس. پر هن ليڪر جي نصيب ۾ ڪو وڇوڙو جو واڪو
هو! ڀٽس وٽ هڪ جوان ڪم ڪندو هو، تنهن جوان جي
دل هن مارئيءَ تي ٿي. سو چوي ته آءٌ هن ليڪر سان
شادي ڪريان. جوان جو نالو هو ڦوڳر! ڀلا جنهن جو نالو
ئي ڦوڳر، تنهن کي مارئي ڪيئن قبوليندي! ٻيو ته مارئيءَ
جي دل، هئي ملير جي سهڻي جوان کيت سين سان.
انهي ڳالهه مان پاڻهي ٿو ته مارئي راجپوت ڪٽنب جي
هئي، جو "سين ۽ سنگ" راجپوتن جي ڳالهين ٻڌايان ٿيندا
هئا. ٿر ملڪ اهيڙي راجپوتن جو، ۽ اڄ به راجپوت منجهس
گهڻا آهن، ۽ راجپوتانا سان گڏيو پيو آهي. کيت سين هڪ
نهايت لائق جوان هو، جنهن جي پيار مارئيءَ جي دل
ڪهڙي ورتي هئي.

## ڦٽل ڦوڳر

ڦوڳر جنهن جو من ۽ دل ٻئي ڪي ڦوڳر سان ٻيڙي هئا،
سو هيءَ کيت سين ۽ مارئيءَ جي محبت سڻي ڪين سگهيو.
مارئيءَ جي پيءُ کي چيائين ته مارئي مونکي ڏيو ڏين، پر
پڇتائيندا ٻن. مارئيءَ جي پيءُ ڦوڳر کي چيو ته منهنجي
مارئيءَ پنهنجو گهوٽ پاڻهي چونڊيو آهي، آءٌ ڪيئن توکي
ٻاهين ڏيان. ڦٽل ڦوڳر ڪاوڙجي اٿيو. اُن ڏينهن ۾ ملير
جي پرسان ملڪ عمر سومرو جو هو، جنهن عمرڪوٽ ۾ عمر
راجا هو. هو هڪ زبردست راجا هو. هي سومرو پنهنجي
ڳالهه سان هو. جوش ۽ چهره وارو مڙس هو، طبيعت جو

ظالم ڪين هو، پر ان ئي زماني جي علائن کان آجو ڪين
هو. عمر جي دربار ۾ ڦوڳ آيو، ۽ عمر کي اچي چيائين
ته اي عمر راڄا، ملير جي ملڪ ۾ هڪ ليکڪر سامائي
آهي، انهيءَ مست سونهن ۾ ڪا به ڇوڪري ڪانه آهي.
نالو انهيءَ مارئي، سڀني ڇوڪرين ۾ بي نظير آهي. اي
راڄا، اها ڇوڪري لائق آهي توهانجي. عمر اهي ڳالهيون
ٻڌي سان مڃ ۾ اچي ويو. اسين ڏسون ٿا ته راجائن، خاص
ڪري راجپوتن ۾ هڪڙو ڏمر ٻرانڊو جو اهو به هوندو
هو جو زوريءَ ٻيڻا ٻهاني ڪٽي ويندا هئا. البت جيڪي
منجهن پهلوان هئا، سي ڪئين جي خواهش کان سواءِ
زبردستي ڪين ڪندا هئا. هي سومرا راجائون به اصل
۾ راجپوت هئا. هن عمر به ڇا ڪيو جو ڦوڳ کي پاڻ
سان ولي ملير ڏانهن اڪليو. ڦوڳ کيس ٻڌائي ڇڏيو هو ته
ڪهڙي مارئي هٿ ڪندا سين! ساڃهه جو وقت ٿيندو هو
ته ڳوٺ ملير جون ڇوڪريون، مارئيءَ جون ساهيڙيون،
مارئيءَ سان گڏ کوه تي پهاڙيءَ جو پاڻي ڀرڻ اينديون
هيون. مارئي ۽ سندس ساهيڙيون اچي کوه تي "ڪوڏان
کوڏان" ڪنديون هيون، کوه جي ڀر ۾ وٽن جو به جهڳٽو
هوندو هو. قصو ڪوتاه هڪ ڏينهن مارئي ۽ ساهيڙيس
هميشه وانگر پاڻي ڀرڻ آيون ۽ ڪو مرد ماڻهو به ويجهو
ڪونه هو. پر مهاڳ ڪو عمر سومرو اُٺ تي آيو هو، سو
جهٽ ماريو وٽن جي هيٺان وانو هو، ۽ رڃهه واٽ لاءِ سيڙال
هو. ڪنهن وقت جڏهن ساهيڙيون ڳالهين ۾ مشغول ٿي
ويٺيون هيون، انهن وقت عمر ڀٽڪو ڇهه ورتو. ڏانهن
ته ٻيو ماڻهو چپڙو نه ڪونه آهي، وري مارئيءَ جي ڇا
شڪل ڏٺي هئائين، انهن مڙس کي متوالو ڪري ڇڏيو.

هن اڪا ڪٽي هر، اڪا لڙ، اهڙين ڇوڪرن مان اوچتو اچي
مارئيءَ کي هٿ کان ڇڪي، ڪمر کان ڪٽي وڃي ٻاهڙجي
اٺ تي وهاريائين، ۽ هڪدم ٺپ ڏئي، اٺ کي اڙي
ڏني، زوم مڇڻ ٻهاري هليو ويو. مارئي ويچاري وائڙي
ٿي وئي ته هي ڇا ٿيو! ساهيڙيون ته اُتي ئي عمر ۾
ڇڏي رهيون ته هيءَ ڪهڙي زبردستي! ٻيو جڏهن وقت
اچي ٿي مارئيءَ. دانهون ڪيون ته مٽيس: "هاڃا ڪيو
حميز پالڻهار ائين تو ٻڌ ۾،" تڏهن وقت سڌس سڪين ۾
۽ ٻاڪر ڪٿو مڃي ويو. رڙيون ۽ دانهون ڪيائون،
ڪيڪون واڪا ڪيائون، پر جيتري ۾ ڪو اوڏي واهي
ٿئي، ايتري ۾ عمر اُڇ ٻڌي ڪڍي ويو. ماروئڙا ويچارا
هيءَ ڪمر ۽ واڪا ٻڌي آخر آيا، پڇائون ڏنائون ته مارئي
ملير کان ڪجهي وئي. مارو ذات جا ماڻهو اخلاق جي ڳالهين
۾ اهڙا سخت هوندا هئا، جو هنن لاءِ هي واقعو ٻڌي ۾
۾ ٻڌي مصيبت جو هو؛ اول هنن ۾ ڪجهه شڪ نه پيو.
قوڙي قتل مڇڻ ڪيهن ربط هل الائيو ته مارئيءَ جي اکين
ئي ڪا عمر سان ربط رکيل هئي، سو مارئي پاڻمرادي ساڻس
ڀڄي وئي آهي. هن ڳالهه، ويچارن مالڪن ۽ ماروئڙن ۾
انهايت مايوسي ۽ درد پيدا ڪيو ۽ چوڻ لڳا:

م سڄڻ مارئي، مٺي م ڄاڻي

جڏهين اچي عمر ڪرمت ۾ لوئي لاهي.

پر تڏهين ته دل ۾ سمجهيائون پئي ته مارئي، جڏهن
جهڙي سلوان سٽي ڪا ورلي ئي، تڏهن ڪيئن اهو ڪم
ڪير هوندو! هنن سمجهيو ته عمر سومري هيءَ زور ٻڌهجو

---

سڄڻي = پيدا ٿي، لڪي، پالجي وڏي ٿي.

ڇڏيو آهي. مارئيءَ جي هڪ ٻکيءَ ساهڙيءَ جهن نه،
انهن ڏيهن ڪين هوندو جو مارئي جاڳي واڳي اهو ڪم ڪيو
هوندو:

جنهن سنڌيءَ سنڌ نه ڇڏيو، سا مارئي مر جائي
اهڙي عمر ڪوٽ ۾، لڄ نه لڄائي.

هوڏانهن مارئيءَ کي ڪاهيندو عمر سومرو عمر ڪوٽ
جي شهر ۾ اچي پهتو ۽ مارئيءَ کي پنهنجي محلات ۾ وٺي
آيو. مارئي وچاري سڄي واٽ جيءَ ۾ جهڄندي آئي.
پنهنجي زارون زار روئي ۽ پر بيوس هئي، زبردست جي
وس هئي. پنهي نه ماڻ مڃي نه ماڻ ڪاسواءِ حال نه چارو
ڪونه هوس.

## مارئيءَ جي آزمائش

عمر مغرور ۽ سخت سومرو هو، پر ويل ڪونه هو. هن
سمجهيو ته آءٌ راجا ماڻهو، سون جي هيءَ غريبن جي
ڇوڪري آهي ۽ ٻانهوٽ وهاري ته پيش پيش مانس ٻڌي
خوش ٿيندا، ۽ هيءَ غريب ڇوڪر مسڪين ڳوٺاڻن جي
ڌيءَ اول ڪٽي ڇرڪندي ڦرڪندي، پاڪ روئندي
رڙندي ۽ پر پوءِ جنهن وقت منهنجي محلات ۾ آئي ۽
پٽ پٽيهر ۽ مال متاع ڏسندي، تنهن وقت دل هرکجي
ويندس ۽ منهنجي ٿي ويندي. پر عمر ڪٿ پوري
ڪانه ڪئي هئي. مارو مارئيءَ جا مائٽ غريب هئا، ته به
”ڳٺن جا ڳهر“ هئا، نهايت ڏنوان هئا، ۽ هيءَ مارئي
باڪل غير رواجي ليکڙ هئي! عمر آڻي کيس محلات ۾
مٿي ماڙيءَ تي وهاريو جنهن ڪوٺيءَ ۾ اچي وهارائيندس،
تنهن ڪوٺيءَ ۾ جا جارو هو، جا روشني هئي جا سوائن

مٿين ماڙين جا ٻڪا آهن پٽڻ لئي، اٺ ڪڻين لڏهجي کٽ لئي
وهاڻ. مڏهجو مڱڻو تيو ڪمڪ سڻن سان، آءُ ڪٿ لئي وهندي سُ،
ڏاڻ سان وهندي سُ ٻاقي اٿي ڪنهن جي کٽ لئي مولڪي
وهٽو ني ڪوڏ آهي :

"جتي آب اَگولڙيا، ٻـاٽي مٿي ٻٽ
آءُ ڪڻين اُن ريءَ، سومرا، ڪلي چڙهان کٽ."

عمر جنهن جي دل ۾ ڪار جي مستي هئي، انهن ٻاليو
ڏ هيءَ ليمڪر ڏڱو ٻاهرين زبان تي هلائي، سو ساٿس هاڪر
تي چرچا ڪرڻ لڳو، ۽ هڪي چوڻ لڳو "اي مارئي، ڇڏ
هاٿي اهي ٻاڃون؛ هاڻ اچ، اچي مولوت ويهه.." مارئيءَ
الهيءَ لـي چرڪ مـارڻو، ۽ اوچتو هنجي اکين مـان آب
وهڻ لڳو. هن سمجهيو ڏ هن عمر جي مـن ۾ کو شيطان
آهي، ۽ هو هاڻ مڏهجو ستر تو مولڪان ڇڏائڻ گهري، سـ
هن جي دل مان درد جي دانهن اکري وئي، ۽ هوءَ عمر
کي چوڻ لڳي :

"جيئن لـوڻ لڳن لاٿين، چيري چيري چـم
مون ڪڙ اڃي نـه ڪيو، اهڙو ڪوجهو ڪـم
جان جان دعرڻ دم، تان تان پرمڪ پنوهارسين"

اڙي عمر، هي ڪهڙا تـو ڪڏا وچن مولڪي چوان!
هڪڙو ڏ مڏهجي جان ۾ قسمت نـيي ٻيا آهن، ٻيو ڏڏهجا
لفظ اِهن ڦٽين کي چيري چيري مڏجهن لوڻ ٿا وجهن. اڙي
عمر، مٿان ڪا اهڙي ڳالهه ڪئي اٿئي :

"سيل ٻهڻ جي سومرا، مولڪي مُعڪ م آڇيج مور،
گهٽين تو ڏيـن ڏهاڙان، والڊيس هُمڪ حضور،

---

اکولڙيا = گهٽا. ڪر = ڪڪڙب. ممس = صلاح.

جواب ڏني :-

١- پٽولا پوپٽهاريون، موڙ نه مٽي ڪن
جي لاک رتائون لوئيون ته شالدڙيان سُهن
اَرِ ايلاچيون اڳري، بخمل ٻانڌڻ
سکر پانهان سومرا، ڪٿي کان کٿڙين
جا ڏنيم ڏاڏاڻن، سا لاهيندي لڄ مران.

٢- ارمق ڪڏ نه اوڍيان، پسر پٽ
٣- پالڪا پَنِ ڏيان، ارغچ ۽ عبير

پوءِ تي عمر چيس ته پلا جي پٽ پٽيهر اٿي پهرڻ ته
تن ايڏا ڪپڙا اٿي ڪرين، هي مارئي وڃا انئي. تڏهن
تي مارئي چيوس :

”عمر اِهي ڪپڙا، ڪاٺياريون ڪين ڪن
جهڙن جا تُن هن، تڙ تا وڃڻ سهن،
هوءِ جي حق هڻن، ته ڪين سُهائين سومرا.“

عمر، سون موڪلي ٺهرائي مڱيندي ڪان ڏار ڪري
هيءَ ولي آيو آهيان، سو آءٌ ڪاٺياري نه پس؛ هيءَ
مهرٻاني ور ڪي طعنا ٻيا ڳڻن ته تنهنجي مڱ. هتين پهاڻي
وڃ، سو آءٌ ڪين رهي مارا ڪپڙا لاهي اڇا اوڍيان!
تڏهن عمر چوڻ لڳس ته اي مارئي، ڏس تنهنجي پٽان
مارو ڪي آڻيا پيا آهن؟ جنهن کان لوسان ڪو اٿئو

---

پٽولا = پٽ پٽيهر. پوپٽهاريون = پوپٽهارن جون ڙالون.
ايلاچيون = ريشم جي ڪپڙي کان. اڳري = وڌيڪ.
سکر = بهتر. ارمق = ريشم جو ڪپڙو. پالڪا = رنگيل
چڙهيون. ارغچ = عمدو ڪپڙو. عبير = عبيري رنگ
جو ڪپڙو. ونيءَ = طعنا، مهڻا.

سون برابر سڳڙا، سون ٻانهن ٻڌائون.

اي عمر راڄا، موليڪي ٻانهن ۾ منهنجي ٻاري مارو، کيس سون سڳڙا ٻڌا، سو آءٌ تو سان ڪيئن هاڻي شادي ڪريان!

”ايءَ نه مارن ريت، جيئن سيڻ مٽائين سون تي!
اچي عمر ڪوٽ ۾، ڪنديس ڪين ڪريت
ٻکن جي ٻريت، ماڙيءَ سين نه مٽيان.“

اي سومرا، منهنجا سونا ڪنگڻ موليڪي قبول ڪونه آهن. اسين مارو ڙيون ڪچ جا ڪوڙا چوڙا پايون، اهي اسان لاءِ سهڻا ۽ وڻندڙ آهن. اهي ڪي اهي ٻانهيدي ٻل لڄ لڳي، ٻر اسان لاءِ اهي مڙڪ آهن:

١- جن ڪراين ڪچ جا، ورُ ساهڙيون سي
ٻکن ساٿ نه ٻاڙيان، هڏ هٿي جا هي
٢- ڪراين ڪچ جا، چوڙا ڪوڙا جن
سو مڙڪ مارو ڙن، جيئان لوڪ لڄ لڳي.

آخر عمر جڏهن ڏٺو ته هيءَ ليڪر هٿ اچڻ جي نه آهي ۽ هن سان زور هلائڻ به نه گهرجي، تڏهن عمر چيس ته: اي مارئي، منهنجي سڪ تو سان سچي آهي. هاڻ ٻارهن مهنا تون هن محلات ۾ رهه، تڏهن وڃي جيڪڏهن منهنجي ماڻهن مان ڪو ڪي ڪو ڏاڏي وڃو نه ٻوءِ لهو، ته ٻارهن مهنن کان پوءِ تون مون سان شادي ڪج. چون ٿا ته مارئيءَ اها ڳالهه قبول ڪئي. عمر وٽس

---

ڪريت = اي رسمي، بد رسمي. ڪچ جا = ڪاڇ يا شيشي جا زيور. مڙڪ = فخر جي ڳالهه، دستور. جيئان = جهڙڪان.

پوءِ ڪڏهن ڪڏهن ايندو پيو هو، پر ڪابه زوردستي نه هلايائين.

## مارئيءَ جو رودن

هيءَ وچاري مارئي پاڻکي قيد ۾ سمجهڻ لڳي. ماروئڙن وٽان ڪوبه سنيهو ڪونه آيو، ڪوبه اوٺي پيغامي اُٺ تي چڙهي ڪونه آيو. مارئيءَ کي اهيءَ ڳالهه ڏاڍي ڏک ۾ وجهي ڇڏيو، ته شايد منهنجي ستر ۾ منهنجي مائٽن ۽ ڪيمڙ سڀن کي ڪو شڪ پيو ٿو ڏسجي، نه ته جيڪر هيئن موڪلي ڪين ڇڏين. هيڪڙو ته آءٌ قيد ۾ پيئي آهيان، پر موڪلي ماروءَ دلداري ڪانه موڪلي:

جي ڪر لڌائون، ته بنديءَ پند نه ساريو،
ماروئڙن آئون، جيڪس وسري!

مارئي اهڙي ڏک ۾ محلات کي سخت قيد پائڻ لڳي ۽ سمجهڻ لڳي ته مون تي زنجيرون، هٿن ۾ هٿڪڙيون ۽ پيرن ۾ بيڪڙا پئجي ويا آهن:

”اُٺيءَ ڳاٽا اڙه جا، زنزيون ۽ زنجير
بيڪڙا پيرن ۾، ڪوٺين اندر ڪير.“

پوءِ درد جون دانهون ڪرڻ لڳي:

۱- قسمت قيد قوي، نا ته ڪير اچي هِنَ ڪوٽ ۾
لکئي آهي لوح جي، هند ڏيکاريم هي
۲- قسمت قيد ڪياس، نه ته ڪير اچي هن ڪوٽ ۾
مارن کي ماندپاس، ڪولهون ڇڏي ڪڏهن؟

---

ڪر = ڪل = سڌ. آئون = آءٌ. جيڪس = شايد.
زنزيون = زنجر ڪڙيون. بيڪڙا = پير ڪڙيون. ڪير = ڪيرٺون، ڪٺا. قوي = سخت. لوح = قسمت جي پٽي.

ٿي حاصل ٿئي. انهن دليلن جي ڇنڊڇاڻ ڪري وڃ، تو سنڌ جي
۽ ويدانت ۾ انهن کي Super-imposition ”اڌياس“ ٿو
ڪوٺجي. انهيءَ ڪري مايا جي اڻ ٿيءَ سمجهڻ مان دليلن جي
رستي ڪين لنگهي سگهبو، اهي دليل اڻي دلي کي پوري
ٿڌو ڪندا، جيئن شاهه ٿو چوي:

”اڻ ٿي ۾ اڌ ڪير دليلن ڏلو!“

انسان جڏهن پاهريان ڪرم ڪندا، پاهريان ليکي ۽
گناهه جا پورا نه سمجهيل پردا، ۽ خيالات جي ضدن جا
دليل سڀ ڪوڙي آهي، لڏ جڏهن هيڪي معلوم ٿو ٿئي ته اهي
سڀ ڏاٽا ۽ مٺا، اهي سڀ راڳ ۽ ڪتراڻ، اهي سڀ
روش ۽ پوش عڙ ٿي پاهراون حدون آهن، جنکي ويدانت
”اپاڌي“ ٿو چوي. شاهه انهي ٻه ونڊڪ اڻهو ٿو وڃي.
چئي ٿو ته سهڻي درياهه ۾ اچي پئي ته ڪوڙو سهڻيءَ
جو حال هو!

”ڪانڌي ڪنگ ٿياس، وهڪ جهاڙو سوڻي
ٻڪها جي ٻهٽن جا، ڪنها ڪن ڏ ڏاس
اڪيهن ملڪ ڏڏاس، لوءِ من ڪاڻ ومهار ڏي.“

سهڻيءَ جون گهڻيون آزمايشون ٿيون، عرءِ ٻهڪجي
بدن کي فقط جهاڙو سمجهڻ لڳي، جڏهن جا ڪانڌي اچي
ڪنگ ٿيا ۽ جڏهن جهاڙي کي ڪاها اچي پکهن ڏ ڏاءِ
سهڻي ان پرواهه رهي ٻڌي نه. سهڻي عن ٻڌي جهان
لاسوات جي منزل منجهان لنگهي. سهڻيءَ جي آزمايش
ملڪن ۽ فرشتن ڪئي. اڪين الامان اچي ڪمرا حيرت انگيز

---

وهڪ=واهڙ، درياهه. جهاڙو = جڏهن شيءِ ٿي لاش ٿيل
هجي. لوءِ = ته به. ڪانڌو = سڪ.

دنيون - دنيائن جا رنگ ڏيندس، يعني ته "ملڪوت" جي منزل مان لنگهي. انهيءَ منزل تي طالب کي ڀلائي ڪانه آهي طلسمي نظارا نظر اچن ٿا، پر اهو دل ته پڪو ٿيس. انهن رنگن ۽ مشاهدن ۾ ٽپي اٽڪي پوي، ڇو ته هنجي من جي ڇڪ ميهار ڏانهن آهي! آخرين منزل اڃا ته سهڻيءَ کي لنگهڻي آهي. سهڻي اڳئون اهڙيون منزلون لنگهي، تڏهن ته ميهار ايءَ يار ٿيندو هو. پر سهڻي ٿي هلي. الست ميهار جي دل ۾ ساڻس انهن هئي، جهڙي سهڻيءَ جي دل ڏانهس هئي. قرآن شريف ۾ آيو چوي "فاذ ڪروني اذ ڪر ڪم" اوهين مون کي ياد ڪريو ته آءٌ اوهان کي ياد ڪريان. جهڙي شاه ٿو چوي:

"ڀڄن جي ميهار، ڀڄي سي ميهار"

لطيف قرآن جي انهي مشهور آيت جو هيئن ۾ ٿيو ترجمو ڪري:

"تو جنهن جي تانس، تن ڀي آهي تنهنجي."

ميهار سهڻيءَ لاءِ اڳئون وڌيڪ وياڪل آهي، پر جڏهن سهڻيءَ جو گهڙو ڀڄي ٿو ۽ سهڻي سڌ ٿي ڪريس، تڏهن جنهن وقت وچ درياه ۾ نيسان ٿو اچيس، تنهن وقت ۾ جڏهن خود سهڻي پاڻ ٿي غرق ٿئي، تڏهن ٿو ميهار ملنس. شاه لطيف هن هنڌ سر ۾ بلڪل ڪا موج ٿو ڪري. چوي ٿو، واه واه! چڱو ٿيو جو گهڙو ڀڳو!

"گهڙو ڀڳو ته گهوريو، مر چوڙ ٿئي چوڙ"،

پر نه رڳو گهڙو ٽٽو ته چڱو ٿيو، پر "منڌ" سهڻي پڻ ڏي مٽي، تڏهن ته پاڻ خوب ڳالهه ٿي.

---

تانس = ياد. مر = پل. چوڙ = پرزا پرزا. منڌ = زال.

"گهڙو ڀڳو، منڌ مئي، وسيلا ويا
اڀهان ٻوهه سڄا، سهڻيءَ سڏ مهار جا."

جنهن گهڙو ڀڳو، ان جا وسيلا نه سڀ ويا، ٻوهه نه
جنهن هن سهڻي مري ويئي، ان هن سهڻيءَ مهار جا سڏ
ٻڌا! هي صوفين جي بنيادي اصولي آهي. ذات صوفي
هن بيان ٻڌندي گد گد ٿين ٿا. نه رڳو سڀ گهڙا ۽ وسيلا
ويا آهن، پر خود سهڻي غائب ٿي ويئي آهي. هن
درجي کي هو "نيستي" يعني 'ناه' جو درجو ٿا چون،
جنهن ۾ منڌ يعني "اهنڪار" روبي طالب ناس ٿو ٿئي.
اهنڪار جي معنيٰ هٺ نه آهي، مغروري نه آهي.
اهنڪار هڪ فيلسوفڪ لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي
اهو "آءٌ" جو سمجهي ٿو ته آءٌ ڪريان ٿو، آءٌ کان ٿو،
آءٌ بيان ٿو، آءٌ روزا رکان ٿو، آءٌ نمازون پڙهان ٿو،
پاپ پنڇ ڪريان ٿو، بلڪ اهو آءٌ جو ٻاڻ کي انهن کان جدا
هستي ڏئي ٿو، تنهنجو نالو "اهنڪار" آهي. ان کي
شاه "ٻاڻ" ٿو چوي، ان کي "منڌ" ٿو ڪوٺي. جيڪو
هيڏو ڪٽراڳ، دائن جو هو، سو انهو ئي ڏاڍي لئي هو. جي
ڏاڍو نه هجي نه مالها ٿي نه سگهي، جي هي جدائيءَ
وارو جيو هجي ئي نه، ته جيڪر سنسار جا دک سهي ڪير؟
هي دک آهيئي تڏهن، جڏهن دک کي سهڻ وارو موجود
آهي. هي "نه آءٌ" جي سرشتي بيتل ٿي "آءٌ" ٿي
آهي. هي "انانم" جي مايا منحصر آهيئي ٻاڻ کي کهت
جانئندو "آنم" ٿي. انهي آءٌ ۽ نه آءٌ، آنم ۽ نه آنم، آه
۽ ناه، ۽ ضد Opposites آهن، هڪ ٻئي جا انهي دونه
آهن. تنهنڪري آخران درجو صوفيءَ جو اهو آهي، جنهن
۾ هر ٻاڻ کي ئو غرق ڪري. انهي کي "فنا في الله"

جو ذڪر ٿو ڪري. شاهه سُر آسا ۾ چوي ٿو ته نه سمجهه، ته پوءِ ان بعد طالب کي نابود ٿي ٿو وڃي!

”نابوديءَ لئي عهد کي اعلان ڪيو.“

اِها نابودي آهي، جنهن بعد عهد (بالهو) اعلان ٿيو ٿئي!

”ليلائون رسيا بود کي، جيلائون ٿيا نابود“

ڪل جي سچي هستيءَ کي تڏهين ٿو رسجي، جڏهين جزي جي ڪوڙي هستيءَ کان فارغ ٿو ٿجي. اهو وقت صوفيءَ لاءِ بالڪل خوشيءَ جو آهي، جنهنکي صوفي ”حال“ ٿا چون. اِهائي رهاڻ شاهه سهڻيءَ ۾ خوب ٿو ڪري:

١- گهڙو ڀڳو منجهه ميءِ، وڃا وسيلا
سهڻيءَ جا سيلا، وحدت سبب وڃائيا!

٢- جڏهين وسيلا، لوڙهي ڇڏي لڙ ۾
پراران پرين، تڏهين پهچي سهڻي.“

اِي، سهڻي، لوڻ دلو ته ڪو پاڻ سان نه کڻي، پر ”پاڻ“ به پاڻ سان نه کڻي. فقط پريت ۽ عشق کڻي. عشق ۾ جدائي ڪانه آهي، عشق ۾ عاشق پنهنجي هستيءَ کان فارغ آهي، هن اڳيان فقط معشوق ئي آهي. پر عشق جي آخرين منزل اِها آهي، جنهن ۾ عاشق معشوق کي ٻاهر ڪين ٿو سمجهي. مگر عاشق پاڻ کان غائب ٿي خود معشوق ٿيو وڃي. سچ پچ عشق جي معني صوفيءَ جي خيال ۾ آهي ”ڪل جو جزي ۾ سمائجڻ“ جنهن کي سهل ٿو چوي

سيلا = سهل يا همت يا سهائي جا ڪم. پراران = ٻهرئين پاسي کان.

"سمنڊ ڪوزي وچ ماڙ" يعني دل جي ڪوزي ۾ سمنڊ ٿو اچي پوي. تنهن ڪري شاعر ٿو چوي:

١- ٻاڪ ۾ ڪٽيج ٻاڪ سڄڻ، وسيلا وسار
لڙ لنگهائي سهڻي، پرت وجهندي پار
سي ترت لنگهنديون تار، اکنڊ آڳد جن سين.

٢- ٻاڪ ۾ ڪٽيج ٻاڪ سڄڻ، ري وسيلي وانءِ
مٿان ساڳر سهڻي، پرت وڃي پانءِ
لنهن گهنڊي ڏانءِ، واڳن ورياڻ جي پار ڏي.

٣- ٻاڪ ۾ ڪٽيج ٻاڪ سڄڻ، وسيلا وڃاءِ
عشق ساڳ اُناءِ، پيو پرياڻ جي پار ڏي.

٤- ٻاڪ ۾ ڪٽيج ٻاڪ سڄڻ، ري وسيلي وڃ
پلو پوري پڇ، اکنڊ ڪڄ عميق ۾.

اي سهڻي، تون پيو ڪر، آڳه نه اختيار ڪر، يعني ڀروسي ايمان ڪر، آسرو نه رک، سواءِ عشق جي. بيخود ٿي وڃ.

"نه تو تر رهيا، نه تو مٿين رهيا،
جا رهي سا بي خبري رهي" (نظير)

اهي طالب، جي سواءِ عشق جي ڪو به آڳه نه ٿا ڪن، سي زبر عتاب آهن.

١- آڳهه عشق وار نه، جڏهن ڪما جن
تڏهن رسيا ان، مهڙا محب مهار جا.

٢- ڪرهي آڳه اهڙو، جهڙي محبت من
اُهو ن اورتن پار ڏي، ڪرڙيون ڪڪ پڄن

---

اکنڊ = عشق. پرت = پريت. آڳه = اڳوان، آسرو.
پانءِ = پير. پلو = ڪهڙ دلو. ڪڪ = ٽرها.

لڏي لَن لهر لڳي، جي ريءَ لُڙهي لُڙن
سڪ رساڻي سهڻي، اصل عاشقن
سي جهلون ڪين ڪن، پاڻ مر مهار ڪي.

اي سهڻي، محبت جهڙو آڳهه اڻمئي ڪولو، آهي ڪو ڙ لپون چيمون، جي اوڙهن پار اڪهي، ڪِڪ نيون پاڻ، ڀمون ن ڏسن ته ڪمڻن لي هوا زور لڳي، مٿان درياه ۾ گهڙون ۽ لڏي پئون! اهي اچا ڪچيون آهن. اهي جي لڙهي بدا نيون لڙن جي دلي بدا نيون گهڙن، انهن لاءِ لڏي لوه نيو لي پوي، انهن لاءِ پاڻي ۽ سڪي نيو پوي. سڪ اهڙي شيءِ آهي، جا اي سهڻي، عاشق کي معشوق وٽ لي رساڻي.

جن کي عشق آڪرو آهي، سي نيون لڙهي ڪسي مٽي سمجهن، پر جن کي عشق آهي، تن جو چا حال آهي.

” عشق جنهن کي آڪرو، لڙهو مٽي لَن
جي ساهڙ کي سڪن، تن جو جند لڳي. “

انهن لاءِ سمنڊ جو جر ۽ جند جهڙي سخت زمين نيو پوي!

اهڙيون لڙهي ڪره ڪنديون:

” لڙهو آهِ مر لنڪي، جن عشق سمن آگاه “

اهي عاشق انهن وانگر ڪين آهن، جي درياه ۾ موجون ڏسي، طوفان ڏسي، پيا پاڻ ته کهڙي ڌڙ کان ڏهڙون:

---

لمر = ڪالڪهو پاڻي، واهڙ. رساڻي = پهچائي ٿي. جر = جل، پاڻي. جند = پٿر جهڙو سخت، هتي سڪي زمين. آگاه = واقف، شناس.

"ٿو ٽڪڻ ٽار ڳهڙڻ، اي ڪالهارن ڪم."

ڏالهيون ڪٺن تار سمنڊ جون، ٻوڙ وٺي لڪجي نه. ڪهڙو نه چڱو ٿيندو، اهو ڪالهارن جو ڪم آهي؛ پر دلبر سهڻيون سچيون لکي ٻچن گهمر، لکي ٻچن گهات. هدن لاء -

"جتان وهي، لتان وات، ڪهڙ ٻچن ڪوڙيون
جنکي سڪ ساهڙ جي، سي گهمر نه ٻچن گهات
جنکي عشق جي اساٽ، سي واهڙ پاڻهن وڪڙي."

اهڙن سچن عاشقن لاء ڪهڙو به اوکو يعني خراب لڙ هجي، نه اهو به سولو ٿيو پوي:

"اوکڙان لڙ ٿيو، ڪنهن جنهن ڳهڙي گهير."

آئي سهڻي وڃي سالم ٻهچندي:

ا- سالم وڃي سهڻي، ڪُن ڪين ڪموس
اهس اکڙان پر، پسڻان جو پهوس
حقاق حق ٿيوس، هئي طالب حق جي."

ب- سو لڙ سوليائين، جيڏانهن عالم آسرو
اوڏي لي الف ڪي، من ڳڏيائين سين سمر."

اهڙا مرد مولا جا پاڻ لي سون سختيون بر سر ڪن ٿا؛ ڪهڙو نه سهارو هجي، "سي سهارو، پاڻي پارو، جسم جر جڳهه؛ ۽ جهول ۽" ڪهڙا نه طوفان درياه لي هجن، نه نه ٻڌهجي واعدي سان پورا لسا رهن، ۽ محبوب

---

ڪالهارن = ڪاهڻن يا ٻڌجڻ. واهڙ = درياه.
اهس = عشق، سڪ. سوليائين = ڳوليائين. جر جڳهه = پاڻي جي جاء؛ درياه جي سمر. جهول = گهڻي ٻنڌ ٿائين پاڻي.

جي هدايت ۾ قائم نہ رهن. اهي سائين لوڪ سڀ ڪشالا سهن ٿا:

"گهوڙا سي چڙهيا، اُهين اُٺئين
مٿي، مٿي مهراڻ ۾، ٻيڙو ٻوڙي ڏيئي."

اهڙا عاشق جي ٻڌا لڙهي ۽ ٻيا آهه نہ، اندر سمنڊ ۾ ٻُڏي ٻون، انکي مهار جا هٿ نہ ٻهڙن:

"اکيون مُنهن مهار ڏي، جن رکيو جوڙي
ريءَ سمنڊ، سيد چوي، تار گهوڙن توڙي
اُنهن کي ٻوڙي، سائر سگهي ڪينڪي."

اهڙن عاشقن کي "سمنڊ" جي ضرورت ڪانہ آهي. سمنڊ چمڙي جي ٿيندي آهي، جنهنکي ڦوڪي مٿس چڙهي درياه ۾ گهڙي ٻوڙا آهن ۽ مٿس ائين سواري ڪندا آهن جيئن ڪو گهوڙي تي ٿي سواري ڪجي. اهو خيال نہ ڪرڻ آهي نہ ڪٺن گهور جي، سو شاه صاحب ڪمترين سوِن ۾ آندو آهي. سر ڪيڏاري ۾ تو چوي نہ جنگ ڪرڻ نہ ياڪر نہ ٻانهن.

ڪلي وڃ ڪٽڪ ۾، ياڪر جو ٻاڻي
اڃا اُنکي جيئڻ جو، آسانگو آهي.

اهڙا جوڌا جنگ ۾ امر آهن؛ اهڙا توڪلي تارو ٻڌڻ جا نہ آهن:

ٻڌ توڪل جو تڙهو، آهر ساڻ الله
جنهي ساڙ ساڻ صلاح، اجهان سي نہ ٻڌيون.

---

ڪاڄ = جنگ. ڪٽڪ = لشڪر. ياڪر = زور.
آسانگو = آسرو. آهر = مدد. اجهان = اڃا وهان ٿي، ٻون کي اعتماد آهي.

اهو توڪل جو ترهو ڪهڙو آهي، جو سمنڊ ۾ عاشق کي ڪم نٿو اچي، تنهن لاءِ شاهه لطيف الهي سر ۾ چوي ٿو:

"ساٿي جنهن سچ، ٻيڙا سي نه ٻڏنديون"

جن سچ کي همراهه ڪيو آهي، سي آءٌ پڪ سان ٿو چوان ته ڪڏهين به ڪين ٻڏندا، اهي تار تري پار ٿيندا. اهڙا سچ لي هامنڊ؟ سمنڊ ۾ ڪين ٻڏندا، پر اٿلو سمنڊ کي ٻاڦ ۾ ٻوڙي ڇڏيندا.

"جيئن ساڳر ٻوڙيائون، منڊ ٻوڙيو مهراڻ
وه وڃايو واڻ، هٿئي ڪنڌ ڪيئن سين."

اهڙن ٻولين جا صوفي بالڪل شائق آهن، ۽ شاهه ٻئي گهڻيئي دفعا اها گفتار ڪئي آهي. ڇي سمنڊ گهڻن کي ٻوڙيو، پر سهڻيءَ سمنڊ کي ٻوڙيو. سمنڊ جو وهڪرو ته هٿئي هٿئي ٻاڦ وڃايو ڇڏي. هيءَ منزل آخرين "فنا في الله" جي آهي، جنهن وقت ساري سرشتي عارف پنهنجي ٻاڦ ۾ ٿيو سمائي! اهڙين ٻئي اهڙي قسم جون ٻوليون، شاهه هن سر ۾ لوڏ ٿي. مثلا چوي ٿو:

١- سڪيءَ جي سانباهه ۾، جڏهين ٻڏيون جي
ساهڙ تنهن کي، املي ٻئي ڪنڌ لين.

٢- سڪيءَ ٻڏن جي، ساهڙ ساٿي ان جو
لهرن سر، لطيف چئي، ڪلهن چاڙهيو لي.

چوي ٿو ته اتاڻ، ته سمجهه ته توکي رڳو پاڻيءَ ۾ ٻڏڻو آهي، پر اول تون خشڪيءَ ۾ ٻڏي سگهه، ته پوءِ تون مهار کي سولو ملندين. هتي عاشق جي توهان کي سمجهه

---

سانباهه = تياري.

مشڪل آهي، هن گفتن جون ڪيترين معنائن لئي ٿيون سگهن. هڪڙي معنيٰ هن گفتي جي اها آهي ته، اي طالب، تون سمجهين ويٺو آهين ته تنهنجون ڪي خاص آزمائشون درياه جي اندر ٿينديون، ۽ تن لاءِ تون پيو سنبرين. پر اهي آزمائشون هر ويرو وڏين ڳالهين ۾ ڪونه ٿينديون آهن. اهي آزمائشون ننڍين ننڍين ڳالهين ۾ به ٿين ٿيون. اهي آزمائشون رواجي سڪيءَ تي به ٿين ٿيون. پاڻ اهي آزمائشون ڪڏهين وڌيڪ سخت ٿيون ٿين. اهي آزمائشون سدائين جي درياه ۾ هر ويرو ڪونه آهن، پر گرهست ۽ ڪٽنب ۾ رهندي رواجي ڳالهين ۾ وڌيڪ آهن. پنهنجي رواجي جيوت ۾ ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه کان آجو رهڻ، اهائي وڏي آزمائش آهي. جڏهن تون الهيءَ سڪيءَ تي پاڻ کي "فنا" ڪري ڇڏيندين ته تون به امتحان ۾ پاس ٿيندين. اهڙن طالبن لاءِ محبوب پنهنجي ڪنڌين تي حاضر آهي، نه رڳو هڪڙي ڪنڌيءَ تي.

هن سر سهڻيءَ جي فصل چوٿين ۾ شاهه خاص ڪري "السمع" جي لو ڳالهه ڪري. چوي ٿو ته تون ته سمجهه، ته مون سهڻيءَ کي مهار سان ڪو هيڏو عشق لڳو آهي. اٿين ته ڄاڻ ته مولائي محبوب جي عشق جو سينگار رڳو هيٺئن ملهو آهي. پر اها جڏهن هيءَ سرشتي آئين ڪين ٿي هئي، اها جڏهن "ڪن فيڪون" نه هئي يعني اها خدا چيو ٿي ڪرڻ هو ته "ڪن" يعني ٿيءُ ۽ اها "فيڪون" يعني "ٿيو ٿي" ڪرڻ هو، تڏهين کان ٿي منهنجي محبت مهار سان هئي. قرآن شريف مان اها آيت آهي، جنهن ۾ ڄاڻايل آهي ته رب ازل ۾ ارواحن

يعني روحن کي چيو ته ”الستُ بربڪم“ آءٌ اوهانجو رب
ڪين آهيان ڇا؟ تڏهن روحن جواب ڏنو ”قالوا بليٰ“
يعني چئائون 'هائو'. هاڻي هي عاشق صوفي انهيءَ آيت
تي پنهنجو اعتقاد ٿا رکن ته هي جيو اصل کان پرماتما سان
ٻڌل آهي، تڏهن ٿي سهڻيءَ جي من جو ڪانڊو به ميهار
ڏانهن آهي. اهو جو اقرار ڏنيءَ سان اڳ ۾ ئي ڪيل اٿس،
سو جيتوڻيڪ هوءَ دنيا جي دوڙ ۾ ڪنهن وقت نفس ۾
ڦاسي ٿي، ته به اهو جو قول ڏنيءَ سان ڪيو اٿس ته
”تون اسانجو رب آهين“، سو سڄڻ اچيو پنهنجو زور
رکي؛ ڪنهن وقت انسان جي دل ۾ انهي وعدي
جو آواز ”سمن“ سڏ ٿو اٿي، پوءِ هو دنيا جون سڀ
لذتون ڇڏي، هڪ مقصد ۾ واصل ٿو ٿئي، سڀ پيا سر
ڇڏي رکو ”لوڏيءَ“ جي تلوار کي نئون اختيار ڪري.
آءٌ هتي هن ڳالهه جي اپتار باريڪ ڪري نٿو ڪريان. مولڪي
اها اپتار سر مارئيءَ ۾ ڪري آهي، جو سر منهنجي نظر
۾ سر آسا کان پوءِ نهايت ڳوڙهو آهي. انهن پنهي سرن ۾
شاه پنهنجي فيلسوفي سمجهائي آهي. خاص ڪري سر
مارئيءَ ۾ هي ”الستُ“ جي واڳي ڪرلي آهيس. سر
سهڻيءَ ۾؛ اهن سرن ۾ به الست الهي جي اپتار ڪئي
اٿس، پر نه اهڙي اونهي جهڙي سر مارئيءَ ۾. سهڻي
چوي ٿي:

١- ساهڙ جا سينگار، مون اڄ ڏٺا اڳي هئا
اڪا ڪن ڪيکون هئي، تکا ٻي ٻڌار
ملڪان مهند هئي، لوڏيءَ جي تلوار

---

ملڪان = ملڪن کان. مهند = اڳي. لوڏي = ڏاڍي،
هتي سهڻي زال.

مجموعي ساڳ ميهار، لاڳاپن لطيف چئي.

٢- سهڻيءَ کي سيڱار، اڳ لکيا اڳي هئا
’ڪن فيڪون‘ ڪاڻ هئي، لکا بي ٻچار
مرڪي ساڳ ميهار، لنئون لاڳاپن لطيف چئي.

٣- ”السٽ“ اروام کي، جڏهان چيائون
ميثاقان ميهار سين، لڏيون مون لائون.

٤- ”السٽ“ اروام کي، جڏهين چيائون جيئن
”قالو بليٰ“ قلب ۾، تيو تفاول تئين.

٥- ”السٽ“ اروام کي، جڏهين امر ڪيو احد
هو مٺ ڪاڻ ميهار ڏي، سهڻيءَ سڪ سڏ
دلو ڌوڙ درياهه جي، ڪيو ارادي اڏ
جڏهن آيس ڏانهن عهد، سو پاڙي مڏ پاتار ۾.

هن ٻچاڙيءَ جي بيت ۾ شاهه ٻهڳو وڏيڪ مٺو ڪو سمجهائي. چوي ٿو تہ مڏ يعني سهڻيءَ کي جيڪو عهد ازلي اوائل ۾ آيل هو، سو هتي دنيا جي پاتار ۾ ٿي پاڙي. هن جي معنيٰ اها بہ آهي تہ اُن وقت جيڪي بہ سندس قسمت ۾ وهيل هو، سو هتي ٿيي ڏسي. اڳي ايئن ۾ ٿو چوي:

”دلو ڌوڙ درياهه جي، اوڏانهين آيو“

يعني تہ سهڻي کي جيڪو دلو مليل آهي، سو بہ اُنان السٽ جي وقت کان مليل اٿس. دلي جي معنيٰ ويدانت موجب اِي بہ ٿي سگهي ٿي، جنهن کي ”ڪارڻ شرير“

---

ميثاقان = اقرار واري وقت کان. لڏيون مون لائون = محبتون محبت اُن سان ٻڌيون. تفاول = چڱو سوڻ يا سڳڻ. امر = حڪم. احد = هڪ، ڏڻي. عهد = اقرار.

ٿو چئجي، يعني اهو سڀ جو انسان جي دنيا جي دوڙ
واري هستيءَ جو ڪارڻ آهي. اوائلي "ارادو" "Will"
اڇا شڪتي آهي، جا هن دلي کي سنسار ۾ موڪلي ٿي،
۽ پوءِ جڏهن وري دوڙ بعد اهو دلو ٽٽي ٿو، يعني
اڇا جي ڪارڻ سڀ ناس ٿو ٿئي، تڏهن انسان پنهنجي
اصليت کي حاصل ڪري ٿو. هي ڳالهيون سمجهڻ مشڪل
آهن. پر منهنجو ۽ ڳو مطلب اشاري ڪرڻ جو آهي ته هن
شاعرن جي لفظن ۾ ڳو جدا ڪيل آهن، پر هڪ ئي
فيلسوفي يعني "تصوف" اهين اندر سمايل آهي.

اهي دلي جو غرق ٿيڻ ۽ سڀئي جو غالب ٿي وڃڻ:
معنيٰ آهي ته انسان جو پنڊ پورو ٿيو. پوءِ اهيءَ نيستي
مان هڪئي نئين هستي ٿي پيدا ٿئي؛ يعني "نفيءَ" مان
هو "اثبات" جو درجو ٿو پائي. مطلب ته جڏهن پاڻ
وڃائي ٿو، تڏهن سچي پاڻ کي ٿي پائي ٿو، يعني فنا
ٿي بقا کي حاصل ڪري ٿو. اهو مکيه متو آهي صوفيءَ
جو، جو هو "قرآن شريف" تي ٿا پڌن. "موتوا قبل ان
تموتوا" مرڻ کان اڳي مرو، يعني مري پوءِ جيئو! اهو
ساڳيو خيال سڀني ڌرمن ۾ موجود آهي.

"Give up thy life if thou wouldst live."

(Voice of the Silence.)

اهي مرڻ جي معنيٰ آهي موت کي مارڻ. صوفين جو
چوڻ آهي ته هي جيئڻ اسانجو مثل موت جي آهي، يعني
اها جيوت جنهن ۾ انسان معرفت کان محروم ٿو گذاري
سا جيوت موت آهي، بلڪل دک آهي. اهي موت کي
مارڻ بعد انسان سک کي پائي ٿو. جيئن شيڪسپيئر شاعر
ٿو چوي:

"Within be fed, without be rich no more
So shalt thou feed on death that feeds on men
And death once dead, there is no more dying then."

شيڪسپيئر ٿو چوي ”اندر ٿيءُ مارُ، اندران خوراڪ
حاصل ڪر ته اهي رسڻي ٿون موت کي کائي ڪمائيندين،
جو موت ماڻهن کي ٿو کائي؛ ۽ هڪ ڀيرو جي موت ماٺ
ٿي وئي ته پوءِ ٿون تمام ته ليندين ماٺ.“

سچا عاشق ۽ عارف جتي ڪٿي ساڳي ٻولي ٿا ٻولين.
مشرق ۽ مغرب جي هڪ ٻاهه ڪانه آهي، مگر ”جو ڳجهي
سو لڌي.“ سو شاه به هن سٽن جي سر ۾ ٿو چوي:

”جي تمام مڙن*، ته ڪر اوڏا سپرين
ٿيندا لوءِ سڄڻ، واڌايون وصال جون.“

اهي وقت شاعر بلڪل مستيءَ ۾ ٿو اچي، ۽ چوي ٿو
ته هيئر سڀ سک آهي، هاڻ ڄمڻ مرڻ بعد سدائين
موت ٻيا جهيڙا آهي؛ اِن وقت هو ٻوڌ يعني ”اثبات“
Affirmation ۾ ٿو اچي. اڳي ڇانئون ٿي ته اسين نه آهيون،
يعني ”نفي“ Negation ۾ هئا. هاڻ اثبات ۾ ٿا اچون. ٻوءِ
منصور وانگر چون ٿا ”انا الحق“ آءٌ حق آهيان، يعني
ته سڀ حق آهي، ”همه اوست.“ صوفي ”مطلق
هستي“ Absolute existence کي ”آءٌ“ ”مان“ ”مون“ لفظ
سان ٿو سڏي، جيئن گلشن راز وارو ٿو چوي:

چو هستي مطلق آمد در اشارت
بلفظ من کنند آنرا عبارت

شنڪر آچاريه ٿو چوي ته برهم کي ”اهم شبدن وڪيات“
يعني ”آءٌ“ جي لفظ سان ٿو بيان ڪجي. اهي کي شاه

---

* مڙن = ملن. سڄن = سڄڻن، معلوم ٿين.

"مون" کي ڪوٺي.

"مون مون هئين ۾ سمجهي، مون کي مون جڳاءِ
مون هئين منجهان مون لئي، مون هئين جي ساڃاءِ." (آسا)

اِهي "مون" کي عربيءَ ۾ "انا" ٿو چئجي. اِهي پنڌ جي منزل تي صوفي بالڪل موج ۾ ٿو اچي، جنهن کي پڪو "حال" Ecstacy ٿو چئجي.

تڏهن شاهه سائينءَ جي سر جي فصل ٽائين ۾ ٿو چوي:

"جر ڄر لک لڏوار، وڻ ٽڻ وائي هيڪڙي"

جي پاڻي ڄر لکين لڏوارون، وڻ ٽڻ سڀ هيڪڙي شيءِ آهي. هيڪي پوءِ سڀ هڪ ٿو نظر ۾ اچي. جڏهن منصور جي سسي لٿي هئي، تڏهن به منصور "انا الحق" چيو. شاهه چوي ٿو ته سڀ منصور آهي، قاضي جنهن منصور کي ڪُٺو، سو به منصور آهي!

١- جر ڄر لک لڏوار، وڻ ٽڻ وائي هيڪڙي
سڀني شيءِ لياءِ، سوريءَ سزا وار.
همه منصور هزار، ڪهڙا چاڙهيو چاڙهيان.

٢- سهس ٻچار ٻراڻءِ جي، سهس هوند حضور
ملڪ مڙئي منصور، ڪهي ڪهندين ڪيترا.

شاهه ٿو چوي:

"ساهڙ سا سهڻي، ساگر پڻ سوڻي."

ساهڙ مطلوب، سهڻي طالب ۽ ساگر سمنڊ سڀ هڪ آهن. جهڙي سُر ڪارايل ۾ ٿو چوي:

---

ساڃاءِ = ساڃهه، سڃاڻپ. سزا وار = لائق.
سهس = سڀ طرح. هوند = ٻاهرو.

سو ٻکي سو ٻچڙو، سو سر سوني هيج

ٻنهي ڄاڻ ٻروڙيو، موٽ ٻنهيئي مهيج.

اڏڻ سُر سسئيءَ ۾ ٿو چوي:

”ٻنهي ڄاڻ ٻاٽ ۾، ڪيم روح رهاڻ

نه نکي ڏونگر ڏيهه ۾، لکا ڪيچڻ ڪاڻ

پنهون لمس ٻاٽ، سسئي تان سور هڻا.“

اهڙي طرح، وڃي لطيف ٻوليون ٻوليندو. ڪٿي ڏونگر ته ڪٿي سمنڊ، ڪٿي سسئي ته ڪٿي سهڻي، ڪٿي پنهون ته ڪٿي مهار.

الهي خوشيءَ ۾ اهو ساڳيو درياهه، جو مصيبت لي ڏسڻ ۾ آيو، سو ڇا آهي!

”لهو مڙوئي لال، ڏهڪ کڻو ريان ورو

اوٻارا عنبر جا، جو مان اچن جال!

---

مڙ = ٻاٽيءَ جو ڪو ٻاڳو. ڏهڪ = واهڙ، درياهه. ورو = ٻهڙو، ورڪ ـ ـ. اوٻارا = خوشبودار. جال = گهڻو.

(۲)

# مومل راڻو

مومل جي معنيٰ بہ شاهہ جن آکاڻيءَ ۾ ٻين طرحن سان ڪم آندي آهي. هڪڙو تہ مومل کي اندرين آتما سان لو لڳائي، جا آتما حسن يعني آنند استان ۾ رهي ٿي. پر الهي آنند استان جي چوگرد طلسم جي "ڪاڪ" آهي، جا ناٿر ٺاهي آهي. اهو "طلسم جو قلعو" Castle of illusion ٻاهريون آهي، جو اسان کي آتما جي پسڻ کان روڪي ٿو آهي. ڪيترائي ڪوشش ٿا ڪن تہ اسين "مومل" پسون، پر جڏهين هو طلسم جا درياهہ، جهنگل ۽ وڪڙ ٿا ڏسن ۽ لڏهن مونجهارو ٿا وڃن ۽ پوءِ رستو وڃائين، ناٿر يعني مايا جي ڦندن ۾ ڦاسي ڪڏهن ڪاڄهو ٿا وڃن. پر جيسين الهيءَ ڪاڪ جي "طلسم" واري ٻاڳي يعني "لڏائي" کي نہ ماٽ ڪن، ايسين سالڪ پنڌ جي منزل ڪين ٻاٽي سگهندو. جيئن سهل ٿو چوي:

"آءُ ادا سالڪ صحي ڪر، اون نہ طلسمات کي!"

اها طلسمات، اها "ڪاڪ"، اها مايا مومل کان پاڻ کي دور ڪري ٿي. اهي مايا جون "دعوائون" آهن، جي طالب کي ٻڌي ٿيون رکن. پر اهي طالب جي "چڙهي رٻا چوڌ ۾ دعوائون ڏيوان"، سي آخر وڃو ڊهي ڍهڻ

ڪن. سويو مثل اهي طالب جي آهي، جو طلسم کي
سمجهي سگهيو. اهي طلسم جي آزمائش مان هر ڪنهن
سالڪ کي لنگهڻو آهي. جيئن گورم ٻڌ جي عمدي ڪهاڻي ۾
۾ گورم ٻڌ کي ”مارا“ يعني شيطان جي امتحان مان لنگهڻو
پيو. اهي امتحان ۾ گهڻا ڏکيا آهن، پر اهي ڏکيا سڀ
لنگهڻا آهن. جي بهادر جوڌا ۽ جيرا آهن، سي ئي هن
آزمائش مان لنگهي ٿا سگهن.

”راڻا جي رجهوس، مومل سي ئي پسندا
پڙهيا، پنڌ سي پير، لوڙي مٿو همير مرندا.“

شاه ٿو چوي هي رستو پڙهيلن، پنڌلن، پيرن ۽ مڙن
جو نه آهي. اهي طلسم جي اندر مري ويندا، جو نه فقط
اکين ۾ پيا اڙندا. مگر دلير فقير سوڍي جهڙا رجهوس
اکري پار پوندا. الي اهي رجهوس جي مڪان ۾ جوڌا
ڪين. جيئن گرو نانڪ ٿو چوي ”اهي جوڌ مها ٻل سور“
انهن پلين کي ڪاڪ جا طلسم، ناٿر جا جادو، ۽ پنجن ناٿر
سان گڏجي اڌ ٻاٽون ۽ ٻائيهون هيون يعني ناٿر سوڍيون
ڏٺ، جنکي گيان اندريون، ڪرم اندريون چئو، ياالحرص
حواس چئو، يا نفس جا نوڪر چئو. اهي اندريون.يا پيا
من جا طلسم هن کي ڪجهه به نه ٿا ڪري سگهن. اهڙا
ڪاپڙي ڪاڪ جا جادو پورو ڦٽا ڪن. شاه هن کي ٻئي
هنڌ ٻه ويري ٿو چوي:

”ڪاڪ نه جهليا ڪاپڙي، مرهيا نه ڪهن مال
جي پورن ڏنا چال، نه نه لاهوتي لنگهي ويا.“
”ڪاڪ نه جهليا ڪاپڙي، مرهيا نه مهان

---

چال = تپ، ناچ.

ٻائن ۽ ٻاهڻ جي، ٻنڌڻ ڪڻ ٻجهڻ
لڪڻ لاهو لهڻ، اهڙيون اوريان چڙيون.“

اهڙن کي، ٻالو مايا ڇا ڪندي!
”لکي ٻالو کره ڪري، جي لڏاٽيان لکهي ويا.“
اهڙا ماڻهو ڪڏهن نه ٻهڪن؟ آهي ڪاڪ کي چڙي ٻاڙ ۾ نه ٻون.

”ڪاڪ چڙهيا ٻون ڪنڌ لي، ٻاڙان ويا ٻڌي.“

هي مايا جو ڪوٽ آهي، جنهن ۾ جيو نه سمجهي ته آڻ نه رهان، ٻر ٻوڙي اهي ڪاڪ کي خيال سان ڪيڙو چڙي. هو اهي ڪل کي چڙي، ٻنهجي اندرئين ”مال“ يعني ”ٻاڙ“ کي نه ٻسي. اهو ٻاڙ ئي مومل آهي. اهڙا جوڳيڙا طلسم کي ناس ڪري، ٻاڙ ۾ ٻڌي، ٻوء ٻلڪل سک ۾ نه گذارين. ٻوء نه هنڪي حيرت ۾ لڳي، نه مار! هي نه سمورو ”اڙ هو اندر دٻاه“ هو، جنهن ڪان لي د ناسون. مار! مومل ۽ ماڙيون نه ٻاڙ وٽ هميشه موجود آهن. ”ڪهڙي تول ٽڙيا نه نه هوء مومل، هوء ماڙيون.“ ٻوء اڃن طلسم واري ڪاڪ، سا نه شوق جو محل ٽيو ٿي ٻوري. سڄو حسن حاصل نه ٿين. ٻوء ٻلڪل ڪڏهن مستي ۾ نه رهن ۽ لعل ٿيو وڃن:

جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاٻڙي، ان لهي نه لالي
ڪڙي ڪيف خماريا، ميء ٻسي متوالي

---

ٻنڌڻ = ٻنڌڻ جي شيءِ. لڏاٽو = ٻٽ جو ٻالو، جتي مومل جي ماڙي هئي. تول = هتي معنيٰ طلسم، مايا. ٽڙيا = ٽري ويا. ڪڪوريا = لعل ڪيا. ڪيف = لهي. ميء = شراب.

ڪري حاصل هلوا، ڪڇمڇ ڪمالي.

هو اهڙي رنگ ۾ اچي رچن، جو هُن جو رنگ ٻيهر اپائجي نه سگهي:

”رچي جي رتو ٿيا، ڪين اپائجن اوهه
ڪُسب نه ڪاڙي ٺهڪي، جو هالاري هوءِ
ٿو ڙي ڏوراي ڏوهه، نه ٻه لاڻي لهن نه لهي.

سر آسا ۾ به شاهه ٿو چوي:

”سوهو سرخيءَ جو، جنهن پاتو جن
تنهن ڏٺو تن، رنگ نه رتي جهڙو.“

انهي لاءِ گرو نانڪ صاحب ٿو چوي:

”جيڪي چولي رتڙي، ڪنت ٺڳا کي پاس“

مايا جي ڪاڪ مان ٺري، هاڻ گيان ۽ آنند جي ڪاڪ تي پهتي آهي. اتي شاهه خوشيءَ منجهان ٿو چوي ته:

١- هلو هلو ڪاڪ تڙ، جتي ليکهن اچل
لڪا جهل نه پل، سڀڪو ٻـي ڀرانءِ کي.
٢- هلو هلو ڪاڪ تڙ، جتي ليکهن ٻيار
ڪاهي اي ٺوار، سڀڪا ٻـي ڀرانهه کي.
٣- هلو هلو ڪاڪ تڙ، جتي ڪهڙ جي ليکهن
لڪا رامع نه ڏيکهن، سڀڪو ٻـي ڀرانءِ کي.

راڻي جو ”ڪرهو“ ڇا آهي؟ شاهه ڪرهو، چالڪو،

---

ڪڇمڇ = مڪمل، حبر. ڪمالي = پوري، سڄي. رتو = ڳاڙهي رنگ جو ڪپڙو يا پوشاڪ. اپائجڻ = ڊرائجڻ، رنگ بدلائڻ. هالاري = هالار جو، هالن جو ٻيا ڳاڙهو. سرخيءَ جو = لعلاڻ جو. ڪاڪ تڙ = ڪاڪ جو تڙ، ڪاڪ جي جاءِ.

۔ آهي، مٿو، ليڙو، اهي لفظ ”من“ لاءِ ڪم آندا آهن، جن
جو ايمان جدا سر ۾ ڏنو اٿس، جو هر هر گهڙيءَ چالاڪي کي
ٿو چوي ته اي چالاڪ، تون چندن جهڙا سهڻا ٻرهم آنند
جا مزا ڇڏي وڃي لالچ کي ٿو ڪاڍين، يعني وشين لسو
ٻوڙين. راڻي جو ڪرهو رواجي ڪرهو نه آهي، مگر راڻي
جو ڪرهو ”من“ مارئل آهي، من ئي هو هسوار آهي. ٻيو
اهو ساڳيو من، جو اڳئين مالڪ جي وس ٿيي ”ڪڏالورو“
ڪرهو سڏبو هو، سو ساڳيو من هينئر هڪ اتم مددگار آهي،
جو ته منجهائس خرابي ڪڍي وئي آهي. ٻيو ته اهو من،
عقل ومال جي آهي، جنهن لي لوڪي ڇڙهي سهو ٿو ڪري.
اهو من يعني مٿو سڀ آنند ٿو ماڻي :

” آڪون ڏاکون، سرڪنڊ شاخون، جو ڪاڻ چندن ڪوڙ
مٿي سهٽي مالها، جيئن نه ٿيون ٻوڙ. “

اڳي، ڪڏهين من يعني آٺ، ڪو جگر سواد وٺندو هو
نه پوڙو ۽ ايما ڪيس هلاڪ ڪندا هئا. هاڻ نه اهي، نه ڪو ان
کا هلاڪ ڪندس. هاڻي مٿو آتم دسي آهي، ٺهڪري
پاڪل سرهو آهي. اڳي دٻ ۾ هو، هاڻي ئي ڊپ ٻو آهي.

” ڪرهو سرهو ڏٺو ۾، نه لنوٺ ڊپ نه ڏاڻ “

هڪ سمجهاڻي مومل راڻي جي مٿين آهي، جا معنيٰ
۽ شاهه منجهس وڌي آهي. اي معنيٰ منجهس هماڻن آهي.
هڪڙيءَ ۾ راڻو مومل لاءِ محتاج آهي، ٻيءَ ۾، مومل راڻي
لاءِ محتاج آهي. الهه تصوف جي جاڳرءَ جي نظر ۾، هي
اڳي، هڪ شيءِ جا ٻه پاسا آهن.
مومل طالب آهي ۽ راڻو رهبر يعني مرشد آهي. طلسم

---

آڪون = اڪرومت يا مهوي جو قسم. ٻوڙ = گهمن، ڦرن.

جي ڪرامت ڏٺي کان پوءِ، ناڙ جي هار ڪاٽڻ بعد، راڻو مرشد،
اچي موڪل طالب کي ملي ٿو. اهڙي مرشد جو، شاهه صاحب
موڪل راڻي پر سهڻيءَ عبارت ۾ بيان ٿو ڪري. مهيندرو راڻو
آهي ته شاهه صاحب کي انهن زنده جوڳين جو درشن ٿيو
آهي، جي هميشه حيات آهن، جيئن اسلام موجب چاليهه
ابدال هن دنيا ۾ رهن ٿا. اهڙيڪي هندو رشي ٿا چون،
جي وسشٽ، نارد، اگستيءَ وانگر، هن زمين تي رهن ٿا ۽
دنيا جي ڪاروبار، دنيوي ۽ ديني هلائين ٿا ۽ جنهن لاءِ
ڪيترا چوي ٿا ته لائق لنگهڻ بعد "هو گمائي، انهن جي جاءِ
وارا، ٻيا ڪي اچي آباد ٿيندا."

هندن، مسلمانن ۽ ٻين جي ڌرمي ڪتابن ۾ انهن جي
زندگي ثابت آهي. ڀاڳوت پراڻ ۽ ٻين پراڻن ۾ به چٽو
لکيل آهي ته اهڙا ڪامل مرشد حيات آهن جي "وسنتي
مها لوڪ ٻلين" يعني مها لوڪ جي ٻل سان رهن ٿا. اهڙا
سڀ گرو ڪامل رهن ٿا اهي لاءِ ته، ڪالڪين يا طالبن
کي راهه راست تي آڻي، پند ڪرائي، سالڪ بڻائين. شاهه
ٿو چوي ته راڻو به هڪ اهڙو ڪامل فقير هو:

"راڻي جي رهاڻ مان، ڪو آديسي آهو
چوڏهينءَ ماهه چنڊ جيئن، ڪو ساميءَ سهائو
لٿو اونداهو، جوڳيءَ سنديءَ جوت سان."

ڪيترن اهڙن سرن ۾ به، خاص ڪري رامڪليءَ ۾، شاهه
هنن جوڳين جا بيان ڪيا آهن، جن ڪرڻ "لسي" راضي
ٿي، "هڪ جو اڪر ولکرو" سهڻ شهد اڙم جو ڏنو آهي،

---

ابدال = اوليائن جو قسم، مهارشي.
سهائو = سهائي، روشنائي.

جو "اوم" م ۽ ا جو تلفظ آهي. "عمر ڪي ۾ الف
نهين اڳيان،" اهو ولڪرو ڳول اکر اوم جو ۽ ايا گهٽيٽي
جوڳ جا شعب، اهين سرن ۾ ٿيان ۽ بدن وغيره جي رستي
سمجهايل آهن.

اهڙن ڪانن ۾، شاه لطيف سنسڪرت زبان جا لفظ نه ڪم
آڻي. هون ته ب. ت. سنڌي ٻوليءَ جو بنياد سنسڪرت آهي،
ته ڳو ابترو، ٻيو ڪيترن ڄاڻن جو راءِ آهي ته سنڌي
ٻولين جي سنسڪرت مان نڪتيون آهن، مثلاً هندي،
گجراتي، مرهٽي، بنگالي، انهن مڙني کان، ويا ڪرڻ ۾
سنڌي ٻولي، سنسڪرت کي ويجهي ۾ ويجهي آهي.
سنڌيءَ جا ايا لفظ ته گهڻو ڪري سنسڪرت مان آهن.
اڳين صفحي مان ٿي ڏسي سگهو ته، نسي، گورو،
آدسي، سامي، جوت، وغيره اهي، لفظ ٿيهن کان سواءِ ايا ته
ايڪ لفظ، سنسڪرت جا آهن. مان انهي ڳالهه تي ڌيان
انهي ڪري ٿو ڇڪايان، جو ڪن سنڌيءَ جي ڳرانٽ ڪارن جو
اهو خيال ٿيندو آهي، جو هو اهڙن لفظن تي اعتراض وٺندا
آهن، ته اهي لفظ ڪٿان ۾ ته هجن. ٻيو اهو سندن اعتراض يا ته
تعصب تي ٻڌل آهي، يا نه اڻ ڄاڻ تي ٻڌل آهي. جي انهن
لفظن تي اعتراض آڻيو ته شاه جي رسالي کي ٻوڙڻو پوندو.
ڪن پارن کي اعتراض وري پارسي ۽ عربي لفظن تي
هوندو آهي. شاه جي لکڻيءَ ۾ اهي موجود آهن. نه رڳو
اهي زبانون موجود آهن، پر اهي اهي "Cultures" علم،
هندو ۽ عربي، سنڌي ۽ اسلامي، هن هڪ ڪري رسالي ۾
مڙهيا آهن، جنهن ڪري ٿي نهايت خوبصورتي حاصل
ڪئي ويئي آهي. مون نه اها ڳالهه، هن آڪاڻيءَ ۾ فقط راست
وينڊي ڪري ڪئي آهي

شاهه صاحب، انهيءَ خوشيءَ وچان، ڪامل مرشد جا ايمان ڪما آهن. انهن ايمن ۾، هن جي شاعراڻي ٻولي ڪيئن اڻڇي معمول لي رهبر ناهي ۽ هنجا خيال، امر زمان ۾ وٺي ولهو لاهن چوي ٿو ته، اهو راڻو، ڪيئن روح جي رهاڻ مان آئل آديسي هو، هن جي شڪل، خوڊس جي چنڊ جي جهڙي هئي، جهڙو "ماهه منير" پورڻ ماسيءَ جو چنڊ. جيئن گرو نانڪ صاحب ٿو چوي ته "مٺي ڏ لڳ"، ائين شاهه ٿو چوي "لاهو اونداهو." جيئن گرو ته "جاڳ" سهائيءَ جي جوانيءَ جي ڳالهه ڪئي آهي، ائين سائين سر ۾، شاهه مرشد ڪامل کي، سڄڻ سان مشابهت ڏني آهي. سڄڻ، جنهن صبح جو پره وقت ڏسبو آهي، اڄ هن ڪهڙي نه سندر ۽ سهڻي صورت هوندي اٿس!

"پره جيئن پيدا ٿيو، ڪي سامي ڪي سڄڻ،
مٿس رلو مولهيو، جيئن سا ڪڪر رڄ."

شاهه ٿو چوي ته مون جنهن ڏي منهن ڏيئو ماڻس، اهڙي منهن چيم ته "ڪي سامي، ڪي سڄڻ!" ته هي سوامي گرو ته آهي، ڪين سڄڻ آهي! هن جي مٿان مولهيو ته هو، مولهيو جي معنيٰ دستار آهي، جا مرشد جي مٿي تي هئي. جيئن ڪڪر تي، لڪڙ رڄ جو، سونهن ڪندو آهي، ائين هن جي مٿي تي هنجو مولهيو، حسن ولهو اندر هو. مٿي تي مولهيو هوس ۽ ڪلهن تي ڇا هوس؟

"سائي شال ڪلهن ۾، سامي‌ءَ سون سري."

اها چادر سون سري هئي، مٿس سون جو ڪم ٿيل هو. اهي مولهيي تي جڙاءُ هو. ۽ اهو جڙاءُ ڇا جو هو؟

"جوڳيءَ ٿي جڙاءُ، لسو رو لسي انهن جو."

هن مرشد جي منهن ۾، ڪهڙي جرڪون هيون، ڪهڙي

ورن هئا. جيئن سج، صبح جو اڀرندي سان جدا جدا
راسن ۾، جدا جدا رونق ڪندو آهي، ائين ڪامل گروهه
جي سورج واري ڪيان روپ ۾، قسم قسم جا چمتڪار هئا.

”سج سهائي جا ڪري، ساميءَ سان ڙاڪ
سهي نه سگهان ساعت سين، تنهنجي راسن جي رونق.“

هنجي گلي ۾ چا هو؟ ”ماڻها موچاري.“ اي ا، الهي
هئڻ، شاهه صاحب هڪ ڳالهه ٿو ڪري، جا ڏوک جي آهي.
چوي ٿو ته:

”ڪستوريءَ خوشبوءِ سين، تهن ولاڻ سڀ واسي!“

هن جوڳيءَ ۾ اهڙي ڪا خوشبوء هئي، جنهن جو واس
چوگرد ڦهلجي ويو هو. تصوف وارا چون ٿا، ته جوڳيءَ
جي بدن مان خوشبوء ٿي اچي.
شاهه ٿو راڳي ڳالهه چوي:

”سج سهائي جا ڪري، ساميءَ سائي روهه،
اچي ٿي عطر جي، مڃهان مهڪ بوءِ.“

ته سڃهن گهر جي، ته اهي جوڳي ڪو رنگ لباسي فقير
آهن، اهي جوڳي به جدا جدا قسمن جا آهن. ڪي ڪٽي
لباس پر به هوندا آهن، پر ميڃهانئن ڪيترا لباس ۾ به هوندا
آهن. ڪي مرشد ڪامل، ڪي پيغمبر، ڪيري ۾ آيا، ڪي
باڪ امريءَ ۾ آيا. ڪي راجا هئا، ڪي رنگ هئا، ڪي
ملڪ وارا هئا، ڪي ملڪ ڪان ڌار هئا.

”سهڻين سامي آئيا، ڀاڄو ملڪن ڌار
ڪن ڪيما، ڪتون چوڌارن، ڪي سهڻن ڪن سڌڳار

---

سهائي = صبح جو، اڀرندي. رنگ = رنگ.
واسي = سڳند سان ڀرار. روهه = شڪل. مهڪ =
موڪهو، دستار.

كين ڏين دنيا جوڙيو، كي لانگا لڳن ڏار."

كن گوتم وانگر فقيري اختيار كئي، كن كرشن
وانگر اميري ورتي، كي وسشٽ وانگر رهيا، ته كي
رامچندر وانگر رهيا. رشي ٻن قسمن جا ڄاڻايل آهن:
هڪڙا راج رشي، ٻيا برهم رشي. كرشن، رامچندر،
محمد صاحب، گرو گوبند سنگهه صاحب ۽ ٻيا
"راج رشي" هئا، يعني حاكم ٿي رهيا، جنكيون جونيائون
كن ته شان ائومان به ڇوڙيو. كي وري برهم رشي
وسشٽ ۽ گرو نانك صاحب وانگر ٿي رهيا، جي حاكماڻيءَ
۾ نه هئا، مگر فقيريءَ ۾ هئا. انهن "دين دنيا جوڙيو"،
انهن جو كم هو "دين" يعني ڌرم ڦهلائڻ سان. كي
راج گورو آهن، كي وديا گورو آهن؛ كي راجنيتيءَ ۾
آهن، كي ڌرم نيتيءَ ۾ آهن. كي مدد وانگر قاعدن
قاعيدڻ ۽ هلائيندڙ آهن، كي كتري آهن، كي براهمڻ
آهن. تصوف موجب ساري دنيا جي حكومت "اندرين
سركار" جي هٿ ۾ آهي، جنهن اسمت اسلام ۾ چوي
ته چاليهن ابدالن جي هٿ دنيا آهي. انهن كي "ابدال"
به ٿو چيو وڃي، انهن كي "اڌي كارڪ" به ٿو چيو
وڃي. اها حكومت بلكل انتظام واري آهي ۽ هي
ٻاهريون سركاريون فقط هن "سركار" جو كو ڀاڱو آهن.
البت، انهن ٻاهرين سركارن جي ڏوري به انهيءَ اندرينءَ
سركار جي هٿ ۾ آهي. سڄي ٻڄي عملداري اندر آهي.
جدا جدا كمن ۽ ڌڪڻن لئي، جدا جدا رشي مقرر ٿيل آهن.
كي راجنيتيءَ ۾ آهن، كي ڌرم نيتيءَ ۾ آهن، كي
وري ٻين كمن لئي به آهن. كي جلالي آهن، كي جمالي
آهن. جلالي يعني جلال وارا يا طاقت ركندڙ حاكم آهن،

جن ۾ "Will" اڇا شڪتي زور آهي. جمالي يعني جمال
يا حسن يا آنند وارا، وري وڌيڪ گهڻو آهن، جن ۾ "آنند"
شڪتي زور آهي. پر جلالين وٽ جمال به آهي، ۽ جمالين
وٽ جلال به آهي. سڀني ڌرمن ۾ انهن جو ذڪر آهي.
انجيل جي "ريوليشن" واري باب ۾ به گهڻيون اهڙيون
ڳالهيون آهن. صوفي چون ٿا ته انهن مڙني مان "قطب"
آهي، جنهن کي "King" and "Star" ٿا چون. مطلب
ته جدا جدا ڌرمن ۽ ڪتابن ۾ رڳو نالا ڦريل آهن.

شاهه صاحب مومل راڻي، ڪاهوڙيءَ ۽ ڌار ڪليءَ ۾
نهايت اونها بيان انهن ڪاملن جا ڏنا آهن، جن کي ڪولاڻ
۽ ڦولهڻ پر، وڏو ڪتاب ٿي سگهي ٿو.

اهو مرشد ليکن وارو، جو "سج ورناءِ" سج جي ورن
وارو آهي، جو انهي ليکن جي جوليءَ مان، "پتنگ جيئن
پيدا ٿيو آهي"، سو ڇا جي لاءِ ٿو اچي؟

"فيض فراق فقير، جوڳي جاڳائي ويو."

مومل طالب، اهڙي مرشد سان ملاڪ ڪري، هن کي پنهنجو
گرو پيار ڪري ٿي سمجهي ۽ طلسم واري ناٽڪ کي ڇڏي
ٿي. شش ۽ گرو، طالب ۽ مطلوب، مريد ۽ مرشد جو عشق
ٿو هلي. اهو عشق هميشه کان "ڪرشن ۽ گوپيءَ" جي
صورت ۾ جوڳي فقير ظاهر ٿا ڪن. مومل، مرشد کي ملاڪ
ڪري، پنهنجي جيوت جا رستا قربانيءَ لاءِ ڏنا ڪري. پر
هي پنڌ بلڪل اوکو آهي، هن پنڌ ۾ گهڻيئي اندريان وڪار
ڪڍي ڇڏڻا آهن. مومل ڪيتري ئي ڪوشش ڪئي، پر
سومل ساٿس هئي، تنهن ڪم ڪاري ڇڏيو:

---

. ناءِ = ورن يا رنگ وارو.

"مومل صورت سهڻي، پر سومل آهس ساڃ
مومل مورت مور جي، پر سومل ٻئون ڪاڄ."
(گلراج)

مومل باغ گل گلاب جو آهي. پر اها سومل گل ۾ خار يعني ڪنڊو ٿي بيٺل اٿس. اها سومل جنهن کي Lower self اَڌ ۽ آتما چئجي يا جنهنکي نفس چئجي، سا وري به "غفلت" ۾ آڻي، راڻي کان ڪمس جدا ٿي ڪرائي. مومل طالب جي رستي ۾ ڪانئن بيٺي پاٿي ته هاڻ ٿيهو، راڻو مدهوش آهي ۽ سو جي مون ڪيهه غفلت ڪئي ته جا ٿيو. سا اڌوراهيءَ جي ننڊ ۾ اچي وڃي ۽ پوءِ سومل الهي غفلت جو حساب وٺڻو چڙيس ۽ راڻي کان جدا ڪري ڇڏيو ڪريس. اها ساڳي ڳالهه، شاهه لطيف جي سر ۾ آندي آهي، ۽ ساڳي ڳالهه سسئيءَ ۾ آندي اٿس، جتي سسئي غفلت ۾ سمهي رهي ۽ ڏير پنهونءَ کي کڻي ويا. الهيءَ ساڳيءَ غفلت ڪري، ڪرشن راڌا کي ڇڏي ويو. پر الهيءَ بعد، عاشق طالب کي، ڏک مان ئو لنگهڻو پوي. مومل راڻي ۾ به اها درد جي دانهن ڪئي آهي، جتي مومل لهي ويراڳ مان ٿي لنگهي، جنهنجو مٿي ايمان باريڪ ڏس آهي. عاشق جو رنگ اڀانجهو وڃي ۽ هو پڪاري ٿو ته اي راڻا، اچ "راحت جا ڏينهن".

"مون ڪان لاهه ۾ همت، ڪامل ڏينهن ڪاڪ جا."
"ارڪسيءَ، عبداللطيف چئي، اچي آڌر ڏيج."
وڃاريءَ جو قلب پرزا ٿيو ويو ۽ ائين ٻاهي چوي ته:
"آئين اڱڻين آهيان، پنهنجي تنهنجي پرول
نڪاڻا ۽ نول، وسهه مون ره ٿيا."
چري ٿي ته آءُ راڻا، ڪامل ڏيهي، آئين سڀ ڪجهه

توتان قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. قاصد هٿان ٿي چوائي موڪليمس. اهو قاصد به مسن آهي. اهو من، اهو ڪرهو ٻڪو آهي. ڏسڻ ۾ ننڍو آهي، پر هو طاقت ۾ وڏو آهي.

"ننڍو تان ڪره، پر وڪڻ آهه وڏو."

اهو ننڍو من "ٻهس ٻکي جيئن ٻوءِ" جنهنجي رفتار ٻکيءَ جهڙي آهي؛ بلڪ اُن کان به تکي آهي، سو عبادت ۾، بندگيءَ ۾، ڌيان ڌوڪ ۾، روح جي ڏاچيءَ راڻي يعني مرشد وٽ داڻهن لڳو ڪري ته منهنجي مومل يعني منهنجي ٻکي آتما، تو بنا دکي آهي. اي مرشد:

"تون گهڻين سنڌن گهورجين، مون ڳرِ توهين هڪڙو."

اي ڪرشن، تنهنجون گوپيون يعني تنهنجا ٻيا گهڻا آهن، مگر مون لاءِ ته تون هڪڙو ئي آهين.

جيئن هندو ماڻهو ڪرشن جو نالو ڳنهندا آهن، ايئن شاه صاحب وري "محمد مصطفيٰ" ڪري تو راڻي کي سڏ ڪري. مومل ٿي لکيس.

"حال قربان، مال قربان، گهوريان لنڊاڻو
فدا ٿيءَ فقير جو، شل رسي مر راڻو
ٻٽين سڀن ماڻو، مداسب ته مهندرا."

مرشد، تون مونکي "ٻڍيءَ جيئن اڏي" وٺو آهين.

"ٻڏي ليا ٻڌڪ لڳيءَ، ڪامل ڪڍيان جو."

سودا الهي ڪري ٿي منهنجو ساهه قربان آهي.

"هاڻي وهڻ وڃ لوڙ، جاڳيو ٿي جو هاريان."

---

وڪڻ = وڪ ۾. وڏو = گهڻو، وڏ. ٻهس = رفتار.
فدا = قربان. جر = جل پاڻي.

اچ نه آئي تو ليءِ ”ٻڙ وار وڇايان.“ نه ننڍڙي ٻرڻ کي کڄهه ۽ سخت نه لڳي، ۽ اُن ننڍڙي وارن جي هنڌ تان لنگهي وڃون.

”مون سار ٻڌي ڦاٽا، اچڻ جي هڪ وار
نه ٻوڙيان ڏريان ٻهڪيون، هنڌ وڇايانءِ وار
دوست سڀ جمار، هوند گولي ٿي گذاريان“

آخر، ڪامل مرشد محمد مصطفيٰ وٽان، قاصد خبر ڏئي تو اچي، ته مرشد هاڻ وري مومل کي ملڻ لاءِ اچي ٿو.

”ڪاڪيان قاصد آئيو، راڻي ٻاس رمي
چڙهيو محمد مصطفيٰ، دوست دم دمي.“

ٻوءِ ڪهڙي ٿي حالت ٿئي؟ ٻوءِ مومل وصال ۾ ٿي اچي.

”ايمان خوف ۽ خطرو، لڪو غم غمي
ڪوڙ ڪيو ڪرمي، جهنڊو ٿو جهان ۾.“

ادب ۽ پيار ۾ ٻڌجي، راڻي ڪرميءَ جي ساراهه ٿي ڪري ته ننڍڙي ڏوهه ڏي ڏسڻ ۽ ڪين ڏٺائون:

”ڏسو ڏوهه اکين سان، ته ٻاجهه ٻڌو ٻولي
ڪري ڪاڻارن جا، سي خاوند نه کولي.“

پڇاس ٿي:

”راڻا هوس رٿي، تو ساڻن مون سون ڪيو.“
مان ڇا هوس؟ مٽي هوس، اُنو مونکي سون ڪيو.

---

ٻڙ = وڻ يا ٻوٽي جي جاءِ يا جنهن تي وڇائجي يا سمهجي. رمي = گهمي، رهي، هلي. دم دمي = ساهه ڏيڻ، هتي لوڪ جي ٻرائي جي اساس آهي.
ڪرمي = ڏيا رارو

"تون ٻارس، مان نروه" يعني تون هان "عهد کي اعليٰ کيو." آئون جي ديدار بعد، مرشد ڪامل جي ملڻ بعد، جيئن وڏي درجي کي تو پاتي ۽ جهڙن مکتيءَ جي درجي کي تو رسي ۽ دکن کان نکري عرش جي چوٽيءَ کي تو پهچي:

"هاڻي متي ڏِڪَ، چڙهيو ٿي چاڙهه ڪريان."

ائهي منزل تي پهچڻ کي معلوم ٿو ٿئي، ته يار! اتي ڪاڪ، اڪر ڪرهو، نڪا ٿي مومل! هي وڏو ٿي راڻو آهي. ڪاڪ، ڪرها ۽ موملون، سڀ اندر آهن. هي درياهه وڏو اڻ هوندو هو. جيئن سامي ٿو چوي ته:

"اڻ هوندي درياهه ۾ ڪهوڙا ٿو ڪاڻي."

١- ڪمڏائهن ڪاهيان ڪرهو، چوڏس چڱاڻو
منجهان ڪاڪ ڪڪوري، منجهان نڪاڻو
راڻو ۽ راڻو، ريءَ راڻي ٻيو ناه ڪو.

٢- منجهه ئي ڪاڪ ڪڪوري، منجهه ئي باغ بهار
ڪالهه ئي ايءَ نروار، ٿيو مڙئو ٿي ميمدر و.

اهڙو آهي قصو مومل راڻي جو. شال راڻو پنهنجي مهر ڪري، سڀني جي دل ماريءَ مومل کي ملي. راڻو سياڻو، صبر جو صاحب آهي، هر وقت طالب کي پنهنجي پڄڻ واڪر هٿڙو ڪي هلائي ٿو. ٻهراڻ سا تڪليف آهي، پر اهي تڪليف منجهان ئي فائدو آهي.

---

چاڙهه = لاڏ ڪوڏ. ڏڪ = ڏيک يا آڏاڻهن جاهه جتان چڱو ڏسي سگهجي. چوڏس = چوڌاري. چڱاڻو = اڻش نڪار، روشنداري.

# راءِ ڏياچ

... هن آڪاڻين جو نه "ڪي رند پروڙين راز"، پر آءٌ فقط
ڪن ٿورن گفتن جو مفهوم بيان ڪري سگهندس. شاهه
صاحب هن سر رند جي آڪاڻيءَ ۾ پنهنجي دل جو حال به
ڏنو آهي ۽ سچن عارفن ۽ سچن شهيدن جي حالت جو
بيان ڪيو آهي. راهه روحانيءَ جي پيچ جو پردو کوليو
اٿس. راءِ ڏياچ ڀرائي اڳين ڏِٺن مان هڪ آهي.

"ڏيو راءِ ڏياچ، هي سر صاحب تان صدقو"

اهي روح جڏهن پرلاءِ جي پهرين ٿي پون ٿا، تڏهن
هنن کي ڪهڙيءَ ڪشت ۽ ڏاکڙا ڏسڻا ٿا پون. اهڙين نه آهي
نه هو فقط فقيري لباس ۾ ٿا گذارين، پر هو دنيا جي ڪمن
۾ رهي، دنيا جي بهبوديءَ لاءِ به جهد ڪن ٿا. الهيءَ
محبت ۾ هنن کي دنيا جي خدمت منجهه، سر جي سٽ
ڏيڻي ٿي پوي. شاهه صاحب راءِ ڏياچ جي آڪاڻيءَ ڪسي
ولي امڙي هڪ مثال جي بدرالسي ڪئي آهي ۽ المست
الهي ۾ الدرين تصوف جي نه پاسي بجايل آهي. راءِ ڏياچ
"طالب" آهي، جنهنڪي ڪالڪي يا جڳباهو به چئجي.
طالب الهيءَ منزل ٿي آيو آهي، جتي رڱي ڪهڻي شل
اٿس. دل جي سخا کي رستو آهي ۽ درالهيءَ جي ميدان

۽ ڏک سُک لاءِ تيار ٿيو آهي. انجيل سچو مرشد آهي، جو "آمر ديس" جو واسي آهي ۽ جو آڪاشيءَ ۾ "ٻرڏيسان ٻنڌ ڪري، هلي آيو هيٺ". اهي مرشد، اهڙي گورو، اندريان دنيا جا رهبر آهن. هو هميشه، طالب جي جانچ ۾ رهن ٿا. جڏهن دنيا جي انسان جي اونداهين دليءَ ۾، ڪٿي ڪا روشنيءَ جي ذرڙي ڏسن ٿا، تڏهن لهي اچي دل وٽ اچن ٿا ۽ در کڙڪائين ٿا:

"دوست چوي آءٌ ٻاهر آهيان
هر هر ٻيو آءٌ در کڙڪايان
سڏ سڻي جو تاڙي لاهي
در کل ۾ مون درشن پائي."
(انجيل)

جيسين سون، مال، مايا ۽ تماچار جي ڪنجين سان دل جي ٺوريءَ جو قفل بند آهي، تيسين هو مرشد لاچار آهي. پر جڏهن وقت قربانيءَ ۽ عشق جي ڪنجي لڳائي دل کولجي ٿي، تڏهن وقت مرشد دوست اچي حاضر ٿو ٿئي. جيسين دل جي تلاءُ ۾ ڪانگن يعني وشين جو گوڙ آهي، تيسين هنس ٻڪي، هنج، اتي نه اچي سگهن. پر جتي دل ۾ آرزو آهي ۽ عشق جي اڪ آهي، اتي مرشد هنج اچي حاضر ٿئي ٿو. جيئن ڪاراڻل ۾ لسو شاهه چوي:

"اچو ٻاکي لڙ ٿيو، ڪالڙ ري ڪنڪن،
ايندا ٿيج مرن، تنهن سر متي هنجڙا."

جتي دل جو اچو ٻاکي مرو ٿيو آهي، يعني ڪنڪن

---

ڪالڙ ري = مرو يا ڪارو ڪمو.

(دشمن) لڙائي ڪاڻ ڄاڻو آهي، اُتي هيٺ ڪين ايندا.
جيئن شاعر ٽينيسن لو چوي ٿو ته "سونا روح" اُتي
لڪا اچي سگهن:

" But when doubt at the portal waits

And the house is full of din

They can but listen at the gates

And hear the household jar within."

اهي مگڻا، اهي "سونا روح"، اهي مرشد، ڪي ٻيهر
ٺڪر ڪين آهن. بلڪ اهي "ڪارڪ" آهن، دنيا جا
حلاليندڙ آهن. اهي ڪمالي اسم جي جاڻڻ وارا آهن، جن
نسبت گيتا چوي ٿي ته "اي ارجن، جڏهن تون
(ارڄن، پرش ۽ شيوا سان) ٻاٽ کي لائق ڪندين، تڏهن
توکي 'ڪمالي اسم جي جاڻڻ وارا' اچي اپديش ڏيندا."

تصوف يعني صوفين جي عقيدي موجب، جي طالب
مرشد لاءِ ڪاڻکي آهي، ته مرشد به طالب جو ڳولائو آهي.
پر هميشه اهڙيءَ ڳولا ۾ آهي ته ڪٿي ڪو انسان خوديءَ
جي ڇاڙي لاهي ته آءُ اُنکي درشن ڏيان. اهڙا طالب ڪو
لباس ۾ هرو ڀرو ڪونه لڳا رهن. دنيا ۾ رهي، دنيا جي
خدمت جي ڪن ٿا، سي لڳي اڪثر مرشد کي پاڻهين لڳا.
شاهه اهي مرشد جا جيڪي بيان ڏنا آهن، سي اڪثر
آهن. مون موهل ڳالهه جي آڪاسيءَ ۾ هن ڳالهه جي ورڪ
اپتار ڪئي آهي؛ جو ته اُهي سڀ ۾ اُهي بيان لاڳاپي ڏنل
آهن. شاهه سر سورٺ ۾ لکو چوي ٿو ته اهڙا مگڻا ڪڏهن
مصلحت پٽاندر ٿا اچن. جڏهن ڪا ڪمالي ڪم ڪري
لو، تڏهن هو اچن ٿا. جتي به مرشد اچي ٿو، اتي
"چاندورنا" چنڊ جي جولي، روشنائي، جهلڪا ٿي ڏئي.

"ري مصلحت مڱڻا، قصر ڪين اچن
لوڙ لڄلو لوڙ سهن، لهڻو لڱ ٻسن
ڄمي ۾ ڪنگهارجي، چالهوڙا چمڪن."

اهڙي محبوب مرشد جي شڪل ڪهڙي آهي!

"چوڏهينءَ ماه، چنڊ جهڙن، ڪمر سامهيءَ سهائو."
(مومل راڻو)

هن مان "مشڪ ڪٿوريءَ بوءِ" پئي اچي. هن جي لوڙ جو لڄلو اکين سان ڏسي لڱ ٻهار ٿيا ٿين. اهڙو مرشد "اُمت جو آڌار" ڪهڙو آهي!

"ناز مهاران لڪري، جڏهين ٻاڻ ڪري ٿو ٻڌڪ
ٻارنءِ ٻٽ بسم الله چئي، راه ڇني ٿي رند
اُٻهون ڪڍي ادب سين، ولي حرون حمرس هنڌ
سالڪنءِ جو سوڳند، ساڄن سڀئان سهڻو."

اهڙو سهڻو مرشد راه ڏياچ وقت "وڃان وارڻ آئو."
آهي ويري ڪير آهن، جي طالب ۽ مرشد جي وچ ۾ جدائي ٿا آڻين؟ آهي ڪام، ڪرڌ، لوڀ، موه وارا دشمن آهن، جن کي شيڪسپيئر "Rebel Powers" باغي طاقتون لـو ڪوٺي. جن کي شاه سر ڪاراڻل ۾ ڪالنگ جهڙا ڪي ٿو ڪوٺي. جڏهين طالب مرشد کي ٻاڏ جي لائق ٿئي ٿو، تڏهين مرشد "واڄو ولائي وڄالي" ڪيس سڏائي ڪري ٿو. اهو ولائي يعني آلم دلس جو سرود آهي، اها ڪرشن واري مرلي آهي، اهو الهو جو آواز آهي، اهو "حمد الحمد"

---

قصر = مطلب ۾. ڄمو = ڄهو. چالهوڙا = ورڇندڙون.
ٻارنءِ = زمين. رند = رستو. اُٻهون = ٻاهون.
سوڳند = قسم.

آهي، اهو سُر اسراري آهي، جنهن کي شيڪسپيئر ”Music of the spheres“ ٿو ڪوٺي. اهو سر دل اندر ٻڌو ٿو وڃي. پر اهو منتر ڪو مرشد ڏئي، ته جنهن آواز اسراري لڪري. اهو منتر سچو ”نام“ آهي. الهي محبوب جي مرليءَ جو فقط آواز ٿو ڪن تي پوي ته طالب راهه ڏانهن وانگر بيهوش ٿيو وڃي. هو ڳالهه ڪان ڪتو ٿي، الهي آتم رس کي پائڻ جو ڪانڪي ٿو لڳي؛ مرشد کي عرض ٿو ڪري ته ”مهان مهربان، چوري چڻگ چکيم ڪي.“ مرشد آهي ٿي مرليءَ وارو، سو روح کي راز ٻڌائڻ لاءِ تيار آهي. پر ”ڪٺار ڪنار ڪان لڪو آهي، مشڪل پنڌ اوانگهو (ڪٺنو اينهد). الهي اوکي پنڌري تي هلڻ ڪر چوڇو ته آهي. اتي سر ڏيڻ ڪانسواءِ ٻيو چارو ڪونه آهي.

”سر مڱي، سر گهوري، سر ڏيه لڳي ته صلاح.“

”ماٺ جي آواز“ نالي ڪتاب ۾، مئڊم بلاوٽسڪي ٿي چوي:

"Give up thy life, if thou wouldst live."

”حياتي گهرين ته سر ڏي.“ هاڻ اهو سر ڇا آهي؟ هي بدني سر آهي؟ هائو، اهو پڻ ته آهي. انهيءَ نفس سان جنهن جو تعلق آهي، سو هن پنڌ ۾ نه هلي سگهي. اهو سر ته صوفي تريءَ تي کڻيو گهمي.

”مٿا مُهانَين جا، پيا ته ڏسين پٽ
ڪلالڪي هٽ، ڪسڻ جو ڪوپ وهي.“
(ڪلاڻ)

پر راهه ڏانهن ٿو چوي ته هي سر هڪڙو ڪوڙي شيءِ

---

مهاڻن = وڏن بلن. ڪوپ = ٿهر، ڍار.

آهي؟ جي هزار سر هڻن ته به لورا. هي هنڌ اهو مڪتو آهي، هن ۾ مال نه مريءَ جيترو به ڪين آهي! شاهه ڪلهاڻو ۾ لو چوي ته رکو الهي پاهرئين سر ڏيڻ جي راهه هجي ته عاشق گهڻيئي اچن. اهو سر ته جوش جذبي ۾، جنگ جاهه، ۾ به ڏيو ڪنهن جي. پر پوءِ، الهي ڪري ڪو "سر اسراري" حاصل ڪري ڪيندو. هيءُ سر ڪا ٻي شيءِ آهي! اهو پڻ سر ڏيڻ ڏکيو آهي، باقي هي سر ڏيڻ سولو آهي.

"ڏيڻ گهڻو ڏهلو، سپي ڏيڻ سک."

ڪهڙي اها شيءِ آهي؟ صوفين الهي راز سمجهڻ جي همٿ ڪوشش ڪئي آهي:

"ڪنهن ڪنهن ماڻهن، پيئي ڪل ڪاڻي
رسما جي رمز کي، تن پارسي پالي."

اها پارسي، اهو ڳجهه، جنهن کي سالڪن بتائي، سو سمجهي.

"لسهه ڀڳهالي السالڪا، جس هوري سو پرسن!"

جنهن تي پيڇل جي پاڇه لڳي، يعني جو پيڇل جي پاڇه جو لائق لڳي، تنهن کي هيءُ خبر آهي. راءِ جي سمجهه ۾ سر ڏيڻ جي معنيٰ آهي "جزي" جي هستيءَ کي گم ڪرڻ ۽ "ڪل" جي هستيءَ ۾ سمائڻ.

Submit the Individual to the Universal. (Emerson)

ساڳي ڳالهه، امرسن امريڪا واري ڪئي آهي. اهو سر "اهنڪار" آهي. اهنڪار معنيٰ رکو هستي ۽ وڏائي ۽ آهي، اهنڪار ڪا وڏي شيءِ آهي. اها "اهم، آءِ" جا پاڇي تي ته "آءِ" ڪرتا آهيان، يعني "آءِ تو ڪرپان"،

---

ڏهلو = ڏکيو. ماڻهن = ماڻهوءَ کي.

ٽيهون ٽالو اهنڪار آهي. ڪرشن گيتا ۾ چوي ٿو "اهنڪار
وموڙهه آتما، ڪرتا اهم اِتي منيتي" اهنڪار موڙهه ٿيل
آتما مڃي ٿي ته "آءٌ ڪرتا آهيان". اهي اهنڪار جي
مورت ۽ وڏي آهي. هيٺيون اهنڪار جوش جذبي "اندرين"
جو آهي. ٻيو اهنڪار خيال "من" جو آهي، ٽيون
اهنڪار "بُڌي" يعني "أٿوَ" اندرئين لهرين جو آهي.
اهنڪار اهي ٽيئي اندريون، من ۽ بُڌيءَ کان مٿي آهي.
اهي اهنڪار جي مارڻ بعد جيڪا "آءٌ" قائم آهي، ٽيهون
ٽالو "آتما" آهي. سو ٽالو اهنڪار جو آهي. اهي اهنڪار
سان گڏ هميشه "ترشنا" رهي ٿي. ترشنا جي معنيٰ وڏو طمع ته
آهي! ڀڳوان گيتا ۾ چوي ٿو ته "اندريون، من ۽ بُڌي"
ٽيئي هن ترشنا جو آستان آهن. اهي ترشنا جو ٽالو
"سورت" آهي، جا راهه ڏياچ، طالب جي اهنڪار روپي
سر سان ڳنڍيل آهي. سو جيڏي مهل راهه ڏياچ اهنڪار
ڪپڻ جي يعني سر ڏيڻ جي ڳالهه ٿو ڪري، تڏهن
ترشنا سورت روئي ٿي ۽ ورلاپ ڪري ٿي. تڏهن سان
گڏ "داڻون ٻاڻون" ٽارئون، جي اندريون آهن، سي به
روئن ٿيون: "ٽارئون ٽاز ڪرن، راڄا رنس رم ڳهي." شاهه
صاحب واهه جو گفتو ٿو چوي، اهي داڻون ٻاڻون لوڪ
موجب "اسارئون" آهن ۽ اسارن جو "رنس" يعني شاهه،
"راڄا" يعني اهنڪار آهي. عاقل وزير وزرا، يعني "من ۽
بُڌي" به روئن ٿا.

"ٻيا ولر وساس ۾، عاقل ويا اجهي."

جو ته اهي سڀ سورت جي ٻانهان آهن، جا اهنڪار

---

ولر = بهادر. وساس = وسواس، ڊکر يا ڳڻتي.

سان پرپورن آهي. جڏهن رام ڏياچ سر ڏيڻ لاءِ سنهرو، تڏهن سورٺ ڏاڍا واڪا ڪيا. ڇاڪاڻ ته اهنڪار کانسواءِ ترشنا جي هستي ناممڪن آهي. پر رام ڏياچ يعني "آتم ڪالنڪي" روح، جڏهن مرشد جي مرلي* جو منتر سمجهيو آهي، تڏهن کي سورٺ جو ان مرڻ چڱو آهي. اهو منتر ڪهڙو آهي؟ اهو منتر اهو آهي، جو مٿي چيوسين. جو شاهه سورٺ سر ۾ چوي ٿو:

"الانسان سري وانا سره" ورلي ايئن وائي.

"الانسان سري وانا سره" قرآن شريف ۾ آيت آهي، جنهن ۾ خدا چوي ٿو ته :- انسان منهنجو ڳجهه آهي ۽ آءٌ سندس ڳجهه آهيان. جيئن سر آسا ۾ شاهه ٿو چوي :

"ڳالهه مڙئي ڳجهه جي، ڳالهه مڙئي ڳجهي."

مهار ۽ سهڻي هڪ آهن، بلڪ جنهن درياهه ۾ غرق ٿيا، سو به هڪ آهي.

"ساهڙ (مهار) سا سهڻي،
سانگو (درياهه) ٿيو سونهي."

اهي سر ڏيڻ بعد جزو ۽ ڪل، ۽ انهي جي وچ جهڪو طلسم جو ميدان آهي، سي سڀ هڪ ٿي ٿا وڃن، يعني ته فاعل، مفعول ۽ فعل اهي هڪ آهن. "ڪماڻا، ڪيهه ۽ ڪمان" يعني چانڊڪ وارو، چانڊ ۽ چانڊل سڀ هڪ آهن. جيئن شاهه ٿو سورٺ ۾ چوي:

"ٿيڻي پرچيا پاڻ ۾، ڪند ڪٽارو ڪنڌ."

ڪٽارو فاعل آهي، ڪنڌ مفعول آهي، ڪند انهي کي ڪپڻ بعد ڦر آهي. مطلب ته هن آڪاڻين جي اندر شاهه جهڙي وڏي ڪئي آهي. اهنڪار جي مرڻ بعد يعني رام ڏياچ جي سر ڏيڻ بعد، سورٺ مري ٿي وڃي يعني ترشنا غائب

هاڻي جڏهن سورٺ مُئي، سو ولو ۽ ٻوڙ ٻئو سڙ، راءِ ڏياچ کي ماڻهو، ڏٺائين:

"سورٺ مُئي سڪ لئه، ڪيما ڪيما ڪنگهار
لئه راڳ ۽ روپ سو، لڳي تند تلوار
سو ٽُڻن ٻيڻن ٻار، پسو راجا راضي لئه."

اڳيان طلسم جا ڪيما "تندو" راجا ڪيا ۽ "سسئ" جا ڪيما ڪيائين. اڳئون ماڻسا جو راڳ ۽ روپ ۽ تند تلوار "اهڙ جهٽڪار" ٻڌائين. راجا ٻورن راضي لئو ۽ ٻرم آئند کي ٻهترا ۽ ٻوڙ:

"ڏاتار ۽ منگڻي، ڪولو وسيلو وچ
ساڻي تال تندن جي، ساڻي چارڻ چيس
چِتي جي ڇُس، ته ڳالهه مڙ ڳالهي هڪڙي."

جنهن ۽ ٻوهر ۾ ٻوڙ تفاوت ڪولهي، چاڪاڻ ته جنهن ٻاڻ کي ٻوهر ۾ سمائي ڇڏيو آهي. جنهن کي چارڻ مرشد، ايهو جي چس ۾ آهي، ساڻي "اِڇا" (Will)، سو ٿي "حڪم"، تندن جي تال ۾ هلي ٿو، يعني وس ۾ جنهن کي لڳي ٿو، سو هنجو حڪم آهي.

ڏاتار ۽ منگڻو هڪ آهي:
راجا راڳائي، هر دو ٿي هيڪ ٿيا.

"راز ڪمالن راز سين، ڪنهن موچاريءَ مهل
"انا احمد بلا ميم" چئي ۽ سين هڏئي سائل
ڪنهن ڪنهن ٻُڌي ڪل، ته هر دو ٿي هيڪ ٿيا."

"انا احمد بلا ميم" ۾ حديث آهي، جنهن جي معني آهي "آءُ احمد آهيان، ميم کان سواءِ، يعني احد آهيان،

---

تال = تار. سائل = سوالي، هتي مرشد.

جيئن هندو چون ”اَهم برهماسمي“ آءٌ برهم آهيان. جيئن
اِهي حديث ۾ چوي: ”انا عرب بلا عين“ آءٌ عرب آهيان
عين کان سواءِ يعني ”رب“ آهيان. اهو ويدانت ۽ تصوف
ساڳيو آهي، جنهن جي اُپٽار شاهه ٿو ڪري.

اهي عربيءَ ۾ ڏنل ساڳيا مها واڪيه آهن، جي ويدن
۾ ڏنل آهن. اهو ئي منتر آهي، اهو ئي شبد آهي.

اهڙي ٻر جي سَت جڏهن ڪير سهي ٿو، تڏهن
سارو جڳ آنند ڀانئي ٿو. اهڙو مثال ولي، سب طالب خوش
ٿين ٿا:

”سب ڏکمکيا ڏاتار، سڀئي ڏان ڏياچ جو.“

شال هيءَ آکاڻي راءِ ڏياچ جي پڙهي، اسانجي من ۾
ڪا ٻجل جي ٻوليءَ جي سڌ ٿئي، ته هو ”خلوت“ اندرينءَ
دل جي ڪتيا ۾ اچي، راز ڏئي.

شاهه ٿو چوي ”مرشد، آءٌ ته هڪ بلڪل ماندو ٿيل انسان
آهيان ۽ سردي گرمي ۽ ڏک سک جي ابالد ۾ آهيان، اوهين
مرشد همت ڀڄائين.

”سرديءَ سالم نه رهان، گرميءَ ٿيان گداز
اُمن ڏيج اَمان ٿون، سائل هٿي ساز.“

---

ڏکمکيا = غمگين ٿيا. ڏان = دان.

## (٤)

# ليلان چنيسر

شاهه، هن آکاڻيءَ جي سمجهاڻي ۽ پهچڻ لاءِ لطيف زبان ۾ ڪتب آندي آهي. آکاڻيءَ سان هن جو مطلب ڪردار آهي، مگر الله ڏني رهاڻ سان فقط هن جو واسطو آهي. انسان کي آکاڻيءَ جي عجب نگاهه لاءِ ڌيان ۽ ڏيکو آهي، پر شاهه جي سهڻيءَ زبان ۾ اهڙي مطلب کي ولڙو آهي. چنيسر ڪير آهي؟ چنيسر سائين آهي، روح جو پيار آهي. ليلان ڪير آهي؟ ليلان هي وچڙيل جيو آهي. پر ليلان رواجي روح نه آهي ۽ ليلان فقيري روح آهي، جنهن ڪمائي ڪري ناموراڻيءَ رمز چنيسر کي هٿ ڪيو آهي. پر اها فقيريءَ جي رمز کي نه پروڙيو آهيس. ڪجهه وقت نفس کي چڙهي، هو من کي مارڻ جي ڪوشش ۾ آلس آئند پاڻي ٿو، پر وري من ڦري ٿو وڃيس، جو "ناڪر اکين نار" کي ڪنهن وقت "مٽڻي لي مٿو" چڙهي.

اهو فقيريءَ جو پند بلڪل اوکو آهي. ڪٿ ابتڙ ٿو چوي:

"ڪنار ڪنار ڪان نڪو آهي، مشڪل پند اڙانگهو."

اهي پند ۾ ڪوئي نه پڃاڪ هٽي، نه ڪو مان چوهٽ چڙهي وڃي ۽ پس هاٿي سرڻي ڏيڍ ٿير، تنهن ڪري

موڪلي ٿو. ڪولهي! هتي جهڙو ٻج، تهڙو ڦل ڪوئي. الهي
ٻڌ ۾ هميشه خبرداري ڪجي. "حڪم"، جو قادر جي قدرت
جو اصول آهي، پاڪ الهي حڪم، "Law"، اٽل ڌرم، اٽل
قاعدو، ايشور ڀاڻ آهي. الهي حڪم جي خلاف نه وڃڻ
گهرجي. ٽينيسن شاعر ٿو چوي:

"God is Law," say the wise, "Living the Law," we live by without fear.

اهو نه آهي ته، ظاهر ڪنهن درجي تي آيو، تنهن
کي هڪڙي سرشتيءَ جي لحاظ سان آڏو ڀوڳڻ جو اختيار
آهي! ڪيترا ظاهر آهن، جي اِئين سمجهندا آهن ته بس،
هو ڀل ڪنهن وقت شراب پيئن، يا ڪباب کائين، يا ٻيا
آر ڪم ڪن، ته هڪڙي سچائي! پر صوفي، فقيرن جي سچي
راز کي جاڻندڙ، اهڙو ٻهر ڀڄاڙيءَ کائين ته ڪڍندو.

شاه ٿو چوي "ٿي سرٽوڙ ٿانئن سنهڙو!"

سچل ٿو چوي "سچو الهي راه ۾، رهجا لت هوشيار!"

جنهن وڻ کي ميوو لڳندو، تنهن وڻ جي ٽاري هميشه
جهڪيل رهندي، ته ته ڪو ڪنڌ آسمان ۾ ڪندي. جهڙيءَ
پارسيءَ ۾ ٿو شاعر چوي:

"نهد شاخ پرميوه سر بر زمين"

ليلان اهو فقيري روح آهي، جو اجا "ناقصائيءَ" کان
ته "لنگهيو" آهي يعني "ڪچائيءَ" کان ڪمي "اڪتو"
آهي. ڪجهه وقت کان پوءِ "آتما آنند يعني چيتسر" کي
"پهچي، يعني وشيه آنند" تي ٿو مٽي. اهو مطهر، اهو
هار، اهو طلسم، هيءُ من آهي، هيءَ مايا آهي، جنهن جا
چٽ ليلان جو چت ٿيري ٿا وڃن. اِهي هار کي ڇڏڻ
سان ئي چيتسر کي پنهنجو هٿائين ته پڙ، وڃي دل هرکجي

وڃن. ڪرڙو، جڏهن اهو هار هڻن مٿان چڙهيو، تنهنکي چمڙو حاصل ٿيو. ليلان ڪهڙب ۽ ڳاهه ڪيو، ته هار به ملندم ۽ چمڙو به. الا ٿي الا! هن چمڙي جي طاقت کي سمجهڻو ڪين هو ته هو "سڻائو سردار" آهي.

"چمڙو سڻن چاڙهي، مٿان ڪا مدد ڪري
جان مون پوءِ پروڙيو، سو هيءُ ماڻي ماڙهي
ڏمريو ڏهاڙي، سکيو ڏٺي سهاڳڻ."

ڪهڙي به سهاڳڻ هجي ته به ڪانڌ يعني ڪنت (مڙس) سان ٻه ته سهجي. گرو نانڪ صاحب به ساڳيا اهي "سهاڳڻ ۽ ڪنت" لفظ ٿو ٻاڻيءَ ۾ ڪم آڻي.

"سهاڳڻ" اهو پانڌيئڙو آهي، جنهن ڪاميابي حاصل ڪئي آهي. شاهه ٿو چوي ته:

"چمڙو سڻن چاهه، مٿان ڪا مدد ڪري
ڪانڌ ڪنهنجو نه وٺي، ڪهڙب ۽ ڳاهه
جي ٿڙي ٿو رڙ ٻاهه، ته دوس دسالي داسڙو."

ٿقمر ڪسي ڪوي نه همشه پوري هلت هلندو اهي. اوري ۾ ٽان ٿڙيو ته رب جهار اهڙو آهي، جو "دسالي ڏڻو ڪراس."

چڙهي، ته جبل چوٽين، پر، ڪري ته چڪنا چوُر!

ساڻين رحم ۽ پيار آهي، پر هو جبار به آهي. هو جلالي به آهي، جمالي به آهي. حڪم (Law) ۾ انصاف جي طاقت

---

چاڙهي = انگل آڙو، ماڻو. ماڙهي = جاءِ، منزل، سهاڳڻ جو درجو. چاهه = چاهه، انگل آڙو. ڪهڙب، ڳاهه = هلت.
ٿڙي = ٿڙڪي، کسي. دسالي = ڪهرالي، ماري.
داسڙو = داس ذات جو، چمڙو.

